ڪتاب جو نالو: چاڙ (پاڪ ڪتاب قرآن مجيد مان ورتل)
مؤلف: سلطان احمد عباسي
ڪمپوزنگ: بختيار احمد پتو
پيسٽنگ: سهيل سلام پتو
پهريون ڇاپو: مارچ 2013ع
تعداد: 500
ملڻ جو هنڌ: سلطان احمد عباسي راڌڻ اسٽيشن ضلع دادو
موبائل نمبر: 0336_8512105
ڇپيندڙ: سلام پرنٽرس اينڊ پبلشرس گاڏي کاتو حيدرآباد

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# قرآن شريف جي تلاوت افضل عبادت آهي

ساراهه ان سائين جي، جنهن اسان تي اڻ ڳڻيا احسان ڪيا ۽ صلوات وسلام ان رسول ڪريم ﷺ تي جنهن کي مولىٰ پاڪ مهر سان مرسل ڪري موڪليو. جنهن مالڪ جي مخلوق کي مان وارو ڪيو ۽ مددگار ٿي آيو. رب پاڪ پنهنجي محبوب جي معرفت قرآن مجيد رهبر، روشني، شفا ۽ رحمت ڪري موڪليو.

دين اسلام جي خدمت تبليغ سان ڪجي، تدريس سان ڪجي يا تحرير سان ڪجي، انهن سڀني جو مقصد الله تعالىٰ ۽ رسول ڪريم ﷺ جو راضپو ۽ انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهبودي هجڻ گهرجي. عملي طرح برائين کان روڪڻ ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جي نصيحت ڪرڻ گهرجي.

گهڻا ماڻهو مقدس ڪتاب جي تلاوت ڪري رهيا آهن، پر ان جي صحيح مفهوم ۽ مقصد کان باخبر نه آهن. ان جو سبب عربي ٻولي نه سمجهڻ ۽ قرآن پاڪ معنىٰ سان نه پڙهڻ آهي. قرآن مجيد کي ضرور ترجمي سان پڙهڻ گهرجي ۽ اهو سمجهي پڙهجي، غور ڪجي ۽ عمل ڪجي. انسان جي زندگيءَ جي ڪاميابي ايمان ۽ عمل صالح سان آهي. رسول ڪريم ﷺ جي فرمانبرداري ۽ تعبيداري ۽ قرآن مجيد جي احڪامن جي پيروي ڪرڻ سان ٻئي جهان ٺهن ٿا، اجر ۽ انعام ملي ٿو.

هن ڪتاب ۾ جيڪي به عنوان آهن، اهي پاڪ ڪتاب مان ورتل آهن. انهن عنوانن سان واسطو رکندڙ آيتن کي هڪ هنڌ سنڌي زبان ۾ ترجمون ڪري لکيو ويو آهي، جيئن پڙهندڙن کي جاڻ ملي. عنوان مختلف آهن پر سڀني ۾ پاڪ ڪتاب مان ورتل جاڻ ٻڌايل آهي، جنهن جي پڙهڻ ۽ عمل ڪرڻ سان دنيا جي زندگيءَ ۾ سڪون ملي ٿو ۽ آخرت سنوارجي ٿي.

اميد آهي ته الله تعالىٰ ڪيل محنت قبول ڪندو ۽ اسان سڀني کي نيڪ ڪمن ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائيندو. آمين

طالبِ رحمت ومغفرت

**سلطان احمد عباسي**

راڌڻ اسٽيشن

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سائين سلطان احمد عباسي جو لکيل ڪتاب نصيحت نامو نظر مان چڱيءَ طرح گذريو.

عباسي صاحب جو گهراڻو علمي گهراڻو آهي. سندس آباءُ واجداد فريد آباد شهر ۾ مشهور معروف آهي. سندس سهرو مولانا محمد عالم عباسي ۽ منهنجو والد مولانا حاجي محمد عرس گڏ رهڙي شريف ۾ پڙهيا. سائين ۽ اسان گڏ هاءِ اسڪول راڏڻ ۾ استاد رهيا آهيون. سائين سائنس جو ۽ آءُ عربيءَ جو پر سندس علمي شغف هميشہ رهيو آهي.

سائين جيئن تہ استاد رهيو آهي ۽ پيپر بہ ڪيندو رهيو آهي. سائين احڪامِ قرآن کي آبجيڪٽ ٽائيپ ۾ بند ڪري رکيو آهي. سائين جي بولي سيپ ڪنهن جي سمجهڻ جي نہ آهي. باقي اگر سمجهي ويو تہ قرآني نسخو جڻ تہ هن کي ڪامل سمجهہ ۾ اچي ويو. ٿورڙن صفحن ۾ جڻ تہ درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪري رکيو اٿن.

احڪامِ قرآن هجن، فضيلتِ قرآن، توحيد هجي يا رسالت جي سچ جي جهلڪ، ولايت هجي يا فيصلو جڻ تہ هن ڪتاب جي هڪ ورق پڙهڻ سان تفصيل معلوم ڪري وٺندو ۽ حقيقتِ قرآن سان واقف ٿي ويندو.

سائين پنهنجي محنت تي جس لهڻي ۽ آخري عمر ۾ الله تعاليٰ کانئس اجان پنهنجي ڪلامِ عظيم جي خدمت وٺي تہ پري نہ آهي.

الله تعاليٰ سندس عزت، صحت ۽ علم ۾ واڌارو فرمائي. اين دعا از من واز جملہ آمين باد.

**فقير محمد امين الدين خليلي عفي عنه**
خاص خطيب جامع مسجد درگاهہ حضرت
مخدوم بلال شهيد رحمة الله عليه دادو
راڏڻ اسٽيشن
10_12_2012

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# ڄاڻ: علم جو اهڃاڻ!

شعور جي ابتدا هئي، فريد آباد ۾ مڊل اسڪول قائم ٿيو ۽ ان جو هيڊ ماستر سائين سلطان احمد عباسي بڻيو. جيڪو فريد آباد جو رهواسي هيو، جنهن ساري ڄمار علم ۽ درس ڪي ارپي. هن سڀاڄهي شخص جي هڪ وقف هيءَ به آهي نرم طبيعت هوندي، هن ڏاڍ ۽ جبر سان ناهه ڪڏهن نه ڪيو. غلط ڳالهه مڃڻ هن لاءِ ڏاڍي اوکي هئي ۽ ڪيترا مفاد وڃائي هن سچ سان ساٿ نڀاهڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس خاندان ۾ رهڙي شريف جي درسگاهه جو هڪ اثر موجود هيو جنهن جو هڪ فاضل مولانا فضل محمد عباسي اسان به ڏٺو. هو به هڪ بهادر شخص هيو ۽ هن جو هي نصب العين هيو ته سڀ ڪجهه وڃائي به علم جي توقير کي بحال رکجي! ان کان سواءِ استاد مولانا خان محمد رحماني ۽ ميان محمد صاحب به موصوف جي برادري سان واسطو رکن پيا.

سنڌ ۾ فريد آباد تعلقه ميهڙ ۽ دادو ضلع جو هڪ ڳوٺ/شهر آهي، پر هن کي ڪجهه اعزاز به حاصل آهي.

تقسيم هند کان اڳ به هن ڳوٺ ۾ عالم ۽ ذات ڏٺي رهيا آهن. باقاعده لائبرري به قائم هئي، جنهن جو ڪم به جديد اصولن مطابق هيو. علم جو اهو تسلسل پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به قائم رهيو ۽ اڄ ان تسلسل جو هڪ ڪم سنڌ جي هڪ سينيئر استاد پيش ڪيو آهي. سائين سلطان احمد هاڻ راڌڻ ۾ رهائش پذير آهي، پر سندس ڪيئي نسبتون ڪاڇي پٽ تي اڏيل اباڻي ڳوٺ سان قائم آهن. تعليمي خدمتن لاءِ جيون گذاريندڙ شفيق استاد راڌڻ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. مختلف ادارن ۾ مختلف حيثيتن ۾ رهي قومي خدمت ادا ڪندو رهيو. هزارن ماڻهن کي آگاهي جو درس ڏئي رٽائرڊ ٿيندڙ مهربان سلطان احمد پنهنجي فرصت جي گهڙين کي روحاني سڪون لاءِ وقف ڪري ڇڏيو ۽ ان جو نمونو ڄاڻ جي نالي سان هيءَ تاليف آهي.

قرآن مجيد جهانن جو وسيلو آهي، جنهن جو حق به هي آهي ته ان کي

پڙهجي ۽ بار بار پڙهجي، هر روز پڙهجي، پر هن ڏس ۾ هي ارشاد به آهي "وَرَتِّلِ الْقُرْاٰنَ تَرْتِيْلًا ○" (پڙهه قرآن سمجهڻ لاءِ ٻين لفظن ۾ پڙهه ۽ پروڙ)

استاد سلطان احمد جي هيءَ ڪوشش به روحانيت جو هڪ اهڃاڻ آهي، جنهن ۾ زندگي گذارڻ جو درس آهي.

هر انسان جي حياتي قيمتي وکر آهي ۽ زندگي هر انسان کي هڪ دفعو ملي ٿي. هر شيءِ جي لاءِ هڪ ترتيب آهي، ايتري قدر جو ٻيت ۾ سر لڳائڻ جي به هڪ ترتيب آهي، پوءِ ڇا انساني زندگي کي ڪا ترتيب نه هوندي؟

جيڪڏهن ڪير پنهنجي لاءِ جيئرو آهي ته پوءِ هر جانور به پنهنجي لاءِ جيئرو آهي، مگر انسان کان سندس انسانيت جي تقاضا آهي، ته هو ٻين جي لاءِ جيئي، جنهن ۾ هن جو خاندان، برادري، پاڙو، ڳوٺ ۽ سندس تعلق وارا اچن ٿا.

ڇا انساني زندگي جو سمورو حوالو آرام، عياشي ۽ بي پرواهي آهي. جنهن مٿي مير مرسل ﷺ تي اسان دل جي هيج مان ايمان آندو آهي، ان جي سموري ڄمار ان انداز سان گذري جو قرآن ڪريم فرمايو ته هن جو هر پل اسوه حسنه آهي. ان طريقي کي پروڙي پرائجي ۽ ان مقدس هستي جي گذريل گهڙي کي قلمبند ڪرڻ لاءِ ڪتاب اڻ پورا ٿيا ۽ قلم مات ڪاڏي. پوءِ اهڙي وقت ۾ ڄاڻ جي نالي هيءَ ڪوشش، اسان سنڌ واسين لاءِ علمي انعام آهي. مان دعا ٿو ڪريان ته سائين سلطان احمد عباسي جي ڪوشش نه رڳو مقبوليت ماڻي، بلڪ مشغولي ۾ ورتل معاشري لاءِ پل به پل روحاني سڪون جو ذريعو بڻجي!

هيءَ گذارش ضرور ڪندس ته هي ڪتاب هڪ دفعو نه پر بار بار پڙهڻ سان پنهنجو قدر ماڻي سگهندو.

زماني ۾ جيئڻ گهرو ٿا اگر
ته پوءِ نينهن قرآن سان لائجي
گهرو ٿا نه ٿئي ڪا صدا بي اثر
ته پوءِ نينهن قرآن سان لائجي

فريد آباد
17 اپريل 2012ع

جوهر بروهي

# فهرست

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# الله تعاليٰ جا حڪم

اسان سڀني تي رحمان جون رحمتون، جنھن پنھنجي چونڊيل رسولن کي انسان ذات جي ڀلائي لاءِ رهبر ڪري موڪليو روشنيءَ واري رستي تي هلڻ جي هدايت بخشي ۽ پاڪ ڪتاب نصيحت ڪري موڪليا. الله سائين پنھنجي پاڪ ڪتابن ۾ چڱن ڪمن ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جيڪي انسان انھن نيڪ ڳالھين تي عمل ڪندا، انھن لاءِ رب سائين جون راحتون ۽ رضا آهي، هن دنيا ۽ آخرت جو آرام ۽ نعمتون آهن. اهي نعمتون انھن کي ملنديون، جيڪي الله ۽ الله جي سمورن نبين، پيغمبرن، آسماني ڪتابن، ملائڪن، قيامت، جزا ۽ سزا تي ايمان رکن. الله تعاليٰ پنھنجي موڪليل مقدس ڪتاب ۾ فرمايو: "توهان ڀلا آهيو انھن سڀني امتن کان، جيڪي ماڻھن ۾ ظاهر ٿيون. ان ڪري جو چڱن ڪمن ڪرڻ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برن ڪمن کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان رکو ٿا." كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ......

**الله ۽ الله جي رسول ﷺ فرمايو:**

1. هڪ الله جي عبادت ڪريو الله کان سواءِ ٻيو ڪو به عبادت جي لائق نہ آهي. (102:6)
2. الله شاهد آهي تہ محمد ﷺ الله جو رسول آهي، پوءِ ايمان آڻيو ان رسول تي، ان کي دل سان مڃو ان جي فرمانبرداري ڪريو ان جو حڪم مڃو ان جي عزت ڪريو ان جي مدد ڪريو ۽ ان جي ويجھن (اهلِ بيت) سان محبت ڪريو تہ ڪامياب ٿيو اوهان تي رحم ڪيو وڃي، الله اوهان جا گناهہ بخشي.
3. ياد ڪندو رهہ پنھنجي رب کي پنھنجي اندر ۾ عاجزيءَ سان ۽ ڊڄندي بغير آواز نہ ڪرڻ جي صبح ۽ شام. (205:7)
4. پڪاريو پنھنجي رب کي نيزاريءَ سان ۽ آهستي، خوف ۽ اميد سان. (55:7)
5. پاڪائي بيان ڪر پنھنجي رب پاڪ جي حمد سان صبح ۽ شام جو ۽

بخشش گهر پنهنجي گناهن جي. (30:38)

6. پوءِ انهن کان منهن موڙ جيڪي اسان جي ذڪر کان منهن موڙين ۽ دنيا جي زندگيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه نہ گهرن.

7. پنهنجي رب جي طرف رجوع ڪريو ۽ ان جي حضور ڪنڌ جهڪايو هن کان اڳ جو توهان تي اچي عذاب پوءِ توهان جي مدد نہ ٿئي. (54:39)

8. الله جي بندگي ڪريو خالص ان جا ٻانها ٿي ڪري ڪٽي ڪافر ناپسند ڪن. (40:14)

9. ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ ان جي طرف وسيلو ڳوليو ۽ ان جي راهہ ۾ جهاد ڪريو هن اميد تي تہ من ڪامياب ٿيو. (5:35)

10. الله تي ڀروسو رک، الله ڪافي آهي ڪارساز. (48:33)

11. اي انسانؤ! پنهنجي رب کان ڊڄو ۽ ان ڏينهن جو خوف ڪريو جنهن ۾ ڪوبہ پيءُ پنهنجي پٽ جي ڪ ر نہ ايندو ۽ ه ئي ڪو ڪم وارو پٽ پنهنجي پيءُ کي نفعو ڏيندو. (33:31)

12. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو جيئن ان جي ڊڄڻ جو حق آهي.

13. حڪم مڃو الله جو ۽ حڪم مڃو رسول جو ۽ پنهنجي عملن کي ضايع نہ ڪريو. (33:47)

14. بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ هن غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ رسول تي درود موڪلين ٿا ۽ اي ايمان وارؤ! اوهين بہ مٿس درود موڪليو ۽ گهڻا سلام. (56:33)

15. جيڪو توهان کي رسول پاڪ ڏئي ان کي وٺو ۽ جنهن کان جهلي ان کان جهلجي (رڪجي) وڃو. (59:7)

16. اي ايمان وارؤ! فرمانبرداري ڪريو الله جي ۽ پيغمبر جي ۽ اوهان مان جيڪو حاڪم هجي تنهن جي بہ. (59:4)

17. جڏهن قرآن پڙهين تہ الله جي پناهہ گهر تڙيل شيطان کان. (اول اعوذ بالله.... پڙهڻ گهرجي) (98:16)

18. تلاوت (پڙهو) ڪريو جيڪو توهان جي رب جو ڪتاب (قرآن مجيد) توهان وٽ آيو.

19. جڏهن قرآن شريف پڙهيو وڃي تہ ان کي ڪن لائي ٻڌو ۽ خاموش رهو.

من اوهان تي رحم ٿئي. (204:7)

20. الله جي رسي (قرآن مجيد) کي سمورا مضبوطيءَ سان وٺو. پاڻ ۾ ڦوٽ نہ وجهو. (103:3)

21. نماز پڙهو بيشڪ نماز بيحيائي ۽ بري ڳالھ کان روڪي ٿي. (45:29)

22. بيشڪ نماز مسلمانن تي (پنج) وقت مقرر ڪيل فرض آهي. نماز قائم ڪريو (پڙهو) (103:4)

23. سنڀال ڪريو سڀني نمازن جي ۽ وچينءَ (ٽيپهري) نماز جي خاص طرح ۽ الله جي حضور ادب سان بيهو. (238)

24. جتي بہ هجو تہ نماز وقت پنهنجو منهن حرمت واري جاءِ (ڪعبة الله) ڏانهن ڪريو. (150:2)

25. حڪم ڪر پنهنجي گهروارن کي نماز جو ۽ ثابت قدم رهہ ان تي. (132:20)

26. رمضان جو مهينو جنهن ۾ قرآن لٿو ماڻهن جي هدايت لاءِ آهي. رهنمائي ۽ فيصلي جون چٽيون ڳالهيون آهن. سو توهان مان جيڪو هي مهينو لهي، اهو ان جا روزا ضرور رکي. (185:2)

27. حج ۽ عمرو الله لاءِ پورو ڪريو. جيڪو حج جي نيت ڪري حج تي وڃي تہ نہ عورتن جي اڳيان صحبت جو ذڪر ٿئي ۽ نہ ڪو ڏوهہ ڪجي ۽ نہ ڪنهن سان جهيڙو حج جي وقت تائين. اوهان جيڪا چڱائي (نيڪيون) ڪندا، الله ان کي ڄاڻي ٿو. حج لاءِ ثمر (کائڻ پيئڻ جو سامان، اچڻ وڃڻ جو خرچ) ساڻ کڻو. بهتر ثمر پرهيزگاري آهي (حج شاهوڪار تي هڪ دفعو فرض آهي) (197:2)

28. زڪوات ڏيو. زڪوات فقط انهن ماڻهن واسطي آهي، جيڪي محتاج ۽ محض نادار آهن ۽ جيڪي ان کي حاصل ڪري آڻن ۽ جن جي دلين ۾ اسلام جي محبت پيدا ڪرڻ هجي. ٻانهن جي آزاد ڪرائڻ...... (9:60)

29. ڪمائي مان سٺيون شيون خرچ ڪريو ۽ اها ڳالھ چٽو جيڪا سڀ کان چڱي هجي. (267:2)

30. اي ايمان وارؤ! ڪجھ خرچ ڪريو اسان جي ڏني مان (الله جي واٽ ۾)

هن ڪان اڳ جڪو توهان مان ڪنهن تي موت اچي. پوءِ چوي ته اي منهنجا رب! تو مون کي ٿوري مدت تائين ڇو نه مهلت ڏني جو مان صدقو ڏيان ها ۽ نيڪن مان ٿيان ها. (10:63)

31. ايمان آڻيو الله ۽ ان جي رسولن، موڪليل پاڪ ڪتابن، ملائڪن، مرڻ کان پوءِ اٿڻ ۽ حساب ڪتاب واري ڏينهن قيامت تي. (177:2)

32. پيروي ڪريو ان جي جيڪي الله تعاليٰ نازل ڪيو (قرآن مجيد). ڪائو پاڪ شين مان ۽ شڪر ڪريو الله جو. الله تعاليٰ جي وڏائي بيان ڪريو.

33. وڙهو الله تعاليٰ جي راهه ۾ انهن سان جيڪي اوهان سان وڙهن ٿا ۽ حد کان نه لنگهو. (109:2)

34. نيڪي ڪريو واعدو پورو ڪريو بيشڪ واعدي بابت پڇا ٿيڻي آهي. (34:17)

35. نيڪ ڪم جو حڪم ڪريو ۽ بچڙي ڪم کان روڪيو ۽ ياد ڪريو الله جي نعمتِ کي.

36. اختيار ڪر معافي ڏيڻ ڪِي ۽ حڪم ڏي نيڪ ڳالهين جو ۽ پاسو ڪر جاهلن کان.

37. پيءُ ۽ ماءُ سان ڀلائي ڪريو. مائٽن، يتيمن، ويجهي پاڙيسرن، پر ۾ ويهندڙ ۽ مسافرن سان به نيڪي ڪريو. پنهنجي ٻانهي ۽ غلام سان به نيڪي ڪريو. (4:36)

38. ماءُ پيءُ سان چڱو سلوڪ ڪريو. جيڪڏهن تنهنجي سامهون انهن مان هڪڙو يا ٻئي پوڙهائپ کي پهچن ته انهن کي اُف به نه چئو ۽ نه انهن کي جهڙڪ ۽ انهن سان تعظيم واري ڳالهه ڪر ۽ انهن واسطي عاجزي جا پر وڇاءِ ۽ نرم دليءَ سان ۽ عرض ڪر اي منهنجا رب! تون انهن ٻنهي تي رحم ڪر جيئن جو انهن ٻنهي مون کي ننڍپڻ ۾ پاليو. (23_24:27)

39. شڪر ڪريو الله جو ۽ شڪر ڪريو پنهنجي پيءُ ماءُ جو. منهنجي ٻانهن مان شڪر وارا ٿورا آهن. (14:31)

40. هڪبئي ۾ اوڌر ڪريو يا ڪو سؤدو ڪريو ته امين جي وسيلي ٻن

شاهدن سان لکو.

41. کائو انهن شين مان جيڪي زمين ۾ آهن حلال ۽ پاڪ. (168:2)

42. يتيمن کي پنهنجا مال ڏيو ۽ زالن کي انهن جو حق مهر خوشيءَ سان. (2_4:4)

43. اهڙيون عورتون جيڪي خراب هجن ته انهن کي سمجهايو ۽ جدا رکو انهن کي سمجهڻ ۾ ۽ ماريو (سزا ڏيو) انهن کي، پوءِ جيڪڏهن چيو وٺن اوهان جو پوءِ انهن تي الزام جو رستو نه ڳوليو. (34:4)

44. وڙهو شيطان جي دوستن سان، بيشڪ شيطان جي چال ڪمزور آهي. (76:4)

45. زينت جي پوشاڪ ڍڪيو هر هڪ نماز جي وقت. (31:7)

46. اعتڪاف (رمضان شريف جي آخري ڏهي ۾ ويهڻ) واري ڏينهن ۾ عورتن سان ميلاپ نه ڪريو. (187:2)

47. پنهنجي هلڻ ۾ وچترائي اختيار ڪر ۽ پنهنجي آواز ۾ جهڪائي ڪر، بيشڪ آوازن ۾ برو آواز گڏهه جو آهي. (19:31)

48. جڏهن ڪنهن گهر ۾ وڃو ته اتان جي ماڻهن کي سلام چئو. پاڻ ۾ دعا الله جي طرفان برڪت واري ۽ پاڪيزه. (61:24)

49. مسلمان عورتن کي حڪم ڏي ته پنهنجون نظرون جهڪيون رکن ۽ پنهنجي پاڪدامني (اوگهڙ) جي حفاظت ڪن ۽ پنهنجو سينگار نه ڏيکارين. اهي وجهن پنهنجن چادرين کي گريبانن تي. (31:24)

50. چؤ مسلمانن مردن کي ته پنهنجي نظر هيٺ رکن ۽ پنهنجي اوگهڙ کي سنڀالن. اهو انهن لاءِ گهڻو پاڪيزه آهي. (30:24)

51. کاڌو کارايو مسڪين، يتيم، قيدي کي الله جي رضا واسطي ان جي محبت تي (8_9:76)

52. جيڪڏهن ٻه ٽولا مسلمانن جا وڙهي پون ته صلح ڪرايو انهن جي وچ ۾. پوءِ جيڪڏهن هڪڙو ٻئي تي زيادتي ڪري ته ان زيادتي ڪندڙ سان وڙهو ايستائين جو اهو الله جي حڪم جي طرف موٽي اچي. پوءِ جيڪڏهن موٽي اچي ته انهن ۾ انصاف سان ناهه ڪرائي ڇڏيو. (9:49)

53. اي ايمان وارؤ! پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي گهروارن کي ان باهه کان

بچايو جنهن جو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر آهن. ان تي سخت طاقتور ملائڪ مقرر آهن، جيڪي حڪم جي نافرماني نہ ڪندا آهن. (66:6)

54. ماپ ۽ تور انصاف سان ڏيو وٺو ۽ وزن گهٽائي نہ ڏيو. (89:55)

55. اي ايمان وارؤ! جڏهن جمعي جي ڏينهن بانگ ڏني وڃي تہ انهيءَ جي ذڪر (نماز) لاءِ ڊوڙو ۽ خريد فروخت ڇڏيو. اهو توهان لاءِ ڀلو آهي جيڪڏهن توهان ڄاڻو. (9:62)

56. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن اوهان مان موت ڪنهن کي ويجهو ٿئي تہ وصيت ڪرڻ مهل ٻہ معتبر شاهد ڪريو جيڪي اوهان مان هجن يا ٻيا جڏهن اوهان مسافر هجو. (5:106)

57. نڪاح ڪرائي ڇڏيو ٻاڻ منجهان انهن جو جيڪي بنان نڪاح جي هجن. جيڪڏهن اهي مسڪين هجن تہ الله تعاليٰ انهن کي غني ڪري ڇڏيندو پنهنجي فضل سان. (32:24)

58. جيڪا عورت يا مرد بدڪار (زاني) هجي تہ انهن مان هرهڪ کي 100 ڪوڙا لڳايو ۽ توهان کي انهن تي ترس نہ اچي الله جي دين ۾. (2:24)

59. جيڪڏهن ڪو توهان کي ڪنهن لفظن سان سلام ڪري تہ توهان ان کان بهتر جواب ڏيو يا اهوئي چئي ڇڏيو. (86:4)

60. نيڪي ۽ پرهيزگاري ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪريو. گناهہ ۽ زيادتيءَ ۾ هڪٻئي جي مدد نہ ڪريو.

61. ڪپڙا صاف رکو ۽ پليتيءَ کان پري رهو پنهنجي رب لاءِ صبر ڪندو رهہ. (4_5_7:74)

62. اي ايمان وارؤ! شراب ۽ جوا ۽ تير ناپاڪ ئي آهن شيطاني ڪم، انهن کان بچندا رهو مَنَ توهان ڪامياب ٿيو. (90:5)

63. الله جي حضور ادب سان بيهو. الله کان بخشش گهرو الله بخشڻهار مهربان آهي. (2:199)

64. جڏهن فيصلو ڪريو ماڻهن ۾ تہ فيصلو انصاف سان ڪريو. واپس ڏيو امانتون انهن جي مالڪن کي. (58:4)

65. توهان جون زالون توهان لاءِ ٻني آهن پوءِ اچو پنهنجي ٻنيءَ ۾ جيئن وڻيوَ (عورت سان قربت ڪرڻ وقت اها جاءِ جتان نسل جاري ٿئي،

آبادي پيدا ٿئي اتي اچڻو آهي) (223:2)

66. جيڪي توهان مان مرن ۽ زالون ڇڏي وڃن ته اهي چار مهينا ڏهه ڏينهن پاڻ کي جهلين. پوءِ جڏهن انهن جي عدت پوري ٿئي ته عورتون پنهنجي معاملي ۾ شريعت مطابق جيڪو فيصلو ڪن، ان ۾ اوهان تي ڪو ڏوهه نه آهي. (234:2)

67. جيڪڏهن قرضي سچو هجي ته ان کي مهلت ڏيو سگهه تائين ۽ ان کي صفا قرض معاف ڪرڻ اوهان لاءِ ڀلو آهي جيڪر ڄاڻ هجيوَ. (280:2)

68. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن هڪ مقرر مدت تائين ڪنهن شيءِ جي ڏيتي ليتي ڪريو ته ان کي لکي ڇڏيو ٻن شاهدن سان مردن مان ۽ جي ٻي مرد نه هجن ته هڪ مرد ۽ ٻه عورتون. اهڙا شاهد جن کي پسند ڪريو. ٻه عورتون ان لاءِ جو متان هڪ وساري ته ٻي ان کي ياد ڏياري. (282:2)

69. جڏهن شاهد شاهدي لاءِ سڏيا وڃن ته انڪار نه ڪن. (282:2)

70. ماڻهن کي سندن پيئرن جا پٽ ڪري سڏيو (پٽ پيءُ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو) اهو الله وٽ انصاف آهي. (5:33)

71. الله لاءِ چڱا نالا آهن. پوءِ انهن سان کيس سڏيو. (يا رحيم، يا ڪريم، يا غفور....) (7:80)

72. اي ايمان وارؤ! انصاف تي خوب قائم ٿي وڃو الله جي واسطي شاهدي ڏيندي ڪٿي ان ۾ توهان جو نقصان هجي يا ماءُ پيءُ جو يا مائٽن جو جنهن تي شاهدي ڏيو سو دولت مند هجي يا مسڪين. (125:4)

73. ڏينهن جي ٻنهي طرفن ۾ (فجر ۽ سج لٿو) ۽ رات جي ڪجهه وقت گذرڻ تي نماز قائم ڪريو. بيشڪ نيڪيون بدين کي دور ڪن ٿيون. (39_40:50)

74. پنهنجي رب کان معافي گهرو پوءِ توبهه ڪريو. هو (الله) هڪ مقرر وقت تائين دنيا جي حياتيءَ ۾ اوهان کي چڱو فائدو ڏيندو. (11:3)

75. پنهنجي گناهن جي بخشش گهر ۽ پنهنجي رب جي حمد سان صبح ۽ شام پاڪائي بيان ڪر. (55:40)

76. پنهنجو هٿ پنهنجي گردن سان ٻڌل نہ رک (ڪنجوس نہ ٿيو) ۽ نہ پوريءَ طرح ان کي کولي ڇڏ (هٿ ڦاڙ) جو تون ويهين ملامت ڪيل ۽ ٿڪل. (29:17)

77. منهنجي سڌي واٽ تي هلو ۽ ٻين رستن تي نہ هلو جو توهان کي ان جي واٽ کان جدا ڪري ڇڏيندا. توهان کي اهو حڪم فرمايائين تہ من توهان کي پرهيزگاري ملي. (153:6)

78. پنهنجو پاڻ کي انهن سان مانوس رک (صحبت اختيار ڪر) جيڪي صبح شام پنهنجي رب کي پڪاريندا آهن ۽ ان جي رضامندي گهرندا آهن. تنهنجون اکيون انهن کي ڇڏي هيڏي هوڏي نہ ٻون (28:18)

79. اولاد کي سندن پيءُ جي نسبت سان سڏيو. اهو الله وٽ وڌيڪ چڱو آهي. جيڪڏهن اوهان کي انهن جا پيءُ معلوم نہ هجن، پوءِ اهي توهان جا دين ۾ ڀائر آهن ۽ انسانيت ۾ توهان جا سؤٽ آهن. (5:33)

80. اي ايمان وارؤ! توهان تي فرض آهي تہ جيڪي ناحق ماريا وڃن، تن جي خون جو بدلو وٺو. (178:2)

81. الله کان ڊڄو جنهن جي نالي سوال ڪندا آهيو ۽ رشتن جو لحاظ رکو. (1:4)

82. صبر ۽ نماز کان مدد وٺو. بيشڪ نماز ضرور ڳري آهي مگر انهن تي نہ آهي جيڪي دل سان رب طرف جهڪندڙ آهن. (2:45)

83. الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن ڳالهہ (ڪم) جو فيصلو ڪري تہ ان کي ايترو فرمائي ٿو تہ "ٿي وڃ" تہ اها بنان دير ٿي پوي ٿي. (117:2)

84. صبر ۽ نماز کان مدد وٺو. بيشڪ الله صبر وارن سان گڏ آهي. (152:2)

85. اوهان تي فرض آهي جو اوهان مان ڪنهن تي موت اچي، جيڪڏهن ڪجهہ مال ڇڏي ٿو تہ پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ مائٽن لاءِ دستور موافق وصيت ڪري وڃي. اهو پرهيزگارن تي واجب آهي.

86. اي ايمان وارؤ! اوهان تي روزا فرض ڪيا ويا آهن، جيئن اوهان کان اڳين تي فرض ڪيا ويا هئا تہ من اوهان پرهيزگار ٿيو. ڳڻيل ڪجهہ ڏينهن آهن. اوهان مان جيڪو بيمار يا سفر ۾ هجي تہ اوترا روزا ٻين ڏينهن ۾ رکي. جن کي روزي رکڻ جي طاقت نہ هجي، اهو هڪ

مسڪين جو کاڌو فديو ڏي (184:2)

87. الله جي واٽ ۾ خرچ ڪريو ۽ پنهنجي هٿان هلاڪت ۾ نہ پئو. چڱائي وارا ٿي وڃو بيشڪ چڱائي وارا الله کي پسند آهن. (95:2)

88. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ چڏي ڏيو جيڪو وياج باقي رهجي ويو آهي جيڪڏهن مسلمان آهيو. (278:2)

89. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو جيئن ان کان ڊڄڻ جو حق آهي ۽ اوهان مسلمان ٿي مرو. (102:3)

90. الله ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪريو من اوهان تي رحم ڪيو وڃي. (132:3)

91. (جيڪو فوتي ملڪيت ڇڏي وڃي) ورهاست وقت مائٽ ۽ يتيم ۽ مسڪين اچن تہ ان مان انهن کي بہ ڪجهہ ڏيو ۽ انهن سان سٺي ڳالهہ ڪريو (سنو ڳالهايو) (8:4)

# اسان جو رسول ڪريم محمد مصطفيٰ ﷺ

پاڻ ڪريم ﷺ جن سڀني نبين ۽ مرسلن جو مهڙ آهن. سندن اوليت جو ثبوت هن حديث مان ملي ٿو: "آءٌ نبي هئس جڏهن آدم اڃا پاڻي ۽ مٽيءَ وچ ۾ هو." يعني اڃا سندس بوتو ئي نه بڻيو هو. شاهه عبداللطيف فرمايو:

نڪي ڪن فيڪون هئي نڪو لڳ لحم
بڻيو هو نه بت ۾ اڃا ڪي آدم
مون تونهين سين سڱ اها ساڄاءِ سپرين

اسان جو رسول ڪريم ﷺ الله تعاليٰ جي سڀني اسمن ۽ صفتن جي جامع صورت آهي. لواري شريف جي بزرگ فرمايو:

عجب جهڙي آ حقيقت حبيب جي
نڪي ڇئبو سو ڏٺي نه ڪي مخلوقا
شفق جي ساڄاءِ جامع ليل نهار ڪي

الله تعاليٰ رسول پاڪ ﷺ جي وصفن، صفتن ۽ ڪمال کي اڳي ئي تقدير ۾ آڻي ڇڏيو. الله سائين جي رٿ ۽ خيال ۾ موجود هئا، پوءِ وجود ۾ آيا.

محي الدين ابن عربيءَ جو خيال آهي ته رسول ڪريم ﷺ جن انسانن مان آهي به ۽ نه به آهي. ماڻهن مان آهي، ڇاڪاڻ ته مخلوق آهي ۽ ماڻهن مان نه آهي ڇاڪاڻ ته هو خود ماڻهن کي روحاني وجود بخشي ٿو. هو سڀني مخلوقن جو محافظ ۽ نگهبان آهي. حضرت محمد ﷺ جن ساري مخلوق جي مرڪزي شخصيت آهي. سندس بغير هي جهان وجود ۾ اچي نه ٿي سگهيو. رسول پاڪ ﷺ لاءِ مختلف پهلو پيش آهن:

## حضرت محمد ﷺ اسان جهڙو بشر نه آهي

1. قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ رسول پاڪ ﷺ جي بيبين لاءِ فرمايو: "اي نبيءَ جون گهرواريون! اوهان ٻين عورتن جهڙيون نه آهيو." (33:32) جڏهن رسول پاڪ جون گهرواريون ٻين عورتن جهڙيون نه آهن، ته پوءِ

رسول پاڪ اسان جهڙا بشر نہ آهن.

2. الله تعاليٰ فرمايو: ”بيشڪ اهي جيڪي رسول ڪريم کي حجري (گهر) کان ٻاهران سڏن ٿا, انهن مان اڪثر بي عقل آهن. جيڪڏهن اهي صبر ڪن ها ايتري تائين جو توهان (رسول ڪريم ﷺ) پاڻ تشريف فرمايو ها تہ اهو انهن لاءِ بهتر هو ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. (49:4) هي اظهار الله سائين جو پنهنجي رسول ڪريم ﷺ لاءِ آهي، جنهن مان ظاهر آهي تہ رسول پاڪ ﷺ اسان جهڙو بشر نہ آهي.

3. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو: ”اوهان مون کي ياد ڪريو تہ مان توهان کي ياد ڪريان.“ (2:154) اهو هڪ قسم جو شرط آهي، پر پنهنجي رسول ڪريم ﷺ لاءِ فرمايو: ”اسان تنهنجي ذڪر (ياد ڪرڻ – شان) کي تنهنجي لاءِ بلند ڪيو.“ ان کان وڏيڪ ڪهڙي ياد آهي جو الله ۽ سندس ملائڪ هميشہ لاءِ رسول ڪريم ﷺ تي درود پڙهن ۽ ايمان وارن کي بہ تاڪيد ڪيو تہ ان تي درود پڙهو ۽ گهڻا سلام، ڇو تہ محمد ﷺ اسان جهڙو بشر نہ آهي. (94:4)

4. مصر جون مجازي عشق واريون عورتون چون ”الله جي پاڪائي آهي، هي (يوسف عليه السلام) تہ بشر جي جنس مان نہ آهي. هيءُ تہ عزت وارو ملائڪ آهي.“ پوءِ جنهن جي حسن کان سيني کي حسن مليو جنهن پاڪ ڪيو هدايت ۽ روشنيءَ وارو رستو ڏيکاريو, جيڪو مؤمن کي سندس ساهہ کان وڌيڪ پيارو آهي، ان لاءِ عشق حقيقي هجڻ گهرجي ۽ رسول پاڪ ﷺ کي سيني کان افضل سمجهجي. (12:31)

5. حضرت موسيٰ عليه السلام وٽ لٺ هئي، جيڪا ڪاٺيءَ جي هئي ۽ ڪنهن وڻ جي پيدائش هئي. جڏهن طور جبل تي پهتو تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان اها لٺ هيٺ ڦٽي ڪئي تہ ڇرندر نانگ ٿي پئي. وري جڏهن ان کي ڪنيائين تہ ساڳي لٺ ٿي پئي. هڪ سڪل ڪاٺيءَ ۾ الله تعاليٰ اهو اثر پيدا ڪيو ۽ اها لٺ ڪڏهن جبل تي هڻڻ سان پاڻي پئي ڪڍي تہ ڪڏهن درياءَ ۾ هڻڻ سان پاڻيءَ مان سڪو رستو پئي ڪڍي. پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي رسول ۾ ان کان وڌيڪ اثر رکيو جو جنگ بدر ۾ مٽيءَ جي مٺ ڀري رسول ﷺ اڇلائي تہ الله تعاليٰ فرمائي تہ اها مٺي تو نہ

اچلائي، پر الله اچلائي. (8:17) ان ڪري اسان جو رسول ڪريم ﷺ اسان جهڙو بشر نہ آهي.

6. حضرت سليمان ؑ ان ڪوِل جو آواز ٻڌي مشڪيو جيڪا ٻين ڪوِلين کي پئي چئي "توهان جلدي پنهنجن ٻرن ۾ وڃي لڪو متان بيخبريءَ ۾ حضرت سليمان ؑ جو لشڪر توهان کي چيتاڙي نہ چڏي" ڪول تہ ڳالهايو پر اسان جو رسول ڪريم ﷺ منافقن ۽ ڪافرن کي اهي ڳالهيون ٻڌائيندو هو جيڪي هو دل ۾ سوچيندا هئا يا ڪا خراب رٿ ڪندا هئا. ان ڪري اسان جو رسول ڪريم ﷺ بشر اسان جهڙو نہ آهي.

7. الله تعاليٰ انسانن کي پيدا ڪيو آزمائش لاءِ، عبادت لاءِ، پر الله رسول ﷺ کي پيدا ڪيو مسلمانن تي احسان ڪرڻ لاءِ، پاڪ ڪرڻ لاءِ، ڪتاب ۽ حڪمت سيکارڻ لاءِ، انسان ذات جي ڀلائي لاءِ. رسول ڪريم ﷺ اهو سيکاريو جيڪو نہ ڄاڻندا هئا. (3:164) رسول ڪريم ﷺ انسانن مان آهي پر اسان جهڙو بشر نہ آهي.

8. الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ کي جن ماڻهن پاڻ جهڙو بشر سڏيو انهن کي ظالم سڏيو آهي. جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي: "ظالمن پاڻ ۾ مخفي صلاح مشورو ڪيو آهي جو هي (رسول ڪريم ﷺ) ڪير آهي. توهان جهڙو انسان تہ آهي. ڇا جادوءَ وٽ ڏسي وائسي وڃو ٿا؟" (21:3) هن مان صاف ظاهر آهي تہ رسول پاڪ ﷺ اسان جهڙو بشر نہ آهي.

9. رسول ڪريم ﷺ جن جي پيدا ٿيڻ وقت پڙهيل ماڻهو بہ هئا. يهودين ۽ نصارن جا عالم بہ هئا. عرب جا ماڻهو بہ ڄاڻ وارا پڙهيل هئي، پر انهن سڀني جي علم جي حد يا درجو اسان جي رسول ڪريم ﷺ جي علم اڳيان ڪجهہ بہ نہ هئي. اهي هڪ ڄاڻ واري اڳيان اڻ ڄاڻ هئا. الله تعاليٰ سڀني کي ٻڌايو: "الله اهو آهي جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪ رسول پيدا ڪيو جيڪو انهن وٽ الله جون آيتون پڙهي ٿو ۽ کين پاڪ ڪري ٿو. کين ڪتاب ۽ حڪمت سيکاريندو آهي. بيشڪ اهي ان کان اڳ پري جي گمراهيءَ ۾ هئا." (62:2) هن مان ثابت آهي تہ اسان جو رسول ڪريم ﷺ سڀني کان مٿانهون آهي.

## محمد ﷺ ته هڪ رسول آهي (ڪهڙو رسول آهي؟)

1. الله جو اهو رسول آهي، جيڪو غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ ۽ مسلمانن کي سندن ساهه کان وڌيڪ مالڪ آهي.
2. اهو رسول جيڪو هر قوم جي واسطي هدايت ڪندڙ جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو ته: "تو لاءِ اڻ کٽ اجر آهي." (3 :68)
3. اهو رسول جيڪو عظيم اخلاق جو مالڪ آهي، جيڪو امين آهي ۽ صادق آهي. (4 :68)
4. اهو رسول آهي، جنهن لاءِ الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو: "بيشڪ الله ۽ سندس ملائڪ هن نبيءَ تي رحمت (درود) موڪلن ٿا ۽ اي ايمان وارؤ! توهان به مٿس درود ۽ گهڻا سلام موڪليو. (33 :56)
5. اهو رسول جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو: "اسان توکي رحمت ڪري موڪليو سموري جهانن لاءِ." (21 :107)
6. اهو رسول جنهن جي الله تعاليٰ دل ثابت رکي، قدم ثابت رکيا، قول ثابت رکيو. "توکي رسولن جون خبرون ٻڌايون ٿا جنهن سان تنهنجي دل مضبوط ڪريون." (11 :120) "اسان توکي ثابت قدم نه رکون ها ته قريب هو جو تون انهن جي طرف ڪجهه جهڪي پوين ها." (17 :74)
7. اهو رسول جنهن لاءِ الله سائين سمورن نبين کان واعدو ورتو ته "مان (الله) توهان کي جيڪي ڪتاب ۽ حڪمت مان ڏيان، پوءِ جڏهن اچي هي رسول جيڪو توهان جي ڪتابن جي تصديق ڪري ته ضرور مٿس ايمان آڻجو ۽ ضرور ان جي مدد ڪندا. (3 :81)
8. اهو رسول آهي جنهن لاءِ ڪافر چون ته تون رسول نه آهين پر محمد آهين (13:43) ۽ الله چوي ته تون محمد نه پر رسول آهين. (3 :144)
9. اسان "الحمد" ۾ الله کان دعا گهرون ته "اسان کي سڌي رستي تي هلاءِ" ۽ الله پنهنجي رسول لاءِ چوي ته "بيشڪ تون سڌي رستي تي آهين." اسان "الحمد" ۾ چئون "اي الله! اسان کي گمراهن جي رستي تي هلڻ کان بچاءِ" ۽ الله پنهنجي رسول لاءِ چوي ته: "توهان جو صاحب نه ڀلو

(گمراهہ نہ ٿيو) ۽ نہ واٽ ڇڏي هليو." (2: 53)

10. اسان چئون "اي الله! اسان کي صحيح فيصلي ڪرڻ جي قوت بخش ۽ سمجهہ عطا ڪر." پر الله تعاليٰ پنهنجي رسول ڪريم ﷺ لاءِ چوي: "اسان تنهنجي طرف ڪتاب نازل ڪيو جيئن تون ماڻهن ۾ فيصلو ڪرين جيئن الله توکي ڏيکاريو."

11. اهو رسول جيڪو پنهنجي خواهش سان نٿو ڳالهائي، مگر وحي وسيلي جيڪو الله طرفان موڪليو وڃي ٿو. (53: 4-3)

12. اهو رسول جنهن لاءِ الله ٻڌايو "جن کي اسان ڪتاب ڏنو سي هن نبيءَ کي سڃاڻن ٿا جيئن پنهنجي پٽن کي سڃاڻيندا آهن." (6: 20)

13. اهو رسول جنهن جي دعا قلبن جو سڪون آهي. هي رسول ڪريم ڏئي تہ پاڪ ڪري، جي ونـي تہ بہ پاڪ ۽ صاف ڪري. (9: 103)

14. اسان الله کان دعا گهرندا آهيون تہ: "اي الله! اسان تي اهڙو بار نہ رک، جنهن جي ڪٽڻ جي اسان ۾ طاقت نہ آهي." (3:286) پر رسول ڪريم ﷺ لاءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ: "اسان توکان اهو بار لاهي ورتو جنهن تنهنجي پٺي توڙي ڇڏي هئي." (94: 3) پر رسول ڪريم ﷺ کي اها قوت ڏنائين جيڪا الله ٻڌائي "جيڪڏهن توهان ان امي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ رسول جي پيروي ڪندؤ تہ اهو توهان جا بار لاهيندو ۽ ڳچيءَ سا ڳٽ لاهيندو." (7: 157)

15. اهو رسول جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو: "ايمان واري عورت جيڪڏهن پنهنجي جان نبيءَ جي نذر ڪري (مهر کان سواءِ) ۽ نبي ان کي پنهنجي نڪاح ۾ آڻڻ چاهي، هي خاص تنهنجي (رسول ﷺ) جي واسطي آهي، امت جي واسطي نہ آهي." (13: 50)

16. اهو رسول جنهن کان سوال ڪافر ڪن ۽ جواب الله ڏي.

17. سيني رسولن ۽ ايمان وارن اهو چيو: "اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ الله هڪ آهي ۽ ان کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي." الله تعاليٰ فرمايو: "الله ڪافي شاهد آهي تہ محمد الله جو رسول آهي. (49: 29)

18. اهو رسول جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو: "توهان ان قبلي ڏانهن منهن ڪريو جنهن ۾ توهان راضي هجو." ڪعبة الله ڏانهن (2:244) وڏيڪ

فرمايو: ”مان توکي ايترو ڏيندس جو تون راضي ٿي ويندين.“ (5: 93)
الله تعاليٰ رسول پاڪ ﷺ جي راضپي جو خيال رکيو بين رسولن الله کي راضي ڪرڻ جو خيال رکيو جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام کي الله پاڪ فرمايو تہ ”پنهنجي قوم کي ڇڏي طور جبل تي ڇو اچڻ ۾ جلدي ڪئي.“ حضرت موسيٰ عليه السلام فرمايو تہ ”جلدي ان ڪري ڪيم جيئن تون راضي ٿئين.“ (20 :84)

19. اهو رسول جنهن لاءِ الله ٻڌايو تہ: ”توهان جي الله ماڻهن کان حفاظت فرمائيندو.“ (5 :67)

20. اهو رسول جنهن کي الله تعاليٰ مسجد الحرام (بيت الله) کان مسجدِ اقصيٰ تائين سير ڪرايو جنهن جي چوڌاري الله برڪت رکي ۽ وڏيون نشانيون ڏيکاريون. (پوءِ اتان معراج لاءِ ويا. (17:1)

21. اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن لاءِ الله تعاليٰ اڳين ڪتابي قومن خاص طرح يهودين ۽ عيسائين کي آڇ ڪئي، انهن سان سودو ڪيو تہ هن رسول تي ايمان آڻيو ان جا فرمانبردار ٿيو تہ توهان کي ٻيڻو اجر ڏيان ۽ توهان لاءِ نور پيدا ڪري جنهن ۾ توهان هلو. (57:28)

22. اهو رسول آهي جنهن لاءِ الله تعاليٰ کيس راضي ڪرڻ لاءِ ٻين کي تاڪيد ڪيو جيئن پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو: ”الله ۽ رسول جو حق وڏيڪ هو جو ان کي راضي ڪن ها جيڪڏهن ايمان وارا آهن.“ (9:62) ”ڪهڙو نہ چڱو هجي ها جيڪڏهن اهي راضي ٿين (رسول ڪريم جي صدقي ورهائڻ ۾) ان تي جيڪي الله ۽ سندس رسول انهن کي ڏنو.“ (9:59) ”الله راضي ٿيو انهن کان جيڪي وڻ جي هيٺان رسول سان بيعت ڪن ٿا.“ (48:18)

23. اسان سڀ الله جا ٻانها آهيون ۽ الله اسان کي پنهنجو ٻانهو سڏيو پر الله سائين رسول ڪريم ﷺ کان بہ اسان کي ان جو (رسول ڪريم ﷺ جو) ٻانهو سڏايو آهي، جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي: ”تون (رسول) فرماءِ اي منهنجا ٻانهؤ! جن پنهنجو پاڻ تي زيادتي ڪئي اهي الله جي رحمت کان مايوس نہ ٿين. بيشڪ الله سمورا گناهہ بخشي ٿو. الله بخشڻهار مهربان آهي.“ (39:53)

24. اهو رسول جنهن لاءِ الله تعاليٰ ايمان وارن جي دلين ۾ رسول ڪريم ﷺ جي فرمانبرداري، عزت ۽ احترام رکيو. رسول ڪريم ﷺ جي مدد ۽ حڪم مڃڻ لاءِ تيار هوندا هئا. زخمن هوندي به جهاد لاءِ جڏهن رسول ڪريم ﷺ جو سڏ ٿيندو هو ته هڪدم حاضر ٿيندا هئا. (172:3) ٻين رسولن جا امتي انهن جي چوڻ ۾ ايترا نه هئا. جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام لاءِ الله ٻڌايو: "اي منهنجا رب! منهنجي وس نه آهي مگر پنهنجو ۽ پنهنجي ڀاءُ جو." (25:5) شام ملڪ ۾ رهڻ لاءِ جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام قوم کي چيو ته الله اها زمين توهان جي رهڻ لاءِ لکي ڇڏي آهي، چوڻ لڳا اتي طاقت وارا رهن ٿا، اسان نه وينداسين. تون ۽ تنهنجو رب ٻئي انهن سان وڙهو اهي اتان نڪرن ته پوءِ وينداسين." (24:5)

25. الحمد (فاتح) هڪ قرآن جي سورت آهي ۽ قرآن ۾ آهي، پر ان جو شان اهو آهي جڻ قرآن کان جدا آهي. جيئن الله قرآن پاڪ ۾ ٻڌايو "بيشڪ اسان توکي ست آيتون (الحمد شريف) ڏنيون، جيڪي دهرايون (وري وري پڙهبيون آهن نماز ۾) وينديون آهن ۽ عظمت وارو قرآن." (87:15) اهڙيءَ طرح جبرئيل عليه السلام به ملائڪن مان آهي پر الله تعاليٰ ان جو شان سيني ملائڪن کان مٿي ڪيو ۽ انهن کان جدا ڪيو جيئن الله تعاليٰ مقدس ڪتاب ۾ ٻڌايو: "ملائڪ ۽ جبرئيل ان جي درگاهه طرف عروج ڪندا آهن." (4:70) اهڙي طرح اسان جو محمد ﷺ اهو اهو رسول آهي، جنهن جو شان ۽ درجو سيني رسولن کان مٿي آهي ۽ اهو رسولن کان جدا آهي.

26. اهو رسول آهي جنهن لاءِ الله سائين کيس فرمايو: "اي محبوب! تون فرماءِ ته اي انسانؤ! جيڪڏهن توهان الله کي دوست رکڻ چاهيو ٿا ته منهنجا فرمانبردار ٿي وڃو (رسول ڪريم ﷺ جي راضپي تي هلو) ته الله توهان کي دوست رکندو ۽ توهان جا گناهه بخشيندو." (31:3)

27. اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن کي قيامت جي اچڻ جي خبر آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته "تو کان قيامت بابت پڇن ٿا ته ڪڏهن ايندي، توکي ان بيان سان ڪهڙو واسطو. تنهنجي رب تائين ان جي نهايت آهي."

(42_43_44:79)

28. علم ٽن قسمن جو آهي: (1) علم اليقين: ڪنهن اڻ ڏٺل شيءِ جو بيان ڪجي (ٻڌڻ) (2) عين اليقين: ڪنهن ڏٺل شيءِ جو بيان ڪجي (ڏسڻ) (3) حق اليقين: ڪنهن شيءِ تي تجربو ڪري ان جو بيان ڪجي. رسول ڪريم ﷺ ۾ سموريون خصوصيتون موجود هيون.

29. اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن لاءِ الله سائين کان حضرت ابراهيم عليه السلام ڪعبة الله جون پيڙهيون ٺاهيندي دعا پيو گهري "اي اسان جا پالڻهار! انهن ۾ وڏي شان وارو رسول انهن مان ئي موڪل، جيڪو مٿن تنهنجون آيتون پڙهي، کين تنهنجو ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ۽ کين پاڪ ڪري بيشڪ تون غالب حڪمت وارو آهين." (129:2)

30. اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن کي اڳيان ڪتاب وارا (يهودي ۽ نصاريٰ) ائين سڃاڻندا آهن، جيئن انسان پنهنجن پٽن کي سڃاڻندو آهي. بيشڪ انهن مان هڪ ٽولو ڄاڻي واڻي حق لڪائي ٿو. (146:2)

31. اهو رسول پاڪ ﷺ جنهن جي پاڪ نظر ۽ هدايت تي نيڪ ٻانها (ابرار) پيدا ٿيا. رسول ڪريم ﷺ جي قول ۽ رحمت جو اثر قيامت تائين هلندو پيو. ابرار (نيڪ ماڻهو) پيدا ٿيندا پيا، الله تعاليٰ انهن ابرارن جي ڪمن ۽ رسول پاڪ ﷺ جي غلامي ۽ محبت ۽ د حبت ڪري سندن اعمال ناما لکت جي صورت ۾ بند ڪري انهن تي مهر لڳائي آهي. اهي مُهر لڳل دستاويز (لکت) اوچين ماڙين ۾ پيل آهن. انهن مهر لڳل لکتين جي زيارت مقرب ملائڪ ڪندا آهن. مقدس ڪتاب ۾ آهي: "بيشڪ نيڪن (ابرارن) جي لکت سڀ کان اچين ماڙين 'عليين' ۾ آهي ۽ توکي ڪهڙي خبر تہ عليين جي حقيقت ڇا آهي؟ اها لکت هڪ مهر لڳل 'لکيو' آهي جو مقرب (ملائڪ) ان جي زيارت ڪندا آهن. (21:83) پوءِ رسول پاڪ ﷺ کي جن محبت سان ڏٺو انهن لاءِ الله ڪيترو اجر لکيو هوندو ان جو ڪو انداز نہ آهي ۽ جيڪي رسول پاڪ ﷺ جي روضي مبارڪ تي وڃي ان جي زيارت ڪن ٿا، درود ۽ سلام پيش ڪن ٿا، اهي انهن مقرب (ملائڪن) کان وڌيڪ آهن.

32. اهو رسول پاڪ ﷺ جنهن لاءِ الله سائين حڪم فرمايو: "اي ايمان وارؤ! ان رسول ڪريم تي درود پڙهو ۽ گهڻا سلام موڪليو." (33:56) چاڪاڻ تہ الله سائين اسان ڏي رسول ڪريم ﷺ موڪلي وڏو احسان ڪيو آهي. (3:164) اسان جو فرض آهي تہ ان رسول پاڪ تي درود پڙهون ۽ خوب سلام موڪليون جو اسان کي نعمت ملي. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "احسان جو بدلو سواءِ احسان جي ٻيو ڇا آهي." (55:60) رسول پاڪ ﷺ جو ٻہ اسان سيني تي احسان آهي، جيڪو پاڪ ڪري ٿو ۽ نعمتون ڏي ٿو زندگي بخشي، سڌاري ۽ سنواري ٿو. (8:24)

33. ٻين رسولن ۽ نبين پنهنجي قوم جي ماڻهن لاءِ جن تڪليف ڏني ۽ ايمان نہ آندو الله تعاليٰ کان بددعا گهري. حضرت نوح ۽ موسيٰ عليهم السلام تہ بددعا ڪئي انهن ماڻهن کي الله ختم ڪري، عذاب آڻي. پر اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن لاءِ الله تعاليٰ ٻڌايو "مون کي رسول جي ان قول جو قسم تہ اي منهنجا رب! هي ماڻهو ايمان نٿا آڻن پوءِ انهن کان درگذر ڪر." (43:89) ڪوڙو چوندڙ رسولن کي ۽ تڪليف ڏيندڙن لاءِ تہ اڳين نبين سڳورن بددعا گهري انهن لاءِ پر رسول ڪريم ﷺ جي وقت ۾ رسول ڪريم ۽ قرآن پاڪ کي ڪوڙو چوندڙن پاڻ لاءِ الله کان بددعا گهري "اي الله! جيڪڏهن اهو ئي تنهنجي طرفان حق آهي تہ اسان تي آسمان کان پٿر وساءِ يا اسان تي دردناڪ عذاب آڻ." (8:32) الله تعاليٰ ٻڌايو "الله جو ڪم نہ آهي انهن کي عذاب ڏيڻ جيستائين توهان (رسول ڪريم) انهن ۾ موجود هجو. (8:33)

34. اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن جو ذڪر سمورن ڪتابن ۾ موجود آهي، جيڪي الله تعاليٰ پنهنجي رسولن تي نازل فرمايا.

35. اهو رسول جنهن جي دربار ۾ ايمان وارا حاضر ٿين، پوءِ رسول ڪريم ﷺ کي الله تعاليٰ ٻڌائي "توهان انهن کي فرمايو تہ توهان تي سلامتي توهان جي رب پنهنجي ڪرم جي ذمي رحمت لازم ڪئي آهي. (6:54)

36. اهو رسول ڪريم ﷺ جيڪو مصدق آهي. عالم، علم مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي "ڄاڻ وارو". ان مان فائدو يا خبر نہ پوندي،

جيستائين اهو عالم معلم (ڄاڻ ڏيندڙ- ٻڌائيندڙ) نہ ٿئي. اهڙيءَ طرح صادق (سچار) صدق مان نڪتو آهي ۽ اها ڳالهہ هر ڪنهن جي وس جي نہ آهي، سواءِ الله تعاليٰ جي مدد جي، جو اهو صادق، مصدق (تصديق ڪندڙ- اصل حقيقت ٻڌائيندڙ) نہ ٿئي.

قرآن مجيد جيڪو اسان جي رسول ڪريم ﷺ تي نازل ٿيو اهو لوح محفوظ جو تفصيل آهي ۽ جيڪي بہ ٻيا آسماني ڪتاب ۽ صحيفا يا انهن جو علم بہ لوح محفوظ مان ورتل آهي ۽ الله تعاليٰ جيڪي چاهيو اهو علم ٻين نبين کي مليو پر رسول ڪريم ﷺ تصديق ڪندڙ آهي سموري لوح محفوظ جي تفصيل جي. نہ رڳو اڳين نبين جي ڪتابن جي، پر جيڪو انهن سان گڏ هو معجزا، چٽا دليل، حڪمت وغيره. اسان جو رسول ڪريم ﷺ تصديق ڪندڙ آهي حسين عليہ السلام جي تہ "حسين مون منجهان آهي ۽ مان حسين مان آهيان." اسان جو رسول ڪريم ﷺ تصديق ڪندڙ آهي حضرت علي عليہ السلام جي تہ "مان علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي."

37. اهو رسول ڪريم ﷺ جنهن جي ڪري الله تعاليٰ ان وقت جي ڪافرن ۽ مشرڪن کي بہ پڪڙ نہ ڪري انهن تي پنهنجو عذاب نہ آڻي، جيئن پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايل آهي: "الله جو ڪم نہ آهي انهن کي عذاب ڏيڻ جيستائين اي محبوب! تون انهن ۾ موجود هجين."

38. اهو رسول ﷺ جيڪو ڪتاب (قرآن) ۽ حڪمت سيکاري ٿو ۽ اهو جيڪو توهان نہ ڄاڻندا هئا. جنهن کي حڪمت ملي، تنهن کي خيرِ ڪثير (گهڻي ڀلائي) ملي. (2:219) يعني اهو رسول ڪريم جيڪو گهڻي ڀلائي عطا ڪري.

39. اهو رسول جنهن زمين تي جماعت ناهي ۽ انهن جي امامت ڪئي ۽ الله تعاليٰ جي تعريف بيان ڪئي جيئن ڪيس سيکاريو ۽ ڏسيو ويو. الله تعاليٰ مٿي جماعت ناهي ۽ ان جي امامت ڪئي ۽ جماعت کي سيکاريو ويو تہ اهو چون جيڪو امام چوي يعني رسول ڪريم ﷺ تي درود پڙهن.

40. اهو رسول جنهن کي مڪي مڪرمہ جي ماڻهن چاليهہ سال "ڏٺو"، ان

جي بيشمار خوبين ڪري کيس "امين" ۽ "صادق" سڏيو. رسالت ملڻ کان پوءِ انهن ماڻهن ٺيوبهہ سال کيس "ٻڏو" تہ ان سان جهڳڙو ڪرڻ لڳا. رسالت کان اڳ ۾ جڏهن پاڻ ڪا امانت رکن تہ اها کين ملندي هئي، پر جڏهن الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ وٽ پنهنجي امانت (قرآن مجيد) رکي تہ جهڳڙو ۽ شرارت ڪرڻ لڳا.

41. اهو رسول

علم اڳيون پوئيون معلوم محبوبن
نالي ونئي جنهن جي لکيا ڏوهہ لهن (گرهوڙي)

42. الله تعاليٰ جي ساراهہ رب العالمين سان ڪئي وئي آهي. جتي اهو رب العالمين آهي، اتي اسان جو رسول ڪريم ﷺ رحمة للعالمين آهي.

الله تعاليٰ ٻڌايو تہ هيءُ اهو رسول آهي، جيڪو سيکاري ٿو توهان کي اهو علم، جنهن جي ڄاڻ توهان کي نہ هئي.

اهو ڪهڙو علم آهي، جنهن جي ڄاڻ ماڻهن کي نہ هئي، حالانڪ ان وقت ۾ بہ هر قسم جا مدبر هئا، جن جي تحقيق ۽ تدبر دنيوي زندگي گذارڻ لاءِ هوندي هئي. رڳو ڇهن شين جي ڄاڻ هئي، جيڪي هن دنيا جي موڙي آهن يعني زال، پٽ، سون چاندي، سواري، مال ۽ پوکون (زمين). اها موڙي ايتري تائين جيتري گڏ ڪندڙ جي حياتي آهي ۽ وڌ ۾ وڌ 100 سال هجي. ان وقت جي علم رکندڙن کي پاڪ ڪتاب ۾ اڻ پڙهيل سڏيو ويو. جڏهن اسان جو پيارو رسول ڪريم ﷺ هن دنيا ۾ تشريف فرما ٿيو تہ ان وقت ۾ بہ ماڻهو پڙهيل هئا، پر فقط هن دنيا سان واسطي رکڻ جو علم هو ۽ اهڙن کي اڻ ڄاڻ سڏيو ويو. جيئن الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي تہ "اهو ئي آهي (الله) جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪ رسول موڪليو جو انهن تي ان جون آيتون پڙهي ٿو ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو. بيشڪ اهي ان کان اڳي کليل گمراهيءَ ۾ هئا." (62:2)

اسان جي رسول ڪريم ﷺ اسان کي اهو علم عطا ڪيو جيڪو کيس الله تعاليٰ طرفان ڏيکاريو ۽ ڏنو ويو.

(1) اڳ ۾ ڇهن ڳالهين جو ذڪر آيو تہ اهي ڪيئن حاصل ڪجن ۽ وڌائجن. اسان جي رسول ڪريم ﷺ جن اهو سيکاريو تہ انهن ڇهن

شين کي ڪيئن استعمال ڪجي جو پاڪ ٿيو ۽ اهي توهان لاءِ حلال ٿين. انهن جو شڪر ڪيئن ڪريو جيئن حياتي سڌري ۽ سنوارجي. معاشرو امن وارو ۽ انصاف وارو ٿئي، فساد نہ هجي، فريب نہ ٿئي، اجائي سڌ نہ ڪجي.

(2) اهو علم سيکاريو تہ انسان پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي، سوچي، غور ڪري تہ اهو ڪيئن پيدا ٿيو ۽ ڇا لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي. ان کي سڌاريندڙ ڪير آهي ۽ بگاڙيندڙ ڪير آهي؟ سڌارڻ سان ڇا ملندو ۽ بگاڙڻ سان ڪهڙو نقصان ٿيندو؟

(3) اهو علم سيکاريو جنهن سان اڻ کٽندڙ زندگي، دائمي زندگي، قبر واري زندگي ۽ آخرت واري زندگي گذارڻ جون نعمتون ۽ نوازشون ملن، جيڪا راحت ۽ سڪون واري زندگي آهي ۽ اهو آهي يقين ڪرڻ، مڃڻ، فرمانبرداري ڪرڻ، ايمان آڻڻ الله ۽ ان جي رسول تي، جيڪي رسول ڪريم ﷺ فرمائن اهو حق آهي، اهو الله تعاليٰ جو حڪم آهي، جيئن ٻڌايو تہ الله تعاليٰ جي عبادت ڪريو شرڪ نہ ڪريو قرآن مجيد کي الله تعاليٰ جو موڪليل پاڪ ڪتاب مڃو جيڪو نور آهي، هدايت آهي، شفا آهي، نصيحت آهي، رسول ڪريم ﷺ زندگي سنواري ٿو حياتي ناهي ٿو پنهنجي ڪردار سان، قرآن سان، قول سان.

(4) اهو علم سيکاريو تہ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻيو جيڪو انصاف جو ڏينهن آهي، جنهن لاءِ هن دنيا ۾ تيار ٿيڻو آهي. الله تعاليٰ ان ڏينهن لاءِ تياري لاءِ ڪهڙا انتظام ڪيا آهن ۽ ان ڏينهن سيني کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ لاءِ ڪهڙا انتظام ڪيا آهن ۽ ان ڏينهن ڪان پوءِ ڇا ٿيندو. ان جو سمورو علم اسان کي ڏنو آهي، جيڪو اڳ ۾ اهو علم ڪنهن وٽ بہ نہ هو.

(5) اهو علم اسان کي عطا ڪيو تہ دنيا ۾ ڪل بہ جماعتون يا بہ ٽولا آهن. هڪڙي جماعت الله جي آهي جن جا اڳواڻ الله تعاليٰ جا چونڊيل ٻانها، نبي يا رسول جي صورت ۾ آيا ۽ آخري رسول اسان جو رسول پاڪ ﷺ آهي جو سيني جي اڳواڻي ڪري ٿو رهبري ڪري ٿو دين اسلام جي واٽ ڏيکاري ٿو تہ الله تعاليٰ جي عبادت ڪهڙي آهي ۽ ڪيئن ڪجي؟ ان ۾ ڇا چوڻو آهي ۽ الله تعاليٰ وڪان ڇا گهرڻو آهي؟ ٻيو ٽولو

شيطان جو آهي. جيڪو الله تعاليٰ جي ٽولي جي مخالفت ڪري ٿو ان جو دشمن آهي. الله جي ٽولي کي ڪارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. الله جي جماعت جا ماڻهو وري شيطان جي ٽولي جي ماڻهن کي سڏن ٿا. پوءِ انهن مان ڪي الله جي جماعت ۾ شامل ٿين ٿا. اسان کي رسول پاڪ ﷺ اهو علم عطا ڪيو تہ انهن ٻنهي ٽولن کي الله تعاليٰ ڪهڙيون ڪهڙيون شيون ڏنيون ۽ وٺايون جو اهي انهن تي قائم آهن.

## حضور ﷺ ڪريم جن جي دربار

1. جيڪڏهن اهي (ايمان وارا) پاڻ تي ظلم (گناهہ. حد ٽپڻ) ڪري ويهن ۽ اهي تنهنجي دربار ۾ حاضر ٿين. پوءِ الله کان معافي گهرن ۽ رسول انهن جي شفاعت فرمائي تہ ضرور الله کي گهڻو توبهہ قبول ڪندڙ ۽ مهربان لهندا. (64:4)
2. ايمان وارا اهي آهن جن الله ۽ رسول تي يقين ڪيو (دل سان ايمان آندو) ۽ جڏهن رسول سڏي ڪنهن اهڙي ڪم لاءِ تہ حاضر ٿين جنهن ڪم لاءِ سڏيا ويا هجن تہ اهي نہ وڃن جيستائين اجازت نہ وٺن. جنهن لاءِ گهرين تون ان کي اجازت ڏي. (62:25)
3. جڏهن منافق تنهنجي دربار ۾ اچن ٿا. چون ٿا تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ بيشڪ حضور الله جا رسول آهن ۽ الله ڄاڻي ٿو تہ بيشڪ تون ان جو رسول آهين ۽ الله شاهدي ڏئي ٿو تہ منافق ڪوڙا آهن. زبان سان ايمان آڻن ٿا ۽ دل سان ڪفر ڪن ٿا. (1:63)
4. الله تعاليٰ مقدس ڪتاب ۾ ٻڌايو تہ جڏهن رسول ڪريم ﷺ جي دربار ۾ حاضر ٿيو ڪنهن مخفي ڳالهہ ڪرڻ لاءِ يا مشورو وٺڻ لاءِ تہ رسول پاڪ ﷺ سان ڳالهائڻ کان اڳ صدقو ڏيو. (12:58)
5. حضور ڪريم ﷺ جي دربار ۾ جڏهن توهان کي چيو وڃي تہ جاءِ ڏيو تہ پوءِ بيشڪ مجلس ۾ جاءِ ڏيو. الله توهان کي جايون ڏيندو ۽ جيڪڏهن حضور ڪريم ﷺ جن دربار ۾ چئجي تہ اٿي بيهو تہ پوءِ اٿي بيهو. الله توهان جا درجا وڌائيندو. (11:58)

6. جڏهن انهن (منافقن – مشرڪن) کي چيو وڃي ٿو تہ اچو تہ الله جو رسول توهان جي واسطي معافي گهري تہ پنهنجي مٿي کي ڦيري ڏيندا آهن. تون انهن کي ڏسين وڏائي ڪندڙ ۽ منهن ڦيريندڙ. (15:63)
7. رسول ڪريم وٽ وڃڻ، قرآن ٻڌڻ ۽ رسول ڪريم ﷺ کي ڏسڻ سان جنّ بہ رسول ٿيا. جيئن قرآن مجيد ۾ آهي "جڏهن اسان تنهنجي طرف ڪيترا ئي جنن جا ٽولا ڦيرايا ڪنُ لائي قرآن ٻڌڻ واسطي، جڏهن اتي حاضر ٿيا چيائون ماٺ ڪريو. پوءِ جڏهن قرآن جو پڙهڻ پورو ٿيو تہ موٽيا ڊيڄاريندڙ (رسول) ٿي ڪري، حضور ڪريم ۽ قرآن تي ايمان آڻي. (19:47)
8. ڇا تو انهن کي نہ ڏٺو جن کي بري مشوري کان منع ڪئي وئي. وري بہ اهو ئي ڪن ٿا جنهن کان روڪيا ويا.... رسول جي نافرمانيءَ جا صلاح مشورا ڪن ٿا ۽ جڏهن تنهنجي دربار ۾ حاضر ٿين ٿا تہ انهن لفظن سان توکي سلام ڪن ٿا، جيڪي لفظ الله تنهنجي اعزاز ۾ نہ فرمايا ۽ پنهنجي دلين ۾ چون ٿا تہ اسان کي الله اهڙن لفظن چوڻ تي عذاب ڇو نہ ٿو ڪري، انهن کي جهنم ڪافي آهي، ان ۾ ڌڪجي ويندا. ڪهڙي نہ بري جاءِ آهي موٽڻ جي. (8:58)
9. جيڪي الله جي آيتن کي مڃي رسول ڪريم ﷺ جي دربار ۾ اچن، انهن لاءِ الله ٻڌايو "اي رسول! کين ٻڌاءِ تہ توهان تي سلامتي ۽ رب رحمت نازل ڪئي." (54:6)
10. اي ايمان وارؤ! پنهنجو آواز هن نبيءَ جي آواز کان مٿي نہ ڪريو ۽ ان جي دربار ۾ رڙ ڪري نہ ڳالهايو، متان توهان جا نيڪ عمل ڇٽ نہ ٿي وڃن ۽ توهان کي خبر بہ نہ پوي. (2:49)
11. حضور ﷺ جي دربار ۾ جيڪي چون "اسان ٻڌو نہ مڃيو ٻڌ ۽ تون نہ ٻڌايو وڃين" الله اهڙن لاءِ فرمايو "انهن لاءِ ڀلو هو جو چون ها اسان ٻڌو ۽ مڃيو. حضور اسان جي ٻڌو ۽ اسان تي نظر فرمايو." اهڙن تي الله لعنت ڪئي ڪفر جهي سبب. (46:4)
12. جيڪي رسول ڪريم ﷺ جي اڳيان پنهنجو آواز جهڪو ڪندا آهن، انهن جي دلين کي الله پرهيزگاريءَ لاءِ آزمايو ۽ انهن لاءِ بخشش ۽

وڏو اجر آهي.

13. (ڪافر ۽ مشرڪ) سموربون نشانيون ڏسن تہ بہ ايمان نہ آڻيندا، ايستائين جو تنهنجي دربار ۾ توسان جهڳڙو ڪندي حاضر ٿين تہ ڪافر چوندا هي تہ نہ آهن مگر اڳين جون آکاڻيون (قرآن لاءِ)... انهن کي سمجهہ ڪونهي. (26:6)

## حقيقت محمدي

1. رسول ڪريم ﷺ جن جو علم الله تعاليٰ جي سيکارڻ ۽ ٻڌائڻ سان آهي. پاڻ سڳورا ﷺ ظاهري پڙهيل نہ هئا، امي هئا. پر الله تعاليٰ جا سمورا دفتر رسول پاڪ ﷺ ڄاڻندو هو. سندس ثنا ۽ صفتون الله تعاليٰ اڳ موڪليل ڪتابن خاص طرح توريت ۽ انجيل ۾ ان وقت جي رسولن ۽ سندن قومن کي ٻڌايون. کين تاڪيد ڪيو متس ايمان آڻڻ، تعظيم ڪرڻ ۽ مدد ڪرڻ جو ۽ سندس ڄاڻايل وصفن کي ماڻهن کي ٻڌائڻ جو. (157:7)
2. رسول ڪريم ﷺ جن جو جبرئيل کان الله تعاليٰ جو موڪليل قرآن پاڪ ٻُڌي ياد ڪرڻ ۽ جيڪي ياد ڪيو ان کي بيان ڪرڻ سندس بشري صفت نہ هئي، پر مَلڪي ۽ نوري صفت هئي. جيئن الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو "اي محبوب! ان (قرآن) کي ياد ڪرڻ لاءِ پنهنجي زبان تکڙي نہ هلاءِ (جيئن ياد ڪرڻ لاءِ وري وري پيرا ڏجن) ان کي سيني ۾ رهائڻ ۽ پڙهڻ اسان جي ذمي آهي. ان جو پڌرو ڪرڻ بہ اسان جي ذمي آهي." وڌيڪ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو ويو "اهو توکي پڙهائيندو جو تون نہ وساريندين." ويسر بہ هڪ بشري جبلت آهي، جنهن کان اسان جو رسول ﷺ پاڪ آهي ۽ نہ وسارڻ الله پاڪ جي خاصيت ۽ صفت آهي. 6:87 – 16:75 کان 19)
3. آسمانن ۽ زمين ۾ الله کان ڪابہ شيءِ غائب نہ آهي. جيڪي بہ شيون آسمانن ۽ زمين ۾ آهن، ننڍيون يا وڏيون آهي سڀ لوح محفوظ ۾ ڄاڻايل آهن. جيڪي بہ شيون لوح محفوظ ۾ ڄاڻايل آهن، انهن سيني

جو تفصيل قرآن مجيد ۾ آهي. جيڪي بہ ڳالهيون قرآن مجيد ۾ آهن، اهي سڀ الله تعاليٰ پنهنجي رسول ڪريم تي پڙهيون، ٻڌايون ۽ سيڪاريون. الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ کي اهي ڳالهيون ڏيکاريون، جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن. (ملائڪ، بهشت، دوزخ، جنّ، حورون) رسول ڪريم ﷺ نہ رڳو اهي شيون ڏٺيون، پر انهن سڀني شين جي پيدا ڪندڙ جو ديدار نصيب ٿيو. (61:10_10:17_6:59)

4. انسان هن دنيا ۾ جيڪي بہ سٺا يا خراب ڪم ڪري ٿو اهي ڪم لکڻ وارا (ڪرامًا ڪاتبين) لکي رهيا آهن. جيڪي ڪم لکي رهيا آهن، اهي هڪ ڏينهن (قيامت) ۾ کين ڏسيا ويندا. پوءِ انهن کي سندن عمل (ڪم) جو پورو ڦل ملندو اجر يا عذاب. مؤمن گنهگار لاءِ اسان جو رسول پاڪ الله سائين کي شفاعت جي سفارش ڪندو. سفارش ان جي هلندي، جنهن کي الله تعاليٰ طرفان اجازت ملندي، اجازت ان کي ملندي، جنهن کان الله تعاليٰ راضي هوندو پسند ڪندو. الله سائين ان ڏينهن (قيامت ۾) اسان جي رسول پاڪ ﷺ کان راضي هوندو ڇوتہ ان ڏينهن رسول پاڪ جو مقام ﷺ (ويهڻ جي جاءِ) مقام محمودا (ساراهيل جاءِ — سڀ کان مٿانهين واري) هوندي، جيڪا الله تعاليٰ مقدس ڪتاب ۾ ٻڌائي آهي. (3:10 – 79:17 – 26:53)

5. الله تعاليٰ رسول پاڪ ﷺ کي غيب جو علم عطا ڪيو. قرآن مجيد سمورو غيب جون ڳالهيون آهن، جيڪي الله پاڪ پنهنجي رسول ڪريم ﷺ سان ڪيون. مقدس ڪتاب ۾ الله ڪيترا دفعا ٻڌايو آهي تہ هي غيب جون خبرون آهن، جيڪي اسان توکي ٻڌايون ٿا. الله سائين رسول ڪريم ﷺ لاءِ ٻڌايو تہ ان کان اهڙا سوال نہ ڪريو جيڪي توهان کي ٻڌايا وڃن تہ توهان کي ڳورا (برا) لڳن، ڇوتہ رسول ڪريم ﷺ کان سوال ڪرڻ وارا ڪافر، مشرڪ، منافق ۽ ٻيا هئا ۽ انهن سوالن جا جواب ٻڌائڻ وارو سندس رب هو. پاڻ تہ امي هئا، پر توريت ۽ انجيل ۾ يهودين ۽ عيسائين جون لڪايل ڳالهيون انهن کي ٻڌائيندو هو جو هڪ غيب آهي. (5:15) الله ٻڌايو تہ هيءُ رسول غيب ٻڌائڻ ۾ بخيل نہ آهي. (24:82)

6. اسان جي رسول پاڪ لاءِ مقدس ڪتاب ۾ لفظ "بعث" آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اڳ پيدا ٿيل. اهو لفظ مختلف اظهارن ۾ آيل آهي. اڳ پيدا ٿيل جي تصديق حضرت عيسيٰ عليه السلام ڪئي، جنهن بني اسرائيل قوم کي ٻڌايو ته "مان خوشخبري ٻڌايان ٿو ان رسول جي جيڪو مون کان پوءِ ايندو، جنهن جو نالو احمد آهي." توريت ۽ انجيل ۾ رسول ڪريم ﷺ جن جو حليہ مبارڪ ۽ اوصاف ٻڌايا ويا، جن مان ثابت ٿيو ته رسول پاڪ اڳ پيدا ٿيل هئا. (61:6)
7. پوءِ ڪيئن هوندو جڏهن اسان هر امت مان (قيامت ڏينهن) هڪ شاهد (ان امت جو نبي) آڻينداسين ۽ توکي (رسول پاڪ ﷺ کي)انهن سڀني تي شاهد ڪري آڻيون." (16:89_4-41:4) شاهد ان کي چئبو آهي، جيڪو حاضر هجي ۽ ڏسندڙ هجي ۽ ٻڌندڙ هجي. اسان جو رسول پاڪ ﷺ اول کان آخر تائين حاضر ناظر آهي.
8. اڳ ۾ آيل سمورا رسول ۽ نبي پنهنجن قبيلن ۽ مخصوص قومن ڏانهن الله طرفان هدايت ڪرڻ لاءِ آيا. پر اسان جي رسول ڪريم ﷺ لاءِ الله ٻڌايو "اسان توکي سمورن ماڻهن (جهانن) لاءِ رسول ڪري موڪليو. الله ڪافي شاهد آهي."(4:79_7:158)
9. جيڪي به رسول يا نبي اسان جي رسول ڪريم ﷺ کان اڳ آيا، انهن سڀني ڏانهن جبرئيل عليه السلام الله جو پيغام آڻيندو هو الله جي حڪم سان ۽ ڪنهن به نبي يا رسول جبرئيل امين کي اصل صورت ۾ نه ڏٺو، پر رسول پاڪ ﷺ جبرئيل امين کي اصل صورت ۾ ڏٺو. (23:82)
10. رسول پاڪ ﷺ جو ڳالهائڻ ته پنهنجي خواهش سان نه هو سواءِ وحي جي. پر رسول پاڪ جو گهمڻ، اٿڻ يا ويهڻ سڀ الله جي مرضيءَ سان هو. جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي ته "اسان توکي انهن جي طرف وٺي وياسين. جيڪڏهن اهي ماڻهو جهاد لاءِ نه ٿا نڪرن. پوءِ انهن کي چؤ ته مون سان گڏ نه هلجو ۽ جيڪي رسول جو چيو نه ٿا مڃن، اهي مرن ته انهن جي نماز نه پڙهجانءِ ۽ نه انهن جي قبر تي بيهه. (9:84)
11. "اسان هرهڪ رسول کي ان جي قوم جي زبان ۾ موڪليو." (4:14) جيڪي به ڪتاب اڳ رسولن ڪريمن کي مليا، اهي ڪتاب ان وقت

جي قومن جي زبان (ٻولي) ۾ هئا. اهي رسول سواءِ پنهنجي ٻوليءَ جي ٻين ڪتاب وارين ٻولين کان اڻ ڄاڻ هئا. ٻين ڪتابن واريون ٻوليون نه ڳالهائيندا هئا ۽ نه سمجهندا هئا. اسان جي رسول پاڪ ﷺ کي توريت جو علم هو جيڪو عبراني زبان ۾ هو حضرت موسيٰ عليه السلام تي نازل ٿيو. پاڪ ڪتاب زبور جو علم هو. جيڪو سرياني زبان ۾ حضرت داؤد عليه السلام تي نازل ٿيو ۽ آسماني ڪتاب انجيل جو علم هو. جيڪو آرامي زبان ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام تي نازل ٿيو. انهن ڪتابن جون ٻوليون اسان جي رسول پاڪ ڪنهن کان به نه سکيون. پر الله جي خاص رحمت هئي ۽ ان جو اثر هو.

12. اسان جو رسول ڪريم ﷺ حيات النبي آهي، زنده آهي. الله تعاليٰ جهاد کي فرض ڪيو ۽ رسول ڪريم ﷺ ٻين رسولن ۽ نبين جي پيٺ ۾ ڪيترين ئي جنگين ۾ حصو ورتو الله جي حڪم سان. رب سائين رسول ڪريم ﷺ کي فرمايو ته مؤمنن کي جهاد لاءِ تيار ڪر، رغبت ڏي، پوءِ جيڪي مؤمن جنگ ۾ وڙهندي شهيد ٿين، انهن لاءِ الله فرمايو آهي "جيڪي الله جي واٽ ۾ ماريا ويا، انهن کي هرگز مئل گمان به نه ڪريو. پر اهي پنهنجي الله وٽ زنده آهن، روزي ملين ٿي." جڏهن رسول ڪريم ﷺ کي مڃڻ وارا، ان تي ايمان آڻڻ وارا، ان جي چوڻ سان شهيد ٿيڻ وارا زنده آهن ته پوءِ رسول ڪريم ﷺ حيات النبي آهي، سدائين زنده آهي. (169:3)

13. الله تعاليٰ جي خريد وفروخت: (1) الله مسلمانن کان سندن جان ۽ مال خريد ڪيا ۽ ان جي عيوض انهن کي جنت ڏنائين. (شهيد جنت جا وارث آهن) (111:9) الله تعاليٰ سيني نبين جا ويساهه رسول پاڪ ﷺ لاءِ خريد ڪيا ۽ انهن جي عيوض کين ڪتاب ۽ حڪمت ڏنائين (رسول ڪريم تي ايمان آڻڻ، عزت ڪرڻ، مدد ڪرڻ) (81:3) (2) جن قومن اڳين رسولن تي ايمان آندو جن کي ڪتاب ڏنو ويو (خاص طرح يهودي ۽ عيسائي) انهن مان جيڪي چڱا ڪم ڪن، انهن لاءِ الله جو اجر آهي. الله سائين انهن ڪتابي قومن کي فرمايو ته هن رسول ڪريم ﷺ تي ايمان آڻيو، ان جي مدد ڪريو ۽ ان جي عزت ڪريو ته توهان

ڪي بيٺو ثواب ڏيندس.

14. اڳين رسولن پنهنجي قومن کي چيو: "انهن جي رسولن چيو ڇا آسمانن ۽ زمين جي پيدا ڪندڙ الله ۾ شڪ آهي. الله توهان کي سڏي ٿو جو توهان جا گناهه بخشي ۽ موت جي مقرر وقت تائين توهان جي حياتي بنان عذاب گذاري (10:14) الله پاڪ رسول ڪريم ﷺ لاءِ ٻڌايو تہ "اي ايمان وارؤ! الله ۽ رسول جي سڏڻ تي حاضر ٿيو جڏهن رسول توهان کي سڏي ان شيءِ واسطي جيڪا توهان کي زندگي بخشيندي " (24:8) اڳين رسولن سڏيو الله لاءِ ۽ الله سڏي ٿو رسول لاءِ.

15. رسول ڪريم ﷺ جي صدقي ورهائڻ يا غنيمتن مان ڏيڻ الله تعاليٰ پنهنجو ڏيڻ چوي ٿو جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي: "انهن مان ڪو اهڙو آهي، جو صدقي ورهائڻ ۾ توتي اعتراض ڪري ٿو.... ڪهڙو نہ چڱو هجي ها جيڪڏهن اهي راضي ٿين ها ان تي جيڪي الله ۽ سندس رسول انهن کي ڏنو ۽ چون ها تہ الله اسان کي ڪافي آهي. اجهو اسان کي الله ڏيندو پنهنجي فضل سان ۽ الله جو رسول ڏيندو. اسان جي الله جي طرف رغبت آهي." (58_59:9)

## رسول ڪريم ﷺ جي اچڻ جو مقصد

1. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو: "اسان موڪليو توهان ۾ هڪ رسول توهان منجهان جيڪو اسان جون آيتون پڙهي ٿو. توهان کي پاڪ ڪري ٿو. توهان کي ڪتاب (قرآن) سيکاري ٿو ۽ حڪمت سيکاري ٿو ۽ اهو ڪجهہ سيکاري ٿو جيڪو توهان نہ ڄاڻندا آهيو. (151:2)
2. رسول ڪريم ﷺ جي ذمي الله جو پيغام (قرآن مجيد) پهچائڻ آهي ۽ منهنجي (الله جي) ذمي حساب وٺڻ آهي.
3. هي ڪتاب اسان نازل ڪيو آهي تنهنجي طرف جو تون ماڻهن کي اونداهين (جهل، ڪفر، گمراهي) مان روشنيءَ طرف آڻين انهن جي رب جي حڪم سان. (1:14)
4. رسول ڪريم ﷺ اوهان کي سڏي ٿو تہ توهان کي زندگي بخشي -

جياري (سٺي زندگي گذاريو هن دنيا ۽ آخرت ۾ نعمت حاصل ڪريو. زندگي ۽ آخرت سان واسطو رکندڙ معاملا سيکاري ٿو) (24:8)

5. رسول ڪريم ﷺ ان ڪري آيا جيئن ماڻهن کي الله وٽ عذر نہ رهي. قيامت جي ڏينهن چئي نہ سگهن تہ ڪو ٻڌائڻ وارو، سڌو رستو ڏيکارڻ وارو، هدايت ڪرڻ وارو، الله جي عبادت ڪرڻ وارو، گناهن کان روڪڻ وارو ڪونہ آيو. (165:4)

6. بيشڪ اسان توکي رسول ڪري موڪليو حاضر ۽ ناظر ۽ خوشخبري ڏيڻ وارو (ايمان وارن لاءِ جنت آ) ۽ ڊيڄاريندڙ (مشرڪ، منافق، ڪافرن کي الله جي عذاب کان) ڪري (8:48)

7. الله تعاليٰ ٻڌايو تہ رسول ڪريم ﷺ جن جي زندگي جو نمونو طريقو — توهان ۾ هجڻ. توهان سڀني انسانن لاءِ بهترين نمونو آهي. ان کي ڏسو، ان کي ٻڌو سمجهو فڪر ڪريو ۽ الله جو احسان مڃو. ان جي هر نقشِ قدم تي هلڻ هن دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي. (21:33)

8. الله تعاليٰ نماز پڙهڻ فرض ڪئي آهي. جيڪا گناهن ۽ بيحيائين کان بچائي ٿي. رسول ڪريم ﷺ جن کي جيئن الله تعاليٰ ٻڌايو ۽ ڏيکاريو. تيئن اسان کي بہ نماز پڙهڻ جو طريقو سيکاريو. اهڙيءَ طرح ٻيا رڪن روزو — زڪوات — حج وغيره جي ادا ڪرڻ جو طريقو.

9. اسان جو رسول ڪريم ﷺ اسان کي سڌي رستي ڏيکارڻ لاءِ آيو. جنهن تي هلڻ سان الله جون نعمتون ۽ اڻ ڳڻت اجر آهي. (16:5) ما

10. رسول ڪريم ﷺ اسان کي ٻڌايو تہ پنهنجي رب سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪريو. جنهن کي رب جي ملڻ جي اميد هجي تہ چڱا ڪم ڪري.

11. جيڪي پيروي ڪندا (ايمان آڻن ۽ عمل ڪن) ان اُمي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ رسول جي. جنهن لاءِ لکيل ڏسندا پاڻ وٽ توريت ۽ انجيل ۾ (يهودين ۽ نصارن کي الله رسول ڪريم ﷺ لاءِ ٻڌايو) جيڪو انهن کي ڀلائي جو حڪم ڪندو ۽ بُرائي کان منع ڪندو ۽ سٺيون پاڪ شيون انهن لاءِ حلال ڪندو ۽ پليت شيون انهن تي حرام ڪندو، انهن کان اهي بوجهہ (بار) ۽ ڳچيءَ جا ڳٽ جيڪي مٿن هئا.

لاهيندو. پوءِ جيڪي ان تي ايمان آڻن ۽ سندس تعظيم ڪن ۽ ان جي مدد ڪن ۽ ان نور (قرآن) جي پيروي ڪن جيڪو ان سان گڏ نازل ٿيو. اهي ئي ڪامياب آهن. (157:7)

12. اسان جي رسول ڪريم ﷺ جيڪي به ڳالهيون ٻڌايون، انهن جا پاڻ سڳورا ﷺ عامل هئا. سڀ اهي ڳالهيون آهن، جيڪي انسان لاءِ پنهنجي فائدي لاءِ آهن. ان رسول پاڪ ﷺ جي نصيحت ڪي چڱين ڳالهين ڪي الله تعاليٰ مؤمنن جي دل ۾ وڌايون. پوءِ ايمان وارا وڌڻ لڳا ۽ اهي به عامل ٿا. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو "توهان ڀلا آهيو انهن سڀني امتن کان جيڪي ماڻهن ۾ ظاهر ٿيون جو چڱائي جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائي کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان رکو ٿا." (110:)

رسول ﷺ ڪريم جي ڏنل تعليم جي صدقي اسان وٽ بزرگ، وڏا عالم، درويش ۽ اولياءَ الله پيدا ٿيا، جن ہين کي فيض ڏنو ۽ ان تعليم جو اثر قيامت تائين قائم رهندو.

13. رسول ڪريم ﷺ حق ۽ باطل ۾ فرق سمجهايو. الله فرمايو: تون (رسول ڪريم ﷺ) سمجهاءِ جو سمجهائڻ مسلمانن کي فائدو ڏئي. (55:51)

14. رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله سان گڏ ٻئي کي معبود نه ٺاهيو. بيشڪ مان ان جي طرفان کليو کلايو ڊيڄاريندڙ آهيان. (51:51)

15. انهن انسانن لاءِ سلامتي آهي، جيڪي رسول ڪريم ﷺ جي پيروي ڪن.

16. اسان جي رسول ڪريم ﷺ جي اچڻ جو مقصد انسان ذات ۾ تبديلي آڻڻ آهي، جيئن انسانن ۾ مثبت سوچ پيدا ٿئي. سچ ۽ باطل کي سمجهن. باطل کي ڇڏن ۽ سچ ڏانهن اچن. جيئن اسان ۾ فضيلت پيدا ٿئي ڪردار ۾، گفتار ۾ ۽ سنا لچڻ ۽ اخلاق ڏسڻ ۾ اچي. انصاف هجي، پاڪائي پيدا ٿئي جسم جي، ڪپڙن جي، دل جي. الله تعاليٰ جي ويجهو ٿيڻ جو رستو ٻڌايو.

17. ٻُرو هو ڀنيور، اچي آرياڻي اجاريو
لاٿو سيهين لوڪ تان، هاڙهي ڏٽي هور،
چوريون چرڻ سڪيون، پنهون ڪيائون پور،

آيو سو اتور، جنهن ڏکيون ڏِک وهاريون. (شاهه)

اجاريو= اڇو ڪيو پاڪ ڪيو ـ هاڙهي ڏٽيءَ= پنهون ـ هور= فڪر، ڳڻتي — چوريون چرڻ سڪيون = هنرمند ٿيون، تخليقي صلاحيت واريون ٿيون — پنهون ڪيائون پور= پنهون کي نقاش ڪيائون — پور= نپو، ٻڌائن ڪيندڙ مهر — اتور= وڏي شان وارو — ڏک وهاريون= سهاڳڻيون ڪيون.

18. جام تماچي آئيو وري تي وراڻ
ڪينجهر ٻنهي ڪنڌيين، راتو ڏينهن رهاڻ
پرچي ويٺو پاڻ، مُرڪن مڇيءَ واريون (شاهه)
وراڻ= ماڻهو آيا، بخت وريو.

19. الله تعاليٰ پنهنجي واعدي خلافي نہ ڪندو آهي. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "جيڪي حڪم مڃن الله جو ۽ الله جي رسول جو، انهن کي باغن ۾ داخل ڪندو، جن جي هيٺان نهرون جاري آهن. هميشہ ان ۾ رهندا." رسول ڪريم ﷺ جي حڪم مڃڻ ڪري دائمي زندگي ملي ٿي، ۽ جيڪي رسول ڪريم ﷺ جو حڪم نٿا مڃن، اهي جڻ الله تعاليٰ جو حڪم نہ ٿا مڃن ۽ انهن لاءِ دوزخ آهي. (4:14 ـ 13)

20. رسول ڪريم ﷺ تي ايمان آڻڻ، ان جي فرمانبرداري ڪرڻ، ان جي مدد ڪرڻ، عزت ۽ احترام ڪرڻ ڪري الله تعاليٰ اهڙن مؤمنن سان واعدو ڪيو آهي، جيڪو دائمي حياتيءَ جو مقصد آهي، جيئن پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو ويو "جيڪي الله تعاليٰ ۽ سندس رسول جو حڪم مڃن تہ انهن کي اهڙن جو ساٿ نصيب ٿيندو جن تي الله فضل ڪيو يعني نبي ۽ صديق ۽ شهيد ۽ چڱا ماڻهو. اهي ڪهڙا نہ چڱا ساٿي آهن." (4:69)

## اللهٰ تعاليٰ جو حضور ڪريم ﷺ کي آٿت ڏيڻ (دلداري يا تسڪين ڏيڻ)

1. اي محبوب! توهان انهن جو غم نہ ڪريو جيڪي ڪفر ڏانهن ڊوڙن ٿا. اهي الله جو ڪجهہ بہ نہ بگاڙيندا. انهن لاءِ وڏو عذاب آهي. (3:176)

2. اسان رسولن جون سموريون خبرون توهان کي ٻڌايون ٿا، جنهن سان توهان جي دل ثابت رکون. (11:120)
3. متان تون (رسول ڪريم ﷺ) پنهنجو ساهه قربان ڪري ويهين انهن (مشرڪن) جي ايمان نه آڻڻ جي ڏک ۾. (3:26)
4. توهان انهن (ڪافرن) جي مڪر کان تنگ دل نه ٿيو ۽ نه ڏک ڪريو. جڏهن چون ٿا ته ڇا اسان اٿاريا وينداسين جڏهن اسان جا هڏا ڳري ويندا. هي ته اڳين جون ڪهاڻيون آهن.
5. پوءِ تون (رسول ڪريم ﷺ) صبر ڪر جيئن همت وارن رسولن صبر ڪيو ۽ انهن واسطي جلدي نه ڪر (ٻين رسولن جن کي ڪوڙو چيو ويو، ايذايو ويو انهن مشرڪن لاءِ الله کان عذاب گهري ورتو) (35:47)
6. بيشڪ تو کان اڳ ۾ گهڻن، رسولن سان مسخري ڪئي. پوءِ مسخري ڪندڙن کي سندن مسخري (جي سزا) اچي پهتي. (41:21)
7. اسان کي معلوم آهي اها ڳالهه جيڪا توهان کي تڪليف ڏئي ٿي، جيڪا اهي ڪن ٿا. پوءِ بيشڪ اهي توهان کي ڪوڙو نه ٿا چون پر ظالم الله جي آيتن جو انڪار ڪن ٿا. (33:6)
8. بيشڪ اسان تو کان اڳ ۾ رسول موڪليا، انهن واسطي گهرواريون ۽ ٻار ڪياسين ۽ ڪنهن رسول جو ڪم نه آهي جو نشاني آڻي مگر الله جي حڪم سان.
9. اي محبوب! تون صبر ڪر. بيشڪ تنهنجو صبر الله جي توفيق سان آهي. انهن جو ڏک نه ڪر ۽ انهن جي سازش ڪري تنهنجي دل تنگ نه ٿئي. (128:16)
10. اي محبوب! جيڪڏهن اهي توکي ڪوڙو چون ٿا ته انهن جا اڳيان به ڪوڙو چئي چڪا آهن جڏهن انهن وٽ رسول آيا روشن دليل ۽ صاف صحيفا ۽ روشن ڪتاب پهچائيندڙ وني ڪري (184:3)
11. ڪافرن چيو ته الله پنهنجي لاءِ اولاد بنائي آهي. ڪيڏي نه وڏي ڳالهه سندن وات مان نڪري ٿي. نجو ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن. متان غم کان پنهنجو ٻانهن کي هلاڪ ڪري ويهين انهن جي پٺيان جيڪڏهن اهي ايمان نه آڻين. (18 6_5_4)

12. الله گمراهہ ڪري ٿو جنهن کي گهري ۽ واٽ ڏيکاري ٿو جنهن کي گهري، پوءِ تنهنجو ساهہ انهن جي حسرتن ۾ نہ وڃي. ڪافرن ڪي هدايت ڪرڻ گهڻن کي نفعو نہ ٿي ڏئي. آيتن جو انڪار ڪن ٿا.
13. اي محبوب! تون نصيحت فرماءِ جو تون پنهنجي رب جي مهربانيءَ سان نہ ڪاهن (ڳالهيون ٺاهيندڙ) آهين، نہ مجنون ۽ نہ شاعر. (29:52)
14. جيڪو تو ڏانهن (قرآن) لاٿو ويو اهو گهڻن (يهودين) جي بي فرمانيءَ ۽ ڪفر کي وڌيندو، تنهن ڪري ڪافرن جي قوم تي ڏک نہ ڪر. (68:5)
15. تون پنهنجي پالڻهار جي فضل سان ڪو چريو نہ آهين بيشڪ تو لاءِ اڻ کٽ اجر آهي. بيشڪ تون وڏي خلق تي آهين. بيشڪ تون سڌي وات تي آهين. (2_3_4:68)
16. ڪافرن جي هن چوڻ تي متان تنگ دل ٿيين تہ هن تي خزانو ڇو نہ لاٿو ويو ۽ ملائڪ ساڻس ڇو نہ آيو جيڪو هن سان ڊيڄاريندڙ هجي ها. (12:11)
17. اي محبوب! اهي جيڪڏهن تو سان خيانت ڪرڻ چاهيندا تہ ان کان اڳ ۾ الله سان بہ خيانت ڪري چڪا آهن. پوءِ ان توکي ايتري طاقت ڏني. (71:8)
18. (ڪافر) جڏهن پاڻ ۾ مشورو ڪندا آهن جڏهن جو ظالم چوندا آهن تہ توهان تہ پنيان نہ لڳا آهيو مگر هڪ اهڙي مڙس جي جنهن تي جادو ٿيل آهي. ڏس انهن تنهنجي واسطي ڪهڙا مثال ٺاهيا آهن پوءِ گمراهہ ٿيا جو رستو نہ ٿا لهن. (48:17)
19. ڪافرن جي ڳالهہ تي صبر فرماءِ. انهن کي چڱي ڏي چڱي نموني ۽ مون تي ڇڏ انهن تڪذيب (ڪوڙ هٽندڙن) ڪندڙ مالدارن کي ۽ انهن کي ٿوري مهلت ڏي بيشڪ اسان وٽ وزني بيڙيون (زنجير) آهن ۽ ڇپي هٽندڙ باهہ ۽ نڙيءَ ۾ ڦاسي پوندڙ کاڌو ۽ دردناڪ عذاب. (73:10)
20. اي محبوب! جيڪڏهن توتي الله جو فضل ۽ رحمت نہ هجي ها تہ انهن مان ڪن ماڻهن ارادو ڪيو هو جو توکي دوکو ڏين. اهي پنهنجو پاڻ کي ئي دوکو ڏين ٿا. (113:4)

21. اي رسول! توکي غمگين نہ ڪن اهي جيڪي ڪفر ۾ ڊڪي رهيا آهن. اهي جيڪي پنهنجي وات سان چوندا آهن اسان ايمان آندو ۽ انهن جون دليون مسلمان نہ آهن. (5:41)

22. توکي انهن جي ڳالهين تي ڏک نہ ٿئي. بيشڪ سموري عزت الله جي واسطي آهي. اهو ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. (10:65)

23. توکي تعجب نہ اچي انهن جي مال ۽ نہ انهن جي اولاد تي. الله تہ اهو گهري ٿو جو ان سان دنيا ۾ انهن تي وبال وجهي ۽ ڪفر تي ئي سندن دم نڪري وڃي. (9:85)

24. ڪافرن چيو تہ تون (رسول ڪريم ﷺ) قرآن کي گهڙي (پاڻ ٺاهي) آڻين ٿو. بلڪ انهن مان گهڻن کي ڄاڻ نہ آهي. تون فرماءِ: انهن کي پاڪ روح لاٿو توهان جي رب کان برحق جيئن ان سان ايمان وارن کي ثابت قدم رکي. (16:102)

25. ڪافرن چيو ان (رسول ڪريم ﷺ) تي هڪ ئي دفعي قرآن ڇو نہ نازل ڪيو ويو. اسان ائين ئي ان کي وقفي وقفي لاٿو جيئن ان سان تنهنجي دل مضبوط ڪريون. (25:32)

26. تون انهن تي ڏک نہ ڪر ۽ انهن جي مڪر کان تنگ دل نہ ٿيءُ. تون فرماءِ قريب آهي جو توهان جي پٺيان اچي لڳو هجي انهيءَ شيءِ جو ڪجهہ حصو جنهن جي توهان جلدي مچائي رهيا آهيو (قيامت) (27:72_70)

## الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن کي پسند نٿو ڪري، جيڪي رسول ڪريم ﷺ جن جي مدد نه ڪن ۽ ان جي شان ۾ گستاخي ڪن

انهن کي پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو:

1. جيڪي ماڻهو رسول ڪريم ﷺ جي حڪمن جي نافرماني ڪن، ان سان مسخري ڪن، الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن لاءِ ٻڌايو "تون (رسول ڪريم ﷺ) انهن لاءِ معافي گهرين يا نہ گهرين، جيڪڏهن تون ستر ڀيرا بہ انهن لاءِ معافي گهرندين تہ بہ الله هرگز انهن کي نہ بخشيندو. هيءُ ان

ڪري جو اهي الله ۽ رسول جا منڪر ٿيا ۽ الله فاسقن کي هدايت نہ ڏيندو." (80:9)

2. (ميار) "مديني وارن ۽ اتي جي آس پاس رهندڙ ڳوٺاڻن کي لائق نہ هو جو رسول الله ﷺ کان پٺتي رهجي وڃن ۽ نہ ئي پاڻ کي ان جي ذات کان وڌيڪ پيارو رکن." (120:9)

3. توريت ۾ الله تعاليٰ اسان جي رسول ڪريم ﷺ جون خوبيون، رسالت ۽ ان جا اوصاف ٻڌايا، جيڪي يهودين جي عالمن حسد کان ماڻهن کي نہ ٻڌايون. انهن آيتن جي معنيٰ بدلائين پيا يا وري ان جي جاءِ تي پنهنجي طرفان ملائي رسول ڪريم ﷺ جو شان لڪائن پيا. انهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو: "جيڪي الله جو لاٿل ڪتاب لڪائين ٿا ۽ انهيءَ جي بدلي خسيس ملهہ وٺن ٿا، اهي پنهنجي پيٽ ۾ باهہ ڀرين ٿا ۽ الله انهن سان قيامت جي ڏينهن نہ ڳالهائيندو ۽ نہ کين پاڪ ڪندو ۽ انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. (174:2)

4. منافق توهان کي طعنا ڏيڻ لڳا تيز زبانن سان مالِ غنيمت جي لالچ ۾. انهن ماڻهن ايمان ئي ڪونہ آندو آهي. پوءِ الله سندن عمل چٽ ڪري ڇڏيا ۽ اهو الله تي آسان آهي." (19:33)

5. الله تعاليٰ دلين جي راز کي ڄاڻي ٿو. جڏهن ڪافر ۽ منافق رسول ڪريم ﷺ لاءِ برو گمان ڪن، انهن لاءِ پاڪ ڪتاب ۾ آهي "بلڪ توهان جو گمان هو تہ رسول ۽ مسلمان هرگز گهرن ڏانهن واپس نہ ايندا جنگ تي ويل آهن، شهيد ٿي ويندا) ۽ اها ئي ڳالهہ پنهنجي دل ۾ چڱي سمجهي ويٺا هئا ۽ توهان تمام برو گمان ڪيو ۽ توهان هلاڪ ٿيڻ وارا ماڻهو هئا. ڪافرن واسطي ٻرڪندڙ باهہ تيار ڪئي وئي آهي." (13:48)

6. جڏهن رسول ڪريم ﷺ پنهنجي هڪ بيبي (بيبي حفصه بنت عمر) سان راز جي ڳالهہ ڪئي تہ اها راز جي ڳالهہ ظاهر ڪري ويئي (بيبي عائشه بنت ابوبڪر صديق) رسول ڪريم ﷺ کي الله تعاليٰ راز ظاهر ٿيڻ جي ڳالهہ ٻڌائي ڇڏي تہ انهن وڌيڪ پاڻ ۾ ڇا ڳالهايو. الله تعاليٰ فرمايو "اي نبيءَ جون ٻئي گهرواريون! الله جي طرف رجوع ڪريو

(معافي ونو) بيشڪ توهان جون دليون ڪجهه راهه کان هٽي ويون. جيڪڏهن ان تي زور ڏنو (رسول ڪريم ﷺ بابت ڪيل ڳالهه تي) تہ الله رسول جو مددگار آهي ۽ جبرئيل ۽ نيڪ ايمان وارا ان کان پوءِ ملائڪ مدد تي آهن. ان جو رب قريب آهي جو جيڪڏهن اهو توهان کي طلاق ڏئي وجهي جو ان کي توهان کان بهتر بيبيون بدلائي ڏي. (3_4_5:68)

7. عام ڪافر ۽ مشرڪ تہ رسول ڪريم ﷺ جن کي مجنون (چريو) چوندا هئا. جنهن لاءِ الله تعاليٰ طرفان ڪيس دلداري ۽ يقين ملندو رهندو هو پر جڏهن ڪين ڪڏهن انهن لفظن چوڻ سان تورو بہ ڏک پهتو تہ الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن جون برايون بڌايون جيئن وليد بن مغيره يا اسود بن يغوث لاءِ پاڪ ڪتاب ۾ آهي "تون (رسول ڪريم ﷺ) ڪوڙ چوندڙن جي ڳالهه نہ ٻڌ جيڪو وڏو قسمي، ذليل، گهٽا طعنا هڻندڙ وڏو چغلخور، خير کان روڪڻ وارو حد کان لنگهندڙ گنهگار، حرام ڪائيندڙ سندس اصل ۾ رولو (اصل پيءُ جو پٽ نہ آهي) سندس سوئر جهڙي سونڍ کي داڳي چڙيون." (68:9 کان 13)

8. يهودي جڏهن رسول ڪريم ﷺ وٽ ايندا هئا تہ اڻ وڻندڙ لفظن سان سلام ڪندا هئا ۽ پاڻ ۾ چوندا هئا تہ نبي هجي ها تہ ان جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ سان الله تعاليٰ اسان کي عذاب ڏئي ها. پاڪ ڪتاب ۾ انهن لاءِ آهي تہ "جڏهن تنهنجي دربار ۾ حاضر ٿين ٿا تہ انهن لفظن سان توکي سلام ڪن ٿا، جيڪي لفظ الله تنهنجي اعزاز ۾ نہ فرمايا ۽ پنهنجي دلين ۾ چون ٿا تہ اسان کي الله اسان جي هن چوڻ تي عذاب چو نٿو ڏئي. انهن کي جهنم ڪافي آهي، ان ۾ دبجي ويندا ۽ ڪهڙو نہ برو عذاب آهي." (8:58)

## مشرڪ ۽ ڪافر چا ٿا چون

1. (رسول ڪريم ﷺ کي) ڪتاب وارن چيو تہ بهشت ۾ رڳو يهودي ۽ نصارا ويندا (ٻيا نہ). اهي سندن خيال آهن. اوهان فرمايو پنهنجو دليل آڻيو جيڪڏهن سچا آهيو. هائو (چونہ) جنهن الله لاءِ پنهنجو منهن

جهڪايو ۽ اهو نيڪوڪار آهي (112:2)

2. اي محبوب! ڪتابي توکان سوال ڪن ٿا تہ تون انهن تي آسمان مان هڪڙو ڪتاب لاهہ. اهي تہ موسيٰ ؑ کان انهيءَ کان وڏو سوال ڪري چڪا جو چيائون تہ اسان کي الله ظاهر ظهور ڏيکار. پوءِ انهن تي ڪنوڻ اچي ڪڙڪي سندن گناهن جي سبب. (153:4)

3. اهي جيڪي الله ۽ رسول سان لڙن ٿا ۽ ملڪ ۾ فساد ڪندا ڦرن ٿا، انهن جي سزا هيءَ آهي جو ڳڻي چونڊي قتل ڪيا وڃن يا سوليءَ تي لٽڪايا وڃن يا سندن هڪ پاسي جا هٿ ۽ ٻئي پاسي جا پير ڪٽيا وڃن يا زمين کان پري تاريا وڃن. (33:5)

4. اي محبوب! جڏهن تون انهن وٽ ڪا بہ آيت نٿو آڻين تہ چوندا آهن تہ تو پاڻ آيت چو نہ ٺاهي؟ تون فرماءِ تہ مان ان جي پيروي ڪندو آهيان جيڪي منهنجي طرف منهنجي رب کان وحي اچي. (203:7)

5. الله تعاليٰ ايمان وارن کي همٿايو تہ جنهن قوم پنهنجا قسم ٽوڙيا ۽ رسول ڪريم ﷺ کي پنهنجي شهر (مڪہ شريف) مان ڪيڻ جو ارادو ڪيو، انهن سان ڇو نہ ٿا وڙهو. انهن کان ڊڄو ٿا ڇا. انهن سان لڙائي ڪريو الله کين عذاب ڏيندو توهان جي هٿان ۽ کين خوار ڪندو. توهان کي ڪامياب ڪندو ۽ توهان جي دلين کي سڪون ڏيندو. (13:9)

6. جيڪڏهن توهان (رسول ڪريم ﷺ) کي ڪا بہ چڱائي ملي تہ انهن کي تڪليف ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن توهان کي ڪا تڪليف پهچي ٿي تہ چون ٿا تہ اسان اڳي ئي پنهنجو ڪم نيڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ خوشيون ڪندا آهن. توهان فرمايو: اسان کي ڪڏهن بہ نہ پهچندو مگر اهو ڪجهہ جيڪو الله اسان جي واسطي لکي ڇڏيو. (50:9)

7. (منافق رسول جي دربار ۾ اچن تہ دل سان نہ ٻڌن ۽ نہ مڃن پر ٻاهر جڏهن مسلمانن سان ملن تہ چون ٿا) توهان جي سامهون الله جو قسم کڻن ٿا جو توهان کي راضي ڪري وٺن. الله ۽ رسول جو حق وڌيڪ هو جو ان کي راضي ڪن ها جيڪڏهن ايمان وارا آهن. (62:9)

8. (منافق الله ۽ رسول ڪريم ﷺ سان مسخري ڪن ٿا) منافق ڊڄن ٿا تہ متان انهن تي ڪا اهڙي سورت لهي، جيڪا انهن جي دلين جي لڪل

ڳالھ ظاهر ڪري. تون فرماءِ تہ ٺٺوليون ڪريو بيشڪ الله ضرور ظاهر ڪندو جنهن جو توهان کي خوف آهي. (9:64)

9. جڏهن الله توهان کي انهن مان ڪنهن ٽوليءَ جي طرف وٺي وڃي ۽ اهي توکان جهاد لاءِ نڪرڻ جي اجازت گهرن (الله ۽ رسول جا منڪر) تون فرماءِ توهان مون سان ڪڏهن بہ گڏ نہ هلجو ۽ مون سان گڏ دشمنن سان هرگز نہ لڙجو. توهان پهرين دفعي ويهي رهڻ کي پسند ڪيو پوءِ ويهي رهو پٺتي رهجي ويندڙن (عورتن) سان گڏ. (9:83)

10. ڪي بدوي اهي آهن جو الله جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ کي چٽي سمجهندا آهن ۽ توهان جي متان زماني جي گردش اچڻ جي انتظار ۾ رهندا آهن. انهن تي ئي بري گردش آهي ۽ الله ٻڌي، ڄاڻي ٿو. (9:98)

11. اهي ڪافر چون ٿا تہ هن قرآن کي رسول ڪريم ناهيو (لکيو) آهي. تون فرماءِ: هن جهڙي هڪ سورة پيش ڪريو ۽ الله کي ڇڏي ڪري جيڪي بہ ملي سگهن سمورن کي سڏيو جيڪڏهن توهان سچا آهيو. (10:38)

12. ڪافر چوندا آهن تہ تون رسول نہ آهين. تون فرماءِ: الله ڪافي شاهد آهي منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ ۽ اهو جنهن وٽ ڪتاب جو علم آهي. (13:43)

13. جڏهن جو ظالم چوندا آهن توهان تہ پنيان نہ لڳا آهيو مگر هڪ اهڙي مڙس جي، جنهن تي جادو ٿيل آهي. ڏس انهن (ظالمن) تنهنجي واسطي ڪهڙا مثال ناهيا آهن. پوءِ گمراهہ ٿيا جو رستو نٿا لهي سگهن. (17:48)

14. ڪافرن پڇن ٿا ڇا جڏهن اسان هڏا ۽ ذرا ذرا ٿي وينداسين، پوءِ سچ پچ نوان سوان نهي اٿاريا وينداسين. تون فرماءِ پٿر يا لوهہ ٿي وڃو يا ٻي مخلوق جيڪا توهان جي خيال ۾ وڏي هجي.... اهو ئي توهان کي وري پيدا ڪندو جنهن پهرين ڀيري پيدا ڪيو. (17:51_50)

15. (ڪافرن) چيو تہ ڇا الله ماڻهوءَ (بشر) کي رسول بڻائي موڪليو (چوندا هئا تہ ملائڪ ڇو نہ آيو) تون فرماءِ: جيڪڏهن زمين ۾ ملائڪ هجن (رهن) ها آرام سان هلندڙ تہ اسان انهن تي رسول بہ ملائڪ موڪليون ها. (17:95_94)

# قرآن مجيد

قرآن مجيد الله طرفان آيل پاڪ ڪتاب آهي. الله سائين جو پنهنجي پياري رسول ڪريم ﷺ سان ڪلام (ڳالهائڻ) آهي. جبرئيل امين ؑ معرفت پهتو. الله سائين قرآن پڙهيو جبرئيل امين ؑ ٻڌو. جبرئيل امين ؑ قرآن پڙهيو ته رسول ڪريم ﷺ به ان سان گڏ پنهنجي زبان کي تڪڙي هلائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن ياد ٿيهي. اها بشري خاصيت آهي، پر الله سائين کيس فرمايو ته زبان مبارڪ نه هلاءِ. ان جو ياد ڪرائڻ اسان جي ذمي آهي ۽ ان جو ٻڌائڻ به اسان جي ذمي آهي. اها رسول پاڪ جي الاهي صفت ٿي. رسول ڪريم ﷺ قرآن پاڪ پڙهيو سيني ٻڌو. انسانن مان عالم پيدا ٿيا ۽ جنن ٻڌو ته انهن مان پيغمبر پيدا ٿيا. جيڪي پنهنجي قومن ڏانهن ڊيڄاريندڙ ٿي ويا. ان رسول پاڪ ﷺ جي قرآن پڙهڻ جو اثر قيامت تائين هلندو ۽ قيامت ۾ فيصلي ٿيڻ بعد رسول پاڪ ﷺ جي قرآن پڙهڻ جو اثر هلندو جو سڄي هٿ وارا يعني جن کي اعمال نامو سڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو اهي رسول پاڪ ﷺ کي سلام ڪندا. شاهه عبداللطيف ٻڌايو:

سيوا ڪر سمنڊ جي، جنهن جر وهي ٿو جال
سوين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لعل
جي ماسو ملئي مال، ته پوڇارا پُور ٿئين

## قرآن مجيد لاءِ ٻيا آيل لفظ:

قرآن= پڙهڻ وارو ڪتاب. قرآن مجيد= وڏي شان وارو ڪتاب. قرآن ڪريم= عزت وارو ڪتاب. قرآن حڪيم= حڪمت وارو قرآن. قرآن مبين= واضح (چٽو) قرآن. قرآن عظيم= عظمت وارو قرآن. ڪتاب الله= الله جو ڪتاب. ڪتاب حڪيم= حڪمت وارو ڪتاب. ڪتاب مبارڪ= برڪت وارو ڪتاب. ڪتاب مفصل= تفصيل وارو ڪتاب. ڪتاب عزيز= عزت وارو ڪتاب. ڪتاب عليّ= وڏي رتبي وارو ڪتاب. الفرقان= حق ۽ باطل کي جدا ڪرڻ وارو. برهان= دليل، سند. نور= روشني. رحمت. هدي=

هدايت. شفاء= شفا. موعظة= نصيحت. ذڪر= نصيحت. بشير= خوشخبري ڏيندڙ. نذير= ڊيڄاريندڙ. آيات الله= الله جون نشانيون.

## قرآن ڇا آهي؟

1. قرآن الله جو فضل ۽ رحمت آهي. ان جي ملڻ تي خوشي ڪرڻ گهرجي. (58:10)
2. اي انسانؤ! توهان وٽ توهان جي رب ڪان نصيحت آئي. دلين جي صحت ۽ هدايت ايمان وارن لاءِ. (57:10)
3. پرهيزگارن کي ڇيو ويندو آهي تہ الله ڇا نازل ڪيو آهي؟ اهي چوندا آهن رب چڱائي نازل ڪئي آهي. (30:16)
4. قرآن هڪ عزت وارو ڪتاب آهي. هيءُ برڪت وارو ذڪر آهي جو اسان لاٿو. (50:21)
5. قرآن اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڪابہ شڪ جي جاءِ نہ آهي. (2:32)
6. اي انسانؤ! توهان وٽ توهان جي رب طرفان واضح دليل (برهان) آيو. اسان توهان جي طرف روشن نور نازل ڪيو.
7. هيءُ برڪت وارو قرآن آهي، جيڪو اسان لاٿو اڳين ڪتابن جي تصديق ڪندڙ. (92:6)
8. هن قرآن جو شان نہ آهي جو ڪو پنهنجي طرفان گهڙي وني الله جي نازل ڪرڻ کان سواءِ. هائو هي اڳين ڪتابن جي تصديق آهي ۽ تفصيل ان سموري جو جيڪو لوح محفوظ ۾ لکيل آهي. (37:10)
9. بيشڪ اسان ان کي لاٿو عربي زبان ۾ جو توهان سمجهو. (195:27)
10. ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي، جنهن ۾ ڪابہ ڏنگائي نہ آهي. (39:28)
11. ان جو ذڪر اڳين ڪتابن ۾ آهي. (96:27)
12. ان جي پيروي ڪريو جو سڀ کان سٺو توهان جي رب جي طرفان توهان ڏي نازل ڪيو ويو. (55:39)
13. هائو اسان ان کي نور بنايو جنهن سان اسان واٽ ڏيکاريون ٿا پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي گهرون. (52:42)
14. هي ڪتاب تصديق فرمائيندڙ عربي ٻوليءَ ۾ جيئن ظالمن کي ڊپ

ٻڌائي ۽ نيڪن کي خوشخبري.

15. هيءَ عزت وارو قرآن آهي. محفوظ لکت ۾، هن کي هٿ نہ لايو سواءِ پاڪائي جي. (56:79_78_77)

16. هر شيءِ جو روشن بيان آهي، خوشخبري آهي مسلمانن لاءِ. رهنمائي ڪندڙ آهي. (27:77)

17. قرآن هدايت ۽ رحمت آهي. (16:89)

18. قرآن نصيحت آهي سمورن جهانن وارن لاءِ. (38:87)

19. بيشڪ اهو اصل ڪتاب (لوح محفوظ) ۾ اسان وٽ يقينًا بلندي ۽ حڪمت وارو آهي. (43:4)

20. اهو ڪمال شرف وارو قرآن آهي لوح محفوظ ۾. (85:22)

21. قرآن ايمان وارن لاءِ هدايت ۽ شفا آهي. (41:44)

22. اسان انهن وٽ هڪ ڪتاب آندو جنهن کي اسان وڏي علم سان مفصل ڪيو ۽ ايمان وارن لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي. (52:7)

23. قرآن اڳين ڪتابن جي تصديق ڪندڙ ۽ انهن تي محافظ ۽ نگهبان آهي. (5:48)

24. عدل وارو ڪتاب آهي جيڪو الله تعاليٰ جي عذاب کان ڊيڄاري.

25. قرآن سهڻو ڪتاب آهي، جيڪو اول کان آخر تائين هڪجهڙو آهي، تڪرار سان بيان ڪندڙ.

26. بيشڪ اهو قرآن اصل ڪتاب (لوح محفوظ) ۾ اسان وٽ يقينًا بلندي وارو ۽ حڪمت وارو آهي.

27. اسان قرآن کي حق سان لاٿو ۽ حق جي واسطي لاٿو.

28. توريت ۽ انجيل پاڪ ڪتاب آهن جن لاءِ الله سائين ٻڌايو تہ "انهن ۾ نور ۽ هدايت آهي" پر قرآن نور آهي. (44:5)

29. قرآن نصيحت آهي سموري جهان واسطي. (90:6)

## قرآن لاءِ الله ڇا چيو؟

1. اي محبوب! جيڪو توهان تي لٿو توهان جي رب جي طرفان، ان جي ڪري گهڻن جي ڪفر ۽ شرارت ۾ ترقي ٿيندي (5:64)

2. ڪتاب وارا ايمان آنين ها ۽ پرهيزگاري ڪن ها تہ اسان (الله) سندن گناهہ لاهي ڇڏيون ها ۽ آرام جي باغن ۾ وٺي وڃون ها. جيڪڏهن اهي قائم رکن توريت ۽ انجيل کي ۽ جيڪي سندن رب جي طرفان لٿو (قرآن) تہ انهن کي رزق ملي ها مٿان ۽ پيرن هيٺان.
3. جڏهن قرآن پڙهيو وڃي تہ ان کي ڪن لائي ٻڌو ۽ خاموش رهو من اوهان تي رحم ٿئي.
4. اسان قرآن کي حق سان لاٿو ۽ حق جي واسطي لاٿو. (17:105)
5. اسان قرآن کي عربي زبان ۾ لاٿو تہ مَن سمجهن. هن کي روح الامين (جبرئيل) وٺي ڪري لاٿو تنهنجي دل تي، جيئن تون ڊيڄارين. (27:193_194_195)
6. بيشڪ اسان هيءُ قرآن نازل ڪيو ۽ اسان پاڻ ان جا نگهبان (سنڀاليندڙ) آهيون. (15:9)
7. اسان قرآن کي ياد ڪرڻ لاءِ آسان بنايو آهي، پوءِ آهي ڪو ياد ڪرڻ وارو. (22:54)
8. الله جي گُهر کان سواءِ ڪوبہ قرآن ياد ڪري نٿو سگهي.
9. جيڪڏهن توهان کي ان ڪلام بابت شڪ هجي جيڪو اسان پنهنجي خاص ٻانهي تي لاٿو تہ ان جهڙي ڪا هڪ سورة تہ آڻي ڏيکاريو. الله کان سواءِ سمورا مددگار سڏيو جيڪڏهن توهان سچا آهيو. (2:23)
10. اسان آيتون کولي بيان ڪندا آهيون علم وارن واسطي.
11. اي انسانؤ! توهان وٽ توهان جي رب کان نصيحت آئي ۽ دلين جي صحت – هدايت ۽ رحمت ايمان وارن واسطي.
12. جڏهن تون قرآن پڙهين تہ الله جي پناهہ گهر تڙيل شيطان کان. (16:98)
13. صبح جو قرآن پڙهڻ. بيشڪ صبح جو قرآن پڙهڻ ۾ ملائڪ موجود هوندا آهن. (17:78)
14. بيشڪ اسان ان (قرآن) کي برڪت واري رات (شب قدر جيڪا هزار مهينن کان بهتر آهي) ۾ لاٿو. بيشڪ اسان ڊيڄاريندڙ آهيون. ان ۾

ورهايو ويندو آ هر حڪمت وارو ڪم اسان وٽان اسان جي حڪم سان. (44:4_3)

15. پوءِ ايمان آڻيو الله ۽ الله جي رسول تي ۽ ان نور (قرآن) تي جيڪو اسان لاٿو. الله توهان جي ڪمن کان باخبر آهي.

16. بيشڪ اسان انهن وٽ هڪ ڪتاب آندو جنهن کي اسان وڏي علم سان مفصل ڪيو ۽ ايمان وارن لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي.

17. هن قرآن کي شيطان کڻي نہ لاٿو اهي ان جي قابل نہ آهن ۽ نہ ئي اهي ائين ڪري سگهن ٿا. اهي تہ ٻڌڻ جي جاءِ کان پري ڪيا ويا آهن. (212_211_210:27)

18. هن قرآن کان اهو انڌو ڪيو ويو آهي. جنهن جي قسمت ۾ انڌو ٿيڻ هوندو آهي. مار پوي دل جي گهٽيندڙ تي. (51:10)

19. پوءِ هن قرآن ۾ غور نہ ٿا ڪن. جيڪڏهن اهو الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي طرفان هجي ها تہ البت ان ۾ گهڻا اختلاف لهن ها. (82:4)

20. تون شڪ ڪندڙن مان نہ ٿيءُ. ان جي ڳالهين کي ڪو مٽائڻ وارو ڪونهي.

21. الله سهڻو ڪتاب لاٿو جو اول کان آخر تائين هڪجهڙو آهي ۽ تڪرار سان بيان ڪندڙ (23:39)

22. جنهن منهن موڙيو منهنجي ذڪر کان سو بيشڪ ان جو گذارو تنگيءَ جو آهي. (124:20)

23. جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي. اهي ان جي تلاوت ڪن ٿا جيئن پڙهڻ جو حق آهي، ان تي ايمان رکن ٿا. (121:2)

24. وڏي برڪت وارو آهي اهو جنهن نازل ڪيو قرآن پنهنجي ٻانهي تي جيئن سموري جهان وارن کي ڊيڄاريندڙ هجي. (25:1)

25. جيڪڏهن اسان هن قرآن کي ڪنهن جبل تي لاهيون ها تہ ضرور تون ان کي ڏسين ها ٽڪرا ٽڪرا ٿيندڙ الله جي خوف کان. (21:59)

(حضرت موسيٰ عليه السلام جي اسرار تي جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي نور جي جهلڪ جبل تي وڌي تہ اهو جبل ذرا ذرا ٿي ويو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام

بيهوش ٿي ويو. قرآن پاڪ بہ الله جو نور آهي. الله پاڪ جو ڪلام آهي. ان لاءِ بہ الله فرمايو تہ جبل تي ان کي لاهيون ها تہ ذرا ذرا ٿي وڃي ها. پوءِ اسان ان جي ڏسڻ ۾ ڪٽڻ سان ڇو نہ ٿا بيهوش ٿيون؟ لکندڙ جو خيال آهي تہ ان جو مثال سج ۽ چنڊ جي روشني وانگر آهي. سج جي روشني تيز آهي، جيڪڏهن جبل ان جي وڌيڪ ويجهو هجي تہ پگهرجي وڃي. چنڊ کي روشني بہ سج کان ملي ٿي. ان جي روشني ٿڌي ۽ وڻندڙ آهي. ان ڪري اسان بيهوش نہ ٿا ٿيون، پر سڪون محسوس ڪريون ٿا)

## الله تعاليٰ قرآن مجيد لاءِ رسول ڪريم ﷺ کي ڇا فرمايو

1. اسان توڏانهن ذڪر نازل ڪيو آهي، جيئن تون انهن ماڻهن سان بيان ڪرين جيڪي ان ڏانهن موڪليوسين، من ڌيان ڪن. (44:16)
2. اي محبوب! جڏهن تون قرآن پڙهندو آهين، اسان توتي ۽ انهن (ڪافرن) ۾ جن جو آخرت تي ايمان نہ آهي، هڪ لڪل پردو ڪري ڇڏيو ۽ اسان انهن جي دلين تي پردا وجهي ڇڏيا جو نہ سمجهن ۽ ڪنن ۾ ٽات.
3. الله تعاليٰ ڪتاب لاٿو ۽ حڪمت ۽ توکي سيکاريائين جو تون نہ ڄاڻندڙ هئين. الله جو توتي وڏو فضل آهي. (113:4)
4. توهان فرمايو جيڪو جبرئيل جو دشمن آهي سو سڙي مري، ڇوتہ ان الله جي حڪم سان توهان جي دل تي هي قرآن لاٿو آهي (98:2)
5. قرآن ۾ جلدي نہ ڪر، جيستائين ان جي وحي تنهنجي طرف پوري نہ ٿ ۽ آهي.
6. اسان ان (قرآن) کي وقفي وقفي سان (23 سالن ۾) لاٿو جيئن ان سان تنهنجي دل مضبوط ڪريون. (114:20)
7. بيشڪ اسان تنهنجي طرف پڌريون آيتون نازل ڪيون آهن ۽ انهن جي رڳو بي فرمان ماڻهوئي منڪر ٿيندا.
8. اي محبوب! بيشڪ اسان تنهنجي طرف سچو ڪتاب نازل ڪيو جيئن تون ماڻهن ۾ فيصلو ڪرين جيئن الله توکي ڏيکاريو. (105:4)

9. الله تعاليٰ ڪتاب لاٿو ۽ حڪمت ۽ توکي سيکاريائين جو ڪجھ نہ ڄاڻندو هئين ۽ الله جو توتي وڏو فضل آهي.

10. توهان فرمايو: توهان جي ۽ منهنجي وچ ۾ الله شاهد آهي ۽ منهنجي طرف هن قرآن جو وحي ٿيو آهي جيئن مان ان سان توهان کي ڊيڄاريان. (19:6)

11. تون فرماءِ مان قرآن تي توهان کان مزوري نٿو گهران. اهو تہ نصيحت آهي سموري جهان وارن لاءِ. (38:87)

12. اهي (ڪافر) چون ٿا تہ ان (رسول ڪريم ﷺ) قرآن کي پاڻ گهڙيو (دليون ٺاهيو) آهي. تون فرماءِ توهان بہ اهڙيون ڏهہ گهڙيل سورتون ڪٺي اچو ۽ پوءِ الله کان سواءِ جيڪي بہ ملن تن کي سڏيو جيڪڏهن توهان سچا آهيو. جيڪڏهن اهي توهان جي ڳالهہ جو جواب نہ ڏئي سگهن پوءِ يقين ڪريو تہ اهو الله جي علم سان لٿو آهي. (11:14_13)

13. تلاوت ڪر (پڙهہ) جيڪو تنهنجي رب جو ڪتاب توڏي وحي ٿيو. ان کي ڪوبہ مٽائڻ وارو ڪونهي. (207:48)

14. پوءِ اسان تنهنجي زبان ۾ هن قرآن کي آسان فرمايو آهي، جو تون ان سان خوشخبري ڏين پرهيزگارن کي ۽ جهڳڙالو ماڻهن کي ڊيڄارين. (98:19)

15. بيشڪ هي قرآن رب العالمين نازل ڪيو آهي. هن کي روح الامين (جبرئيل) وٺي ڪري لاٿو تنهنجي دل تي جيئن تون ڊيڄارين. ان جي خبر اڳين ڪتابن ۾ آهي. (195:27)

16. جڏهن انهن تي اسان جون روشن آيتون پڙهيون وينديون آهن تہ چوڻ لڳندا آهن جن کي اسان جي ملڻ جي اميد نہ آهي تہ هن کان سواءِ ٻيو قرآن آڻ يا هن کي مٽائي ڇڏ. تون فرماءِ مون کي حق نٿو پهچي جو مان ان کي پنهنجي طرفان مٽايان. مان تہ ان جو تابع آهيان، جيڪو منهنجي طرف وحي ايندو آهي. (10:15)

17. اي محبوب! هن کان اڳ تون ڪوبہ ڪتاب پڙهندو نہ هئين ۽ نہ هٿ سان لکندو هئين. اٿين هجي ها تہ باطل وارا ضرور شڪ آڻين ها. بلڪ هي روشن آيتون آهن علم وارن جي سيني ۾. (29:49_48)

18. تون فرماءِ مان هن قرآن تي توهان کان مزوري نٿو گهران. مان بناوت وارن مان نہ آهيان. (86:38)
19. پوءِ مضبوطيءَ سان چنبڙيو رهہ ان کي جيڪو تنهنجي طرف وحي موڪليو ويو آهي. بيشڪ تون سڌي واٽ تي آهين. بيشڪ اهو شرف تنهنجي لاءِ آهي ۽ تنهنجي قوم لاءِ. عنقريب توکان پڇا ڪئي ويندي.
20. پوءِ جڏهن محڪم سورت لاٿي وئي ۽ ان ۾ جهاد جو حڪم ڏنو ويو تہ تون (رسول) ڏسندين انهن کي جن جي دل ۾ مرض آهي تنهنجي طرف ڏسندا آهن انهيءَ وانگر جنهن تي موت ڇانيل هجي. انهن جي حق ۾ بهتر هو فرمانبرداري ڪرڻ ۽ چڱي ڳالهہ چوڻ.
21. اسان خوب ڄاڻون ٿا جو ڪجهہ اهي چئي رهيا آهن ۽ تون (رسول) انهن تي ڪا ڏاڍائي ڪرڻ وارو نہ آهين. پوءِ قرآن سان نصيحت ڪر ان کي جيڪو منهنجي ڌمڪيءَ کان ڊڄي.
22. بيشڪ هي قرآن هڪ ڪرم واري رسول سان ڳالهيون آهن. اهو ڪنهن شاعر جو قول نہ آهي. ڪيترو نہ گهٽ يقين رکو ٿا. (69:41_42)
23. تون (رسول ڪريم ﷺ) ياد ڪرڻ جي جلدي ۾ قرآن سان گڏ پنهنجي زبان نہ چور. بيشڪ ان کي محفوظ ڪرڻ ۽ پڙهڻ اسان جي ذمي آهي. پوءِ اسان جڏهن ان کي پڙهي بيهون ان پڙهيل جو اتباع ڪر. بيشڪ ان جو ٻڌائڻ بہ اسان جي ذمي آهي. (75:19_18_17_16)
24. پنهنجي رب جي نالي سان پڙهہ جنهن پيدا ڪيو انسان کي رت جي دڳ مان. پڙهہ تنهنجو رب ئي سڀ کان وڏيڪ ڪريم آهي.
25. هي الله جون آيتون آهن جو اسان توتي (رسول ڪريم ﷺ) چڱي طرح پڙهون ٿا. بيشڪ تون رسولن مان آهين. (2:252)
26. ڪافرن جو چيو نہ ڪر. انهن سان جهاد ڪر وڏو جهاد هن قرآن سان. (25:52)
27. اي محبوب! الله ان جو شاهد آهي تہ جيڪي ان توهان جي طرف لاٿو اهو انهيءَ پنهنجي علم سان لاٿو آهي. ملائڪ شاهد آهن ۽ الله ڪافي شاهد آهي. (4:166)
28. اي محبوب! اسان تنهنجي طرف نازل ڪيو سچو ڪتاب اڳين

ڪتابن جي تصديق ڪندڙ ۽ انهن تي شاهد ڪري ۽ نگهبان ٿي ڪري تہ انهن ۾ فيصلو ڪريو الله جي نازل ڪيل مطابق. (48:5)

29. جڏهن تون انهن وٽ ڪا آيت نہ آڻين تہ چوندا آهن تہ تو پاڻ ڇو نہ آيت ناهي. تون فرماءِ مان تہ ان جو تابع آهيان جيڪو منهنجي رب طرفان وحي اچي. (203:7)

30. انهن کي دنيا جي زندگي فريب ڏنو. قرآن سان انهن کي نصيحت ڪر متان ڪا جان پنهنجي ڪئي تي پڪڙجي نہ وڃي. (70:6)

## قرآن ڪنهن جي طرفان نازل ڪيل آهي؟

1. قرآن حڪمت واري خبر رکندڙ طرفان نازل ڪيل آهي.
2. قرآن نازل ڪيو آ حڪمت واري سمورين خوبين سان ساراهيل جي طرفان. (42:41)
3. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ ان کي نازل ڪيو آهي جيڪو آسمانن ۽ زمين جي هر ڳالهہ ڄاڻي ٿو. (2:40)
4. قرآن عزت واري مهربان جو نازل ڪيل آهي. عزت واري علم واري طرفان نازل ڪيل آهي.
5. هي ڪتاب نازل ڪيل آهي الله جي طرفان جيڪو عزت وارو علم وارو گناهہ بخشڻ وارو ۽ توبهہ قبول ڪرڻ وارو سخت عذاب ڪرڻ وارو وڏي انعام ڏيڻ وارو آهي. ان کان سواءِ ڪوبہ معبود نہ آهي. ان جي طرف موٽڻو آهي.
6. هيءُ ڪتاب نازل ٿيل آهي وڏي رحيم ۽ مهربان جو جنهن جون آيتون مفصل بيان ڪيون ويون آهن.
7. بيشڪ هي قرآن عزت واري فرشتي جبرئيل جو لاٿل آهي ۽ چيل آهي جو طاقت واري عرش جي مالڪ وٽ وڏي درجي وارو آهي.
8. هي ڪتاب نازل ڪيل آهي عزت ۽ حڪمت واري طرفان. (46 :2)
9. قرآن پاڪ نازل ڪيل آهي جهانن جي رب جو (80:57)

## قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ جو مقصد (قرآن ڇو پڙهون ٿا؟)

1. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو: جيترو توهان کي سؤلو لڳي، اوترو قرآن مان پڙهو. الله کي معلوم آهي ته توهان مان ڪي بيمار ٿيندا (هر بيماريءَ جو علاج قرآن پاڪ ۾ آهي) روزگار واسطي ڪي ماڻهو زمين ۾ سفر ڪن ٿا (روزيءَ جي برڪت واسطي قرآن مان پڙهو) توهان مان ڪي الله جي راهه ۾ لڙندا هوندا (حق لاءِ، دين لاءِ، دشمن تي غالب پوڻ لاءِ، فتح حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن مان پڙهو) (20:73)
2. قرآن پڙهڻ سان ماڻهن ۾ سوچ پيدا ٿئي ٿي. الله جي حڪمن ۽ ان جي منع ڪيل ڳالهين جي خبر پوي ٿي. (113:20)
3. تون فرماءِ ان کي پاڪ روح (جبرئيل) لاٿو توهان جي رب جي طرفان برحق، جيئن ان سان ايمان وارن کي ثابت قدم رکي ۽ هدايت ۽ خوشخبري مسلمانن واسطي.
4. الله ماڻهن سان پنهنجون آيتون بيان ڪري ٿو ته من پرهيزگار ٿين. قرآن سڌي واٽ ڏيکاري ٿو. (17:19)
5. الله جي حڪمن کي سمجهندڙ ۽ عمل ڪندڙ الله کان ڊجو ۽ ڪفر نه ڪريو.
6. جڏهن قرآن پڙهيو وڃي ته ان کي ڪن لائي ٻڌو ۽ خاموش رهو. من اوهان تي رحم ٿئي. (7:204)
7. هي ڪتاب اسان نازل ڪيو آهي تنهنجي طرف جو تون ماڻهن کي اونداهين مان روشنيءَ طرف آڻين پنهنجي رب جي حڪم سان ان جي واٽ طرف جيڪو عزت وارو ۽ سمورين خوبين وارو آهي. (14:1)
8. بيشڪ هي قرآن سڀ کان سڌي راهه ڏيکاري ٿو عزت واري ساراهيل جي.
9. اسان ماڻهن واسطي هن قرآن ۾ هر قسم جا مثال هر نموني بيان فرمايا آهن جو ڪنهن طرح انهن کي نصيحت ٿئي ۽ ڊڄن. (39:27)
10. اهڙيءَ طرح اسان ان (قرآن) کي عربي قرآن جي صورت ۾ لاٿو ۽ ان ۾ قسمين قسمين عذاب جا واعدا ڪيا. من [illegible] کي خوف ٿئي يا انهن

جي دلين ۾ سوچ پيدا ٿئي. (113:20)

11. ڇا انهن لاءِ هي ڪافي نہ آهي جو اسان توتي ڪتاب لاٿو جيڪو انهن تي پڙهيو وڃي ٿو. بيشڪ ان ۾ رحمت ۽ نصيحت آهي ايمان وارن لاءِ.
12. هي قرآن ماڻهن جون اکيون کوليندڙ آهي، هدايت ۽ رحمت آهي ويساهہ ڪندڙن لاءِ (20:45)
13. الله تعاليٰ مقدس ڪتاب ۾ رسولن، نبين ۽ انهن جي قومن جو احوال ٻڌايو. انساني حقن، دنيا جي زندگي ۽ آخرت جو بيان ٻڌايو. عجيب ڳالهيون (معجزا)، عبادت جا قسم ۽ طريقا، ملائڪن ۽ جنن جو احوال ٻڌايو. بهشت ۽ دوزخ جو احوال، بهشت جون نعمتون نيڪن لاءِ ۽ دوزخ جو عذاب ظالمن لاءِ، ڪافرن ۽ مشرڪن لاءِ.
14. هن ڪتاب جي پڙهڻ سان غور ۽ فڪر ڪري نيون ايجادون، نيون تخليقون انسان ذات جي فائدي لاءِ ڪيون ويون آهن.
15. هي پاڪ ڪتاب ظالمن کي ڊپ ٻڌائي ٿو خراب ڪمن ڪري، ايمان نہ آڻڻ ڪري تہ انهن لاءِ عذاب آهي. نيڪن کي خوشخبري انهن لاءِ اجر آهي، بهشت جون نعمتون آهن. (12:46)
16. قرآن پاڪ نازل ٿيڻ جو مقصد: (1) وصفون ان الله جون جيڪو جهانن جو رب آهي. (2) الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق جا ٻہ ٽولا ڪيا هڪڙا نيڪ ٻيا بد. نيڪن لاءِ رضا ۽ راحتون ۽ بد لاءِ ڏمر ۽ ڏک. (3) واٽ ٻنهي ٽولن جي نيڪن جي محبت، عدل، سچائي ۽ بد (خراب) جي غفلت، ظلم، ڪوڙ آهي.
17. هي قرآن ذڪر آهي مون سان گڏ وارن جو ۽ مون کان اڳين جو ذڪر، مگر انهن مان گهڻا حق کي نہ ٿا ڄاڻن. (21:24)
18. هيءُ هڪ برڪت وارو قرآن آهي جيڪو اسان توهان جي طرف لاٿو ان لاءِ تہ هن جي آيتن ۾ سوچ ڪن ۽ نصيحت پرائن عقلمند. (38:29)
19. ان جي بيان ڪيل قصن مان عقلمندن جون اکيون کلنديون آهن.
20. قرآن پاڪ وسيلو آهي تڪليفن، غمن، بيمارين جي ڇوٽڪاري جو. وسيلو آهي هن دنيا ۾ ڀلائيءَ ۽ آخرت جي ڀلائيءَ جو. وسيلو آهي شيطاني وسوسن کان بچڻ جو. قرآن پاڪ اسان لاءِ مدد آهي ڪاميابي

۽ فتح لاءِ.

21. قرآن شريف پڙهائي ٿو ته الله تعاليٰ کان سندس رضا، بخشش، ان جون نعمتون ڪيئن گهرو، پنهنجي گناهن ۽ خطائن جي معافي لاءِ ڪيئن ڪيس پاڏايو.

22. قرآن پاڪ پڙهڻ سان هن دنيا ۽ آخرت جو علم وڏي ٿو پنهي جهانن جي چاڻ ملي ٿي. (2:8)

23. قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ اڳين ماڻهن جون عادتون پڌايون آهن ۽ الله تعاليٰ جا احڪام آهن.

## مقدس ڪتاب (قرآن) جا منڪر

1. جيڪڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ته توهان جي رب ڇا نازل ڪيو ته چوندا آهن ته اڳين جون آکاڻيون.

2. انهن کان وڏيڪ ظالم ڪير آهي جن کي رب جون آيتون ياد ڏياريون وڃن ته اهي انهن کان منهن ڦيري ۽ وساري ويهن.

3. جيڪو قرآن کي نه مڃي، ان جون آيتون وساري اهو قيامت ۾ انڌو ٿي اٿندو.

4. جڏهن توهان ٻڌو ته الله جي آيتن جو انڪار ڪيو وڃي ٿو ۽ ان سان مسخري ڪئي وڃي ٿي ته انهن ماڻهن سان نه ويهو ايستائين جو اهي ڪنهن ٻي ڳالهه ۾ مشغول نه ٿين. (4:140)

5. جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو ۽ انهن کان وڏائي ڪئي، تن جي واسطي آسمان جا دروازا نه کوليا ويندا ۽ نه اهي جنت ۾ داخل ٿيندا.

6. تباهي آهي انهن لاءِ جيڪي پنهنجي هٿن سان ڪتاب لکن ٿا. پوءِ چون ٿا ته هي الله جي طرفان آهي جيئن ان جي عيوض ٿورو ملهه وٺي سگهن. (79:2)

7. ڪافرن چيو ته هي قرآن کليو کلايو جادو آهي جڏهن انهن وٽ اسان جي طرفان حق آيو. (30:43)

8. انهن مان گهڻن کي حق (قرآن) نه وڻيو. چيائون هي اڳين جون

کـهاٽيون آهن. جيڪي ان (رسول ڪريم ﷺ) لکي ورتيون آهن. پوءِ اهي ان تي صبح شام پڙهيون وڃن ٿيون. ان جي بين مدد ڪئي قرآن ٺاهڻ ۾. تون فرماءِ ان کي نازل ڪيو الله جيڪو آسمانن ۽ زمين جي هر ڳالهہ ڄاڻي ٿو. (25:6_5)

9. ڪافرن چيو هي قرآن نہ ٻڌو ۽ هن ۾ بيهودو لڙ مچايو. شايد ائين توهان غالب ٿيو. پوءِ ضرور اسان ڪافرن کي سخت عذاب چکائينداسون. (41:26)

10. ڪافرن کي نہ وڻيو جيڪو قرآن الله نازل ڪيو. پوءِ الله سندن نيڪ عمل چٽ ڪري ڇڏيا.

11. بيشڪ جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو جلدي اسان انهن کي باهہ ۾ داخل ڪنداسين. (56:4)

12. جيڪي ڪوشش ڪندا آهن اسان جي آيتن ۾ هار ۽ کٽڻ جي ارادي سان، اهي جهنمي آهن. (51:22)

13. ڪافر چون ٿا تہ رسول ڪريم هن کي دلئون گهڙيو آهي، تون فرماءِ جيڪڏهن مون پاڻ ان کي ناهيو هجي تہ توهان الله جي اڳيان منهنجي واسطي ڪو اختيار نہ ٿا رکو. اهو چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو جن ڳالهين ۾ توهان مشغول آهيو. (8:46)

14. هن کان سواءِ ٻيو قرآن آڻ يا هن کي مٽائي ڇڏ. تون فرماءِ مون کي حق نہ ٿو پهچي جو مان ان کي پنهنجي طرفان مٽايان. مان تہ ان جو تابع آهيان جيڪو منهنجي طرف وحي ايندو آهي. (15:10)

# ڄاڻ

ڄاڻ هجڻ. خبر هجڻ يا علم هجڻ ڪري انسان جو درجو رتبو الله تعاليٰ ملائڪن کان بہ مٿي ڪيو جيڪي نور جي پيدائش آهن. اها نعمت الله سائين حضرت آدم ﷺ کي پنهنجي علم سان سيڪاري ملائڪن سان مقابلو ڪرايو ۽ حضرت آدم ﷺ کي مٿانهون ڪيو. انسان کي ڄاڻ يا علم ڏيڻ لاءِ رب پاڪ پيغمبر موڪليا, پاڪ ڪتاب آيا, انسان کي سمجهہ ۽ شعور عطا ٿيو. آخري پاڪ ڪتاب قرآن شريف موليٰ سائين موڪليو جيڪو اول کان آخر تائين ڄاڻ آهي. اها ڄاڻ عالم سڳورا اسان لاءِ بيان ڪندا رهن ٿا ۽ لکڻ وارا لکندا رهيا آهن, جيئن اسان جو علم وڌي, اسان بہ ڄاڻ وارا ٿيون ۽ ان مطابق عمل ڪريون, نيڪ ڪم ڪريون, عدل ۽ سچائي وارا ڪم ڪريون, دنيا جي حياتي سڪون ۽ امن سان گذاريون, آخرت جو اجر حاصل ڪريون. الله تعاليٰ اسان سڀني کي توفيق ڏيندو سلامتي واري رستي تي هلڻ جي.

الله تعاليٰ مقدس ڪتاب ۾ فرمايو آهي:

1. الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو جيڪو توهان جي دلين ۾ آهي ۽ توهان نٿا ڄاڻو جيڪي الله جي علم ۾ آهي.
2. الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي. (116: 6)
3. الله ڄاڻي ٿو جيڪو توهان لڪايو ٿا ۽ جيڪي ظاهر ڪريو ٿا. (5 :99)
4. ڪي ماڻهو الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪندا آهن بغير ڄاڻ جي. هر سرڪش شيطان جي پنيان لڳندا آهن. ڪين علم نہ آهي, نڪو دليل نہ روشن لکيو اٿن. (22:3_22:8)
5. سموريون خوبيون الله لاءِ آهن, پر گهڻا ماڻهو ڄاڻن نہ ٿا. (16 :75)
6. اڳين ڪتاب وارن (توريت ۽ انجيل وارن, يهودين ۽ عيسائين) رسول ڪريم ﷺ جن جي وصفن ۽ شان کي لڪايو. ڄاڻن پيا رسول کي پر حسد ڪري نہ پيا مڃن.

7. الله تعاليٰ توتي (رسول ڪريم ﷺ تي) ڪتاب ۽ دانائي لاٿي آهي ۽ جيڪو تون نه ڄاڻندو هئين، ”زڪي سيکاريائين. توتي الله جو وڏو فضل آهي. (4 :113)
8. جن کي اسان ڪتاب ڏنو آهي، اهي ڄاڻن ٿا ته هيءُ ڪتاب (قرآن پاڪ) تنهنجي رب جي طرفان سچو نازل ڪيل آهي. (6 :114)
9. الله جي راهه ۾ جهاد ڪريو مال ۽ جان سان. اهو توهان لاءِ بهتر آهي، جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ آهي. (9 :41)
10. پوڙهائپ به هڪ مقرر عمر جي حد آهي، جنهن کي نڪمي عمر سڏجي ٿو جو ڄاڻڻ کان پوءِ نه ڄاڻي (ويسر وغيره) (16 :70)
11. ڪنهن به ساهه کي ڄاڻ نه آهي ته صبحاڻي هو ڇا ڪمائيندو ۽ نه ئي ڪين ڄاڻ آهي ته هو ڪهڙي زمين ۾ مرندو. الله ڄاڻڻ وارو خبردار آهي. (31 :34)
12. ان ڳالهه جي پٺيان نه پئو جنهن جي توکي ڄاڻ نه آهي. (17 :36)
13. جنهن الله کان سواءِ ٻيا مالڪ ناهي ورتا آهن، انهن جو مثال ڄڻ ڪوريئڙي ڄاريءَ جو گهر ناهيو. سمورن گهرن ۾ ڪمزور گهر ڪوريئڙي جو آهي. ڪيڏو نه چڱو هو جيڪر ڄاڻن ها. (29 :41)
14. ڄاڻ هوندي ڪوڙ نه ڳالهائجي.
15. اسان رات ۽ ڏينهن کي ٻه نشانيون ناهيون، پوءِ رات جي نشاني مٽائي سين ۽ ڏينهن جي نشاني ڪئي سين جيئن رب جي پلائي تلاش ڪريو. سالن جي ڳڻپ ۽ حساب ڄاڻو. (17 :12)
16. اهڙي ڳالهه جنهن جو علم يا ڄاڻ توهان کي نه آهي، اها هڪٻئي کان ٻڌي پنهنجي زبان تي نه آڻجي، جنهن سان ”نفرت پيدا ٿئي يا فساد ٿئي.(24 :15)
17. ڪنهن به ساهه کي ڄاڻ نه آهي انهن اکين ٺارينڊڙ نعمتن (بهشت جون) جي، جيڪي الله سائين انهن لاءِ لڪائي رکيون آهن سندن عملن جي انعام ۾. (32 :17)
18. الله تعاليٰ توهان ۾ رسول موڪليو توهان منجهان جيڪو توهان تي اسان جون آيتون پڙهي ٿو ۽ توهان کي پاڪ ڪري ٿو ۽ توهان کي

ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو ۽ اهو علم سيکاري ٿو جنهن جي توهان کي ڄاڻ نہ هئي. (2 :151)

19. يقين ڪريو تہ الله جو واعدو سچو آهي پر گهڻا ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن.

20. ڄاڻو تہ دنيا جي زندگي راند روند ئي آهي ۽ سينگار ۽ توهان جو هڪٻئي ۾ فخر مال ۽ اولاد ۾ هڪٻئي تي زيادتيءَ جي خواهش. (20:57)

21. الله جي شان جي خبر جيتري نبيءَ کي هوندي، اها عام ماڻهوءَ وٽ ڄاڻ نہ هوندي. نبي سڀ کان وڏيڪ علم رکندا آهن.

22. ان (الله) جي نشانين مان آهي آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۽ توهان جي ٻولين ۽ رنگن جو اختلاف. بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن ڄاڻ وارن واسطي. (22:30)

23. ظالم پنهنجي خواهشن جي پنيان لڳي پوندا آهن بغير ڄاڻ جي. (29:30)

24. علم وارن کان پڇو جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ نہ هجي. (16:43)

25. الله سائين رسول ﷺ کي ماڻهن جي دلين جون ڳالهيون ٻڌايون ۽ اهو بہ ٻڌايو تہ تنهنجي حضور ايندا تہ ڇا چوندا ۽ انهن لاءِ جواب بہ ٻڌايو ان ڪري رسول دل جون ڳالهيون ڄاڻي ٿو.

26. قرآن مجيد ڄاڻ آهي الله جي طرفان انهن شين جي، جيڪي زمين ۾ ۽ آسمانن ۾ آهن. جيڪي بهشت ۽ دوزخ ۾ آهي، زندگي ۽ موت کان پوءِ جي ڄاڻ. جيڪي لوح محفوظ ۾ لکيل آهي ان جي ڄاڻ. گذريل وقت، هلندڙ وقت ۽ ايندڙ وقت جي ڄاڻ. "اسان (الله) انهن وٽ هڪ ڪتاب آندو جنهن ۾ اسان وڏي ڄاڻ رکي آهي."

27. رب جي لشڪرن جي الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ڄاڻ نہ آهي. (ملائڪ، جن، پکي، انسان، مڇر، ماڪڙ، ڏينيو، بيماريءَ جا جيوڙا، فصل جي بيماري...) (31:74)

28. بيشڪ توهان تي نگهبان آهن معزز لکڻ وارا (ڪرامًا ڪاتبين) ڄاڻن ٿا جو ڪجھ توهان ڪيو ٿا. 83:12-11-10)

29. جيڪڏهن ڄاڻو تہ روزو رکڻ اوهان لاءِ ڀلو آهي. (2:184)

30. ڇا انهن کي ڄاڻ نہ آهي تہ جيڪو الله ۽ رسول جي خلاف هلندو ان جي واسطي جهنم جي باھ آهي جو هميشہ ان ۾ رهندو اها وڏي خواري آهي.

31. بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ماڻهن جي پيدائش کان وڏي ڳالهہ آهي، پر گهڻا ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن. (57:40)

32. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ تہ الله توهان کي جياري ٿو پوءِ توهان کي ماريندو پوءِ توهان سمورن کي گڏ ڪندو قيامت جي ڏينهن جنهن ۾ ڪو شڪ نہ آهي، پر گهڻا ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن. اهي سمجهن ٿا تہ دنيا جي حياتي آهي جنهن ۾ مرون ٿا ۽ جيئرا ٿيون ٿا. اسان کي هلاڪ نہ ڪندو مگر زمانو. اسان نہ ٿا ڄاڻون تہ قيامت ڪهڙي شيءِ آهي. (24_25_26:45)

33. بيشڪ اسان (الله) ان کي پيدا ڪيو ۽ اسين ڄاڻون ٿا جيڪي وسوسا سندن نفس وجهندو آهي ۽ اسان دل جي رڳ کان بہ ان کي وڌيڪ ويجها آهيون. (16:50)

34. الله بهتر ڄاڻي ٿو جتي پنهنجي رسالت رکي تہ نبوت جو اهل ۽ حقدار ڪير آهي. پنهنجي رحمت سان خاص ڪندو آهي جنهن کي گهري (124:6)

35. الله ئي آهي جنهن سج کي جڳ روشن ڪندڙ بنايو ۽ چنڊ کي چمڪندڙ ۽ ان جي واسطي منزلون مقرر فرمايائين، جيئن توهان سالن جي ڳڻپ ۽ حسابن جو علم ڄاڻو.

36. جيڪڏهن يقين ڄاڻو ها (تہ قبر جو منهن ڏسندؤ) تہ مال جي محبت نہ رکو ها. (102:5)

37. اسان توهان کان اڳي رسول نہ موڪليا مگر مرد. جن جي طرف اسان وحي ٿي موڪليو. پوءِ علم وارن کان پڇي ڏسو جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ نہ آهي. (43:16)

38. جن الله جي واٽ ۾ گهر ٻار ڇڏيو مظلوم ٿي ڪري، ضرور اسان انهن کي دنيا ۾ چڱي جاءِ ڏينداسين ۽ بيشڪ آخرت جو ثواب تمام وڏو آهي جيڪڏهن ماڻهن کي ڄاڻ ٿئي ها.

39. الله ڄاڻي ٿو جو ڪجهه ڪنهن ماديءَ جي پيٽ ۾ آهي ۽ جو ڪجهه پيٽ گهٽ وڌ ٿيندو آهي. هر شيءِ ان وٽ هڪ انداز سان آهي. هر ڳجهه ۽ ظاهر جو ڄاڻندڙ سڀ کان وڏو بلنديون وارو. (8:13)
40. نه ڄاڻندا آهن ڇا ته الله پنهنجي ٻانهن جي توبهه قبول ڪندو آهي ۽ سندن خيراتون قبول ڪندو آهي. بيشڪ الله توبهه قبول ڪندڙ مهربان آهي.
41. جيڪي خدا جي واٽ ۾ ماريا ويا (يا ماريا وڃن) تن کي هرگز مئل نه چئو. بيشڪ اهي جيئرا آهن پر اوهان کي ڄاڻ نه آهي. (2:154)
42. آسمانن ۽ زمين جو بنائڻ ۽ اوهان جي زبانن ۽ شڪلين جو مختلف هجڻ سندس نشانين مان آهي. بيشڪ ان ۾ ڄاڻندڙن لاءِ نشانيون آهن.
43. اهو الله پاڪ آهي جنهن اها شيءِ جيڪا زمين ڄمائيندي آهي سا ۽ سندن جانين مان ۽ جيڪي شيون نه ڄاڻندا آهن. تن سڀني مان نر ۽ مادي پيدا ڪيا ۽ انهن نشانين مان هڪ رات آهي جو ان مان ڏينهن کي ڇڪي ڪڍندا آهيون ۽ انهيءَ مهل اهي اونداهيءَ ۾ رهندا آهن. (36:37)
44. ملڪ ۾ نه گهميو اٿن ڇا؟ جو ڏسن ها ته انهن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي جيڪي کانئن اڳ هئا. اهي هنن کان سگهه ۾ ۽ زمين جي نشانين (محلاتن جوڙڻ) ۾ تمام ڏاڍا هئا. پوءِ الله کين سندن گناهن سبب پڪڙيو ۽ الله جي عذاب کان کين ڪير به بچائيندڙ نه هو.
45. بيشڪ آسمانن ۽ زمين ۾ ايمان رکڻ وارن لاءِ پڪيون نشانيون آهن ۽ اوهان کي بنائڻ ۽ جيڪي چرندڙ مان پکيڙي ٿو. تنهن جي بنائڻ ۾ انهن ماڻهن لاءِ نشانيون آهن جيڪي يقين رکندا آهن. (45:4)
46. الله اهو آهي جنهن ستن آسمانن کي طبقا طبقا بنايو ۽ تون الله پاڪ جي بناوت ۾ ڪوبه فرق نه ڏسندين. (67:3)
47. ڄاڻ حاصل ڪرڻ بعد به جيڪڏهن تو انهن جي خواهشن جي پيروي ڪئي ته توکي نه ڪير الله کان بچائڻ وارو هوندو ۽ نه ڪو مددگار ٿيندو. (2:120)
48. آسمان ۽ زمين بند ٿيل هئا. پوءِ ان کي کوليوسين ۽ سڀ ڪنهن

ساهواري شئي کي پاڻيءَ مان پيدا ڪيوسين. (30:21)

49. زمين ۾ جبل پيدا ڪيائين، متان توهان کي ڏوڏو نہ ڏئي. نشانيون پيدا ڪيائين، تارن سان رستو لهندا آهن. (16:16_15)

50. الله تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام کي سمورين شين جا نالا سيکاري جڏهن اهي ملائڪن کان پڇيائين تہ هنن شين جا نالا ٻڌايو. چيائون تون پاڪ آهين، جيڪي اسان کي ڄاڻايو اٿئي، ان کان سواءِ اسان کي ڪي خبر نہ آهي. بيشڪ تون ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهين. (2:32_31)

51. الله اهو آهي جنهن آسمانن کي ريءَ ٿنڀين کڙو ڪيو. وري عرش ڏي متوجهہ ٿيو. سج ۽ چنڊ کي فرمانبردار ڪيائن جو سيڪو نهرايل مدت تائين هلندو آهي. سيني ڪمن کي رٿيندو آهي. اهو الله آهي جنهن زمين کي پکيڙيو ان ۾ جبل ۽ درياء بنايائين ۽ ان ۾ سڀ ڪنهن ميوي مان ٻہ ٻہ قسم بنايائين. ڏينهن کي رات سان ڍڪيندو آهي. بيشڪ ان ۾ غور ڪندڙ قوم لاءِ نشانيون آهن. (13:3_2)

52. الله ڄاڻي ٿو جو ڪجهہ اسان جي اڳيان آهي، جو ڪجهہ اسان جي پٺيان آهي. (2:258)

53. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ جيڪڏهن توهان پنهنجي دل جي ڳالهہ لڪايو يا ظاهر ڪريو الله کي سڀ معلوم آهي. ڄاڻي ٿو جو ڪجهہ آسمانن ۾ آهي ۽ جو ڪجهہ زمين ۾ آهي ۽ الله هر شيءِ تي قادر آهي. (3:29)

54. آسمانن ۽ زمين جي پيدائش، رات ڏينهن جي ڦير گهير ۾ نشانيون آهن عقلمندن لاءِ جيڪي انهن ۾ غور ڪندا آهن. (3:190)

55. الله جي واسطي مثال نہ ناهيو. بيشڪ الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نٿا ڄاڻو. (16:74)

56. الله توهان کي توهان جي مائرن جي پيٽ مان پيدا ڪيو جو توهان کي ڪابہ ڄاڻ نہ هئي ۽ توهان کي ڪن، اکيون ۽ دل ڏنائين جو توهان شڪرگذار ٿيو. (16:78)

57. الله اهو آهي جنهن ست آسمان ناهيا ۽ انهن جي برابر زمينون (ست) ناهيون ۽ انهن جي درميان حڪم لهندو آهي جيئن توهان کي ڄاڻ

رهي تہ الله سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. (12:65)

58. شيطان کي ڄاڻ نہ هئي تہ حضرت آدم ؑ کي سجدو نہ ڪرڻ سان ڇا ٿيندو؟

59. حضرت آدم ؑ کي الله بهشت ۾ هڪ وڻ جي ميوي کائڻ کان منع ڪئي. هن کي ان ميوي جي ڄاڻ نہ هئي تہ ان جي کائڻ کان پوءِ ڇا ٿيندو؟

60. بيبي بلقيس جو تخت سبا شهر کان حضرت سليمان ؑ وٽ اک ڇنڀ ۾ ان شخص گهرايو جنهن کي ان وقت جي پاڪ ڪتاب (توريت يا زبور) جي ڄاڻ هئي.

61. الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي بہ شيون پيدا ڪيون آهن، انهن لاءِ فرمايو آهي تہ اهي بيڪار نہ خلقيون آهن. سڀني ۾ حڪمت آهي پر فائدو يا نقصان ڄاڻ وارا ٻڌائيندا آهن. تارا جيڪي آسمان ۾ آهن، انهن جي بيهڪ، اپرڻ، ڇرپر جو بہ علم آهي جن کي علم نجوم چئبو آهي. ان لاءِ پاڪ ڪتاب ۾ آهي "اهو ئي آهي جنهن توهان جي واسطي تارا بنايا جيئن انهن جي ذريعي رستو معلوم ڪريو خشڪي ۽ بحريءِ اونداهين جو. اسان نشانيون مفصل ڪري ڇڏيون علم (ڄاڻ) وارن لاءِ" (97:6)

## وحي

الله تعاليٰ پنهنجن نبين تي خاص طريقي سا پنهنجا احڪام نازل ڪندو آهي، جنهن طريقي ڪار کي عربي زبان ۾ "وحي" چوندا آهن. وحي جي معنيٰ آهي اشارو ڪرڻ يا فطري طرح سان نبيءَ جي دل ۾ ڳالهہ وجهڻ. وحي الله تعاليٰ جي خاص ذات ۽ ٿوت آهي. وحي مان قرآن مجيد مراد آهي. وحي اها آهي، جيڪا الله تعاليٰ حضرت جبرئيل ؑ جي وسيلي قلبِ رسول تي نازل فرمائي.

وحي جو نازل ٿيڻ: (1) سڌو بنان وسيلي غيبي آواز (2) خواب ۾ (3) حضرت جبرئيل ؑ ذريعي انساني شڪل ۾ يا پردي پٺيان.

## الهام

هي مخفي تعليم ۽ تلقين جي معنيٰ طور استعمال ٿئي ٿو ۽ الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق کي جيڪا تعليم ڏيندو آهي. اها ڪنهن مڪتب يا درسگاهه ۾ نہ ڏني ويندي آهي، پر اهڙن مخفي طريقن سان ڏني ويندي آهي جو علم سيکارڻ وارو ۽ سکڻ وارو ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي. ان ڪري وحي فقط نبين ۽ رسولن لاءِ هوندو آهي ۽ الهام جنهن کي پاڪ ڪتاب ۾ وحي بہ لکيو ويو آهي، اهو اولياء الله ۽ خاص ٻانهن لاءِ هوندو آهي. ماکيءَ جي مک لاءِ بہ قرآن مجيد ۾ الهام آيو آهي.

حضرت خضر عليه السلام بہ جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام کي ٻڌايو اهو بہ هڪ قسم جو الهام يا لدني علم هو جيڪو الله تعاليٰ کيس عطا ڪيو.

## ڪشف

ڪشف جي لغوي معنيٰ آهي کولڻ، ظاهر ڪرڻ يا اظهار. اها منزل آهي، جتي پهچي ڪنهن لڪل شيءِ کي ڏسڻ يا ڪنهن پوشيده شيءِ کي ظاهر ڪرڻ آهي. الله تعاليٰ پنهنجي بندي جي بندگي ۽ ذڪر کان راضي ٿي پنهنجي رازن کان واقف ڪندو آهي. تصوف جي اصطلاح ۾ خواب يا سجاڳي جي حالت ۾ ڪن رازن جي حقيقت جي انڪشاف کي ڪشف چوندا آهن.

## وڏا (ڪبيرا) گناهه

1. حق تلفي (ظلم): الله تعاليٰ جو حق آهي، والدين جو حق آهي، رسول ڪريم ﷺ جو حق آهي، عام انسانن جو حق آهي، پنهنجي نفس جو حق آهي. شرڪ وڏو ظلم آهي.
2. الله تعاليٰ جو خوف نہ هجڻ: الله تعاليٰ جي حڪمن ۽ منع ٿيل ڳالهين جي پرواهہ نہ ڪرڻ، نافرماني جيتري وڌيڪ اوترو گناهه وڏو.
3. فجور (فساد – تعلقات ٽوڙڻ): ٻانهي ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ هجن يا انسانن جا پاڻ ۾ هجن. جن ڪمن سان فساد ٿئي، معاشرو خراب ٿئي،

زنا، چوري، بهتان، خاص طرح پاڙي ۾ يا پاڪ جاءِ يا ويجهي رشتي جو خيال نہ ڪرڻ.

## شڪل هڪڙي جيءَ ڏسڻ ۾ پيو اچي

بني اسرائيل جي عالمن ۽ فقهاء حضرت عيسيٰ عليه السلام جي مخالفت ڪئي جڏهن ان پنهنجي شهر ناصره ۾ تبليغ شروع ڪئي. پوءِ يروشلم پهتو جتي سازش ڪري الزام لڳائي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي رومي سلطنت موت جي سزا ٻڌائي. پوءِ الله تعاليٰ حضرت عيسيٰ عليه السلام کي غائب ڪيو يعني ان کي مٿي کڻي ورتو ۽ انهن يهودين مان هڪ جي شڪل حضرت عيسيٰ عليه السلام جهڙي ڪري ڇڏي، جنهن کي پڪڙي سوليءَ تي چاڙهيائون. يهودين دعويٰ ڪئي تہ اسان ان کي قتل ڪيو ۽ نصرانين ان جي تصديق ڪئي. (157:4)

## هجن گهٽا پر ڏسڻ ۾ اچن تورا (جنگ بدر ۾)

"اي محبوب! الله توکي خواب ۾ ڪافر تورا ڪري ڏيکاريا. اي مسلمانؤ! جيڪڏهن اهي توهان کي گهڻا ڪري ڏيکاري ها تہ ضرور توهان بزدلي ڪريو ها، مگر الله بچائي ورتو بيشڪ اهو دلين جي ڳالهہ ڄاڻي ٿو. جڏهن لڙائيءَ جي وقت ڪافر (هڪ هزار هئا) توهان کي تورا (70 کان 100) ڪري ڏيکاريا ۽ توهان کي (اصل ۾ مسلمان 300 هئا) انهن جي نظر ۾ تورا ڪري ڏيکاريائين، جيئن الله پورو ڪري (ڪافر ختم ڪري) جو ڪم ٿي رهڻو آهي. (44:8)

## خريد ڪري لوڻ ۽ رنگ (سوائي، گربي، اُٿل) گهري ڪٿوريءَ (خوشبوءِ) جي

جيڪا شيءِ خريد ڪبي آ تہ سوائي يا اُٿل بہ ان جي گهربي آهي. انهن ۾ ماڻهن کي غنيمتون يا فائدو چو ملي، جيڪي رسول ڪريم ﷺ جي چوڻ تي جنگ ۾ يا جهاد ۾ شامل نہ ٿين ۽ جڏهن جنگ ۾ فتح ٿئي تہ پوءِ ورهاست وقت غنيمتون وٺڻ لاءِ ايمان وارن جي پنيان لڳن. جڏهن انهن کي جهلن تہ

اسان جي پويان نہ اچو تہ چون تہ توهان اسان سان ساڙتا ڪريو.

1. قيامت جي ڏينهن منافق مرد ۽ منافق عورتون ايمان وارن کي چوندا تہ هڪ نظر اسان ڏي ڪريو تہ توهان جي نور مان ڪجھ حصو وٺون (سڪون حاصل ڪريون) چيو ويندو تہ پنهنجي پنيان موٽو اتي نور ڳوليو. (13:5)
2. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ اي يهوديو! جيڪڏهن توهان کي هي گمان آهي تہ توهان الله جا دوست آهيو ۽ ٻيا ماڻهو نہ آهن تہ پوءِ مرڻ جي تمنا ڪريو جيڪڏهن توهان سچا آهيو. اهي ڪڏهن بہ ان جي تمنا نہ ڪندا انهن ڪرتوتن سبب جيڪي انهن جي هٿن اڳيئي موڪليا آهن ۽ الله ظالمن کي ڄاڻي ٿو. (7:62)

## پٽ مٽائي (تبديل ڪري) وٺڻ

جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت خضر عليہ السلام کان نيڪ ڳالهين سکڻ لاءِ رفاقت ڪئي تہ رستي ۾ هڪ خوبصورت ڇوڪري کي حضرت خضر عليہ السلام قتل ڪري ڇڏيو جنهن تي حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪاوڙ جو اظهار ڪيو. پوءِ حضرت خضر عليہ السلام کيس ٻڌايو تہ "ڇوڪري جا ماءُ پيءُ مسلمان (مؤمن) هئا، اسان کي انديشو (ڊپ) ٿيو تہ اهو ڇوڪرو انهن کي سرڪشي ۽ ڪفر تي چاڙهيندو. پوءِ اسان گهريو تہ انهن ٻنهي جو رب ان (ڇوڪري) کان بهتر پاڪيزه مهرباني ۾ وڌيڪ ويجهو (جلد) عطا ڪري (81:18)

## ملائڪ مٽائي وٺڻ

يهودين جي عالم عبدالله بن صوريا حضور ڪريم ﷺ کي ٻڌايو تہ توهان وٽ جيڪو ملائڪ جبرئيل اچي ٿو اهو اسان جو ۽ اسان جي وڏن جو دشمن آهي. ڪيترا دفعا ان سختيءَ وارو عذاب ۽ تباهي آندي آهي. هاڻي توهان الله تعاليٰ کان حضرت جبرئيل جي جاءِ تي حضرت ميڪائيل مٽائي وٺو. اهو اچي تہ پوءِ ايمان آڻينداسين. پوءِ الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو "جيڪو الله ۽ ان جي ملائڪن ۽ سندس رسولن ۽ جبرئيل ۽ ميڪائيل جو دشمن ٿيندو پوءِ بيشڪ الله بہ اهڙن ڪافرن جو دشمن آهي." (98:2)

## قدرتي طعام منّائي وڻ

حضرت موسيٰ ﷺ جي قوم فرعون جي ڇوٽڪاري بعد جڏهن درياءَ
ٽپي ڪناري پهتي ته اتي جابلو علائقو هو. ڪابه ڇانوَ وغيره يا کاڌو ڪونه هو.
الله تعاليٰ طرفان انهن تي ڪڪر ڇانوَ ڪئي ۽ کاڌي ۾ من ۽ سلويٰ (هڪ
قدرتي کاڌو من= حلوو جيڪو ماک جي صورت ۾ مٺان ڪرندو هو ۽ سلويٰ=
ڪبوتر کان ننڍو پکي) مليو جيڪو ڪيترن سالن تائين بنا محنت جي
مفت ۾ ملندو هئن. آخرڪار انهن کان صبر نه ٿيو ۽ موسيٰ ﷺ کي چيائون ته
الله کان هي کاڌو مٽرائي ڏي، اسان کي زمين جون ڇاول شيون گهرجن جيئن
ڪڪڙ، ونگا، مهري، بصر. انهن جي نبيءَ کين ٻڌايو ته پلي شيءِ بدران گهٽ
شيءِ ڇو ٿا گهرو. آخر انهن جو قدرتي کاڌو بند ٿيو پوءِ پاڻ آبادي ڪرڻ لڳا.
جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي "(يهوديو) ياد ڪريو جڏهن توهان چيو اي موسيٰ!
اسان کان هڪ قسم جي کاڌي تي صبر نه ٿيندو. تون پنهنجي رب کان دعا
گهر ته اهو اسان لاءِ زمين جون ڇمايل شيون ڪڍي." (2:61)

## لوني ۾ لسي ڳاروئي ڳسي

"جيڪي پنهنجي عورتن (زالن وغيره) تي تهمت لڳائن (زنا جي) ۽
انهيءَ وٽ پنهنجي بيان کان سواءِ شاهد نه هجي، پوءِ اهڙي شخص جي
شاهدي جو طريقو هي آهي جو چار دفعا شاهدي ڏئي (چوي) الله جي نالي سان
ته اهو سچو آهي ۽ پنجون ڀيرو هي چوي ته الله جي لعنت هجي ان تي
جيڪڏهن ڪوڙو هجي ۽ عورت کان سزا هن طرح ٽري ويندي جو اها الله جو
نالو وٺي چار ڀيرا شاهدي ڏئي ته مڙس ڪوڙو آهي ۽ پنجون ڀيرو هن طرح
چوي ته عورت تي الله جو ڏمر جيڪڏهن مڙس سچو آهي." (26:9_8_7_6)

## انسان به ملاوٽ آهي

1. عرض (فنا ٿيندڙ شيءِ، جسم) ۽ جوهر (غير فاني جيڪو روح آهي) جو ميلاپ آهي.
2. بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو مليل منيءَ (امشاج) مان ان کان

امتحان ونڻ واسطي. پوءِ اسان ان کي ٻڌندڙ ڏسندڙ ڪري ڇڏيو. (2:76)

## بيبي حوا سلام عليها

حضرت آدم عليه السلام ننڊ ۾ ستل هو ته سندس ڪابي پاسري ملائڪن ڪڍي ان مان خوبصورت عورت ناهي. جڏهن آدم عليه السلام سجاڳ ٿيو ته پڇيائين ڪير آهين؟ جواب آيو ته مان تنهنجو خوف پري ڪرڻ واري آهيان ۽ سڪون ڏيڻ واري آهيان. پوءِ آدم عليه السلام کي حڪم مليو ته ان کي هٿ نه لاءِ، جيستائين سندس حق مهر نه ڏين. حضرت آدم عليه السلام چيو ته مون وٽ ته ڪجهه به نه آهي. ڪيس ٻڌايو ويو ته رسول ڪريم ﷺ تي ڏهه دفعا صلوات پڙهه ملائڪن جي اڳيان. بيبي صاحبه جو قد 60 هٿ. عمر 997 سال هئي. حضرت آدم عليه السلام جي وفات کان پوءِ 60 سال زنده رهي.

بيبي صاحبه کي 500 دفعا حمل ٿيو ۽ هر دفعي ٻه ٻار ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ڄڻيندي هئي. ڪل هزار ٻار ٿيا. ان جا ٽي ٻار مري ويا عبدالله، عبيدالله ۽ عبدالرحمان.

## غزوه

غزوه انهيءَ جهاد کي چئبو آهي، جنهن ۾ اسان جو رسول ڪريم ﷺ بذات خود شريڪ ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ اٺٽيهه غزوات ۾ شرڪت ڪئي.

## جنگيون ڪڏهن لڳيون

جنگ بدر 2 هجري 17 رمضان. جنگ احد 3 هجري 6 شوال. مڪي مڪرمه جي فتح 8 هجري 20 رمضان.

## ڪڏهن فرض ٿيا

زڪوات هجرت کان پوءِ ٻئي سال فرض ٿي. روزا 2 هجري ۾ فرض ٿيا. اذان 2 هجري ۾ شروع ٿي. هجرت 622ع پهرين ربيع الاول معراج هجرت کان هڪ سال اڳ 27 رجب تي ٿيو. پوءِ نماز فرض ٿي.

## قبلي جو بدلجڻ

اسان جي رسول ڪريم ﷺ مديني منوره ۾ بيت المقدس ڏانهن اٽڪل 15 مهينا منهن ڪري نماز پڙهي. پوءِ 15 شعبان 2 هجري ۾ پاڪ سڳورا ﷺ ٽيپهري جي نماز جماعت سان پڙهي رهيا هئا. ٻه رڪعتون پڙهيون، پوءِ ٽين رڪعت ۾ وحي نازل ٿيو ۽ ڪيس فرمايو ويو ته جنهن قبلي ڏانهن توهان راضي هجو ته هينئر ئي اوڏانهن منهن ڪريو. پوءِ اسان جي رسول ڪريم ﷺ ٽين رڪعت ۾ ئي ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪيو ۽ جماعت به وري صفون ناهي اوڏانهن منهن ڪيو. اها مسجد اڃان آهي، جنهن کي مسجد قبلتين چوندا آهن، يعني ٻن قبلن واري مسجد.

## ڪفارو

ڪنهن گناه جو ڪفارو ڏيڻ اهو آهي ته نيڪي ان گناه تي پوندي آهي ۽ ان کي ڍڪيندي آهي. ڪفارو گناه معاف ڪرڻ لاءِ آهي، ڪفارو روح کي صاف ڪندو آهي.

1. **ڪوڙو قسم کڻڻ:** الله توهان کي پڪڙ نه ڪندو آهي توهان جي غلط فهمي جي قسمن تي. هائو انهن قسمن تي گرفت ڪندو جن کي توهان مضبوط ڪيو ۽ اهڙي قسم جو ڪفارو آهي ڏهن مسڪينن کي کاڌو کارائڻ يا ڪپڙا ڍڪائڻ يا هڪ غلام آزاد ڪرڻ. جنهن کي انهن ڳالهين جي طاقت نه هجي ته ٽي ڏينهن روزا رکي. هي انهن لاءِ اهي جيڪي حلال شيءِ کي پاڻ تي حرام ڪن، ڄاڻي واڻي قسم کڻن.(89:5)
2. **خون بها:** مسلمانن کي حق نه آهي جو مسلمان جو خون ڪري مگر خطا ۾. جيڪو مسلمان کي ڄاڻي واڻي قتل ڪري ته ان تي هڪ ٻانهو آزاد ڪرڻ آهي ۽ خون بها جو مقتول جي وارثن جي حوالي ڪيو وڃي (ڏنو وڃي).
3. جيڪو ماڻهو پهتل تڪليف، جاني نقصان معاف ڪري ۽ صدقي جي نيت سان بدلو معاف ڪري، ان جي حق ۾ اها نيڪي ان جي گهڻن

گناهن جو ڪفارو ٿيندو. (45:5)

4. **احرام واري حالت:** احرام واري حالت ۾ شڪار ڪرڻ منع آهي. جيڪو ارادي سان ڪندو ته ان ڳالهه جو فيصلو ٻه عادل ڪندا ته ڪهڙو جانور بدلي ۾ ڏئي يا ڪيترا مسڪين کارائي يا ڪيترا روزا رکي.
5. **روزو ڀڃڻ ڇاڻي واڻي:** جيڪو روزو هجڻ جي حالت ۾ ڄاڻي واڻي ڪائي پيئي يا جماع ڪري، ان لاءِ ڪفارو آهي.
6. جيڪي پنهنجي زالن کي پنهنجي ماءُ جي جاءِ تي ڇئي وينا، وري اهو ئي ڪرڻ گهري جنهن تي ايذي وڏي ڳالهه ڇئي وينا. انهن تي ضروري آهي هڪ غلام آزاد ڪرڻ يا ٻه مهينا لڳاتار روزا رکڻ يا سٺ مسڪينن کي کارائڻ هن ڪان اڳي جو هڪٻئي کي هٿ لائن. (4:58)

## ظاهري فضل

1. ذوالقرنين (اسڪندر): بيشڪ اسان ان کي زمين ۾ طاقت ۽ هر شيءِ جو هڪ سامان عطا ڪيو. (84:18)
2. حضرت سليمان عليه السلام چيو اي انسانو! اسان کي پکين جي ٻولي سيکاري وئي ۽ هر شيءِ منجهان اسان کي عطا ٿيو. بيشڪ اهو ئي ظاهر فضل آهي. (16:27)
3. هد هد پکي حضرت سليمان عليه السلام کي ٻڌايو ته ان سبا شهر جي عورت (بلقيس) ڏٺي آهي، جيڪا انهن تي بادشاهي ڪري ٿي ۽ ان کي هر شيءِ منجهان حصو مليو آهي ۽ ان جو تخت وڏو آهي. (23:27)

# اِنسان

الله تعاليٰ جيڪي ساهه وارا پيدا ڪيا، انهن ۾ انسان کي وڏيڪ فضيلت وارو ڪيو. ان غور ۽ فڪر ڪرڻ جي قدرت رکيائين. انسان کي الله تعاليٰ تخليق جو شعور ڏنو جو عجيب ۽ حيران ڪندڙ شيون بنايون. انسان جي دل ۾ مالڪ سائين فجور ۽ پرهيزگاري رکي. اجاين وسوسن ۽ ناپاڪ سوچن کان پاڪ ٿيڻو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي تہ:

هُو پڻ آهي هن سين، "هيءُ" نہ هنئان ڌار
الانسان سري وانا سره. پروڙج پچار
ڪندا ويا تنوار، عالم عارف اهڙي

(الانسان سري وانا سره= انسان منهنجو راز آهي ۽ مان ان جو راز آهيان)

انسان جي جسم ۾ اهي خاصيتون موجود آهن، جيڪي زمين ۾ آهن، جيئن زمين ۾ لوهہ، ٽامون، جست، سون، فاسفورس، مئگنيشم ۽ ٻيا. زمين ۾ درياءَ، وڏا واهہ، ننڍا واهہ، موڪون موجود آهن، تيئن انسان ۾ شريانيون، نسون، وار نليون رڳيون ويون آهن. انسان ۾ بجلي، چقمق ۽ ٻيون بيشمار خاصيتون موجود آهن. انسان جي روح ۾ اهي خاصيتون آهن، جيڪي الله تعاليٰ پنهنجون صفتون ٻڌايون: ڏسندڙ ٻڌندڙ بخشيندڙ رحم ڪندڙ وغيره. الله سائين انسان لاءِ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو:

1. اسان (الله) انسان کي ڀهريائين مٽيءَ مان پيدا ڪيو پوءِ نطفي مان، پوءِ ان کي رت جو ڏڳ ڪيو پوءِ رت جي ڏڳ کي گوشت جو ٽڪرو ڪيوسين، پوءِ گوشت جي ٽڪري کي هڏ بنايوسين، پوءِ هڏ کي ڍڪايوسين گوشت، پوءِ ان کي ٻي صورت ۾ بنايو پوءِ وڏي برڪت وارو آهي الله سڀ کان بهتر بنائيندڙ (14:23)
2. بيشڪ اسان انسان کي وڄندڙ مٽيءَ مان پيدا ڪيو، جيڪا اصل ۾ ڪاري ۽ بدبوءِ دار هئي. (26:15)
3. انسان جي شروعاتي پيدائش مٽيءَ مان ناهيائين. پوءِ ان جي نسل کي

جاري رکيائين هڪ بيقدر پاڻيءَ جي خلاصي مان. پوءِ ان کي ٺيڪ ڪيائين ۽ ان ۾ پنهنجي طرفان روح ڦوڪيائين ۽ توهان کي عطا ڪيائين ڪن، اکيون ۽ دل. شڪر ڪيڏو نہ ٿورو ڪيو ٿا. (32:9_8_7)

4. بيشڪ اسان انسان کي مليل مٽيءَ مان پيدا ڪيو ان جي امتحان وٺڻ واسطي. پوءِ اسان ان کي ٻڌندڙ ڏسندڙ ڪري ڇڏيو. بيشڪ اسان ڪيس حق ڏيکاريو يا حق مڃي يا ناشڪري ڪري (76:3_2)

5. پوءِ انسان کي غور ڪرڻ گهرجي تہ ڪيس ڪهڙيءَ شيءِ مان پيدا ڪيو ويو آهي. هڪ ٽپ سان نڪرندڙ پاڻيءَ مان جيڪو پٺيءَ ۽ سيني جي وچان نڪرندو آهي. (86:7_6_5)

6. اي انسان! توکي ڪهڙي شيءِ ڌوڪي ۾ وڌو پنهنجي ڪرم واري رب کان جنهن توکي پيدا ڪيو ۽ ٺيڪ بنايائين ۽ جنهن صورت ۾ گهريائين توکي پيدا ڪيائين. (83:8_7_6)

7. اي انسانؤ! اسان توهان کي هڪ مرد ۽ هڪ زال مان پيدا ڪيو ۽ اوهان جون ذاتيون ۽ قبيلا بنايا تہ هڪ ٻئي کي سڃاڻو. بيشڪ الله وٽ اوهان مان وڏيڪ عزت وارو اهو آهي، جيڪو اوهان مان وڏيڪ پرهيزگار آهي. (49:13)

8. بيشڪ انسان تي هڪ وقت اهو بہ گذريو جو ان جو نالو ڪٿي بہ نہ هو. بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو مليل منيءَ مان (مرد ۽ عورت جي) (76:2_1)

9. بيشڪ اسان آدم جي اولاد کي عزت ڏني ۽ انهن کي خشڪي ۽ درياءَ ۾ سوار ڪيو ۽ انهن کي پاڪ شين مان روزي ڏني ۽ انهن کي گهڻي مخلوق کان فضيلت بخشي. (70:17)

10. انسان ۽ جنّ فقط الله جي عبادت لاءِ خلقيا ويا. (56:51)

11. اسان انسان کي تاڪيد ڪيو پنهنجي پيءُ ماءُ جي چڱائي جو. جيڪڏهن ڪوشش سان اهي توکي مجبور ڪن جو تون مون سان شريڪ ڪرين جنهن جو توکي علم نہ آهي، پوءِ انهن جو چيو نہ مڃ. (8:29)

12. اسان انسان کي سندس ماءُ پيءُ جي باري ۾ تاڪيد ڪيو. سندس ماءُ

ان کي پيٽ ۾ کنيو ڪمزوريءَ تان ڪمزوري سهندي ۽ ان جي ٿڃ ڇڏائڻ ٻن سالن ۾ آهي. هي تہ شڪر ڪر منهنجو ۽ پنهنجي پيءُ ماءُ جو. (14:31)

13. جڏهن انسان کي تڪليف پهچي ٿي تہ هو پاسي پر، ويٺي يا بيٺي اسان کي پڪاري ٿو. پوءِ جڏهن ان جي تڪليف دور ڪريون ٿا تہ هو هليو وڃي ٿو. ڄڻ تہ هن اسان کي پڪاريو ئي نہ هو ان تڪليف کان، جا هن کي پهتي هئي. (10:12)

14. بيشڪ اسان توهان کي پيدا ڪيو ۽ توهان جي صورت ٺاهي سين. پوءِ اسان ملائڪن کي فرمايو تہ آدم کي سجدو ڪريو. پوءِ اهي سمورا سجدي ۾ ڪِري پيا مگر ابليس، اهو سجدي ڪندڙن مان نہ هو. (11:7)

15. جڏهن اسان انسان کي رحمت چکايون ٿا پنهنجي طرف کان، پوءِ ان کي کسي وٺون ٿا تہ اهو نااميد ۽ بي شڪر ٿي وڃي ٿو. (9:11)

16. پوءِ جڏهن ماڻهوءَ کي تڪليف پهچي ٿي تہ اسان کي سڏي ٿو. پوءِ جڏهن اسان ان کي ڪا نعمت عطا ڪريون تہ پنهنجي طرف کان چوي ٿو تہ اها منهنجي علم جي ڪري ئي ملي آهي. بلڪ اها تہ هڪ آزمائش آهي. پوءِ انهن مان گهڻن کي علم ڪونہ آهي. (49:38)

17. جڏهن اسان انسان تي احسان ڪندا آهيون تہ اهو منهن ڦيري ٿو ۽ پنهنجي پاسي هٽي وڃي ٿو ۽ جڏهن ان کي تڪليف پهچي ٿي تہ پوءِ گهڻي دعا وارو آهي. (83:17)

18. انسان کي جلد باز بڻايو ويو. انسان وڏو ڪنجوس ۽ وڏو بخيل آهي. (100_11:17)

19. انسان هر شيءِ کان وڌيڪ جهڳڙالو، ظالم ۽ ناشڪر آهي. (67:17_54:18)

20. انسان ٿوري همت وارو پيدا ڪيو ويو آهي. جڏهن ان کي تڪليف پهچي ٿي تہ وڏو بي صبر ٿئي ٿو ۽ جڏهن ملي ٿو ان کي مال تہ وڏو بخيل ٿئي ٿو. (70:21_20_19)

21. بيشڪ انسان پنهنجي رب جو وڏو ناشڪر آهي. بيشڪ هو ان تي پاڻ شاهد آهي ۽ بيشڪ اهو مال جي محبت ۾ سخت آهي. سرڪشي،

ڪري ٿو جو پاڻ کي غني سمجهي ورتائين. (100:7_6)

22. انسان پلائي گهرڻ کان ٿڪجي نٿو. جڏهن ان کي تڪليف پهچي ٿي ته مايوس ۽ نااميد ٿي ويندو آهي. (41:50)

23. انسان جي واسطي نه آهي مگر پنهنجي پوري ڪوشش. عنقريب هن جي ڪوشش ڏٺي ويندي. پوءِ ان کي ان جو پورو بدلو ڏنو ويندو. (53:39_40_41)

24. انسان انسان کي تڪليف ۾ رهندڙ پيدا ڪيو آهي. ان کي پيدا ڪيو ويو آهي ميٽو. (90:4)

25. ڪنهن به ساهه کي علم نه آهي ته هو صبحاڻي ڇا ڪمائيندو؟ نه ئي ڪنهن ساهه کي ڄاڻ آهي ته اهو ڪهڙي زمين ۾ مرندو. الله ڄاڻڻ وارو ۽ ٻڌائڻ وارو آهي. (34:31)

26. ڪنهن به انسان کي حق نٿو پهچي جو الله سان گفتگو فرمائي مگر وحي جي طريقي يا ائين جو انسان پرده عظمت جي پٺي طرف هجي يا ڪو ملائڪ موڪلي جيڪو الله جي حڪم سان وحي ڪري جيڪو الله چاهي. بيشڪ الله بلندي وارو ۽ حڪمت وارو آهي. (42:51)

27. زمين ۾ جيترا به آهن، سيني کي فنا آهي. ڪنهن به انسان کي دنيا ۾ هميشگي نه آهي.

28. اي انسانؤ! توهان سڀ الله جا محتاج آهيو ۽ الله بي نياز آهي سمورين خوبين سان ساراهيل. (35:15)

29. انسان جي واسطي بدلي تيندڙ ملائڪ آهن جيڪي سندس اڳيان ۽ پٺيان الله جي حڪم سان سندس سنڀال ڪندا آهن. (13:11)

30. بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو. اسان ڄاڻون ٿا جيڪي وسوسا سندس نفس وجهندو آهي. اسان ان کي سندس دل جي رڳ کان به ويجها آهيون. (50:16)

31. انسان چاهي ٿو ته سندس (الله) نگاه جي سامهون برائي ڪري جيڪا الله کي ناپسند آهي. (75:5)

32. بيشڪ انسان بي انصاف ۽ ناشڪر آهي. جيڪڏهن اوهان الله جي نعمتن کي ڳڻيو ته ڳڻي نه سگهندؤ. (14:34)

33. قسم آهي زماني جو تہ انسان بيشڪ نقصان ۾ آهي. غفلت ۾ وڌو توکي حرص جي گهڻائي. اي انسانؤ! علم وارن کان پڇو جيڪڏهن توهان کي ڄاڻ نہ آهي. (103:2_1)
34. جيڪڏهن الله ماڻهن کي انهن جي ظلم ڪري پڪڙي ها تہ زمين جي پٺيءَ تي ڪابہ چُرڻ واري شيءِ نہ ڇڏي ها پر هڪڙي مقرر مدت تائين انهن کي ڍر ڏئي ٿو. (45:35)
35. اي جنّن ۽ انسانن جي جماعت! جيڪڏهن توهان نڪري سگهو ٿا آسمان ۽ زمين جي ڪناري کان پوءِ نڪري وڃو. جاتي بہ ويندؤ تہ اتي ان (الله) جي بادشاهي آهي. (33:55)
36. اي انسان! توکي پنهنجي رب جي طرف ڊوڙڻو آهي، پوءِ ان سان ملڻو آهي. جنهن کي اعمال نامون سڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو ان کان عنقريب سولو امتحان ورتو ويندو ۽ پنهنجي گهروارن ڏانهن خوش ٿي موٽندو. جنهن جو اعمال نامو پٺيءَ پٺيان مليو اهو عنقريب موت گهرندو ۽ ڄيري هڻندڙ باهہ ۾ ويندو. (6:84 کان 12)
37. تنهنجو رب سڀ کان وڏيڪ ڪريم آهي، اهو جنهن قلم سان لکڻ سيکاريو انسان کي، سيکاريائين جيڪو نہ ڄاڻندو هو بيشڪ انسان سرڪشي ڪري ٿو هن تي جو پاڻ کي غني سمجهيائين. (3:96 کان 6)
38. انسان کي ميڙ ميڙان (زياده مال جي طلب) غافل ڪيو الله جي ياد کان، پوءِ انهن لاءِ عذاب آهي.
39. اي جنن ۽ انسانن جي جماعت! ڇا توهان وٽ توهان منجهان رسول نہ آيا هئا توهان تي منهنجون آيتون پڙهندي ۽ ڊيڄاريندڙ هن ڏينهن (قيامت) جي ڏسڻ کان. (6:130)
40. بيشڪ اسان جهنم واسطي پيدا ڪيا گهڻيئي جن ۽ انسان. اهي دل رکن ٿا جنهن ۾ سمجهہ نہ آهي ۽ انهن کي اکيون آهن جن سان ڏسن نہ ٿا ۽ ڪن بہ جن سان ٻڌن نہ ٿا. اهي چوپاين وانگر آهن، بلڪ انهن کان بہ وڏيڪ گمراهہ. (179:7)
41. اسان هر انسان جي قسمت ان جي ڳچيءَ ۾ لٽڪائي ڇڏي (نيڪ بختي يا بدبختي) تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ جيڪڏهن توهان

ناشڪر ماڻو منهنجي رب جي رحمت جي خزانن جا مالڪ هجو تہ انهن کي بند ڪري ڇڏيو ها خرچ ٿي وڃڻ جي خوف کان ۽ انسان وڏو ڪنجوس آهي. (17:14)

42. ڇا انسان کي ملي ويندو جو ڪجھ اهو خيال پچائي (تمنا ڪري) ٿو. پوءِ آخرت ۽ دنيا سڀ جو مالڪ الله آهي. (53:25_24)

43. چڱو بدلو انسان جي سنائي ۽ الله جي ڀاڄھ ڪري آهي.

44. جيڪا بہ تڪليف انسان کي پهچندي آهي، سا ان جي هٿن جي ڪمائي سببان آهي ۽ گهڻا گناھ الله معاف ڪندو آهي.

45. سنو انسان اهو آهي، جنهن جي دل ۾ مير نہ هجي، سرڪشي ۽ فريب نہ هجي، خيانت ۽ حسد نہ هجي.

46. (اهي انسان جيڪي ڪفر ڪن ٿا الله جا پٽيل آهن) انسان کي مار پوي ڪيڏو نہ ناشڪر آهي. ان کي ڪهڙي شيءِ مان ناهيائين. (1:120)

47. بيشڪ اسان انسان کي چڱيءَ صورت ۾ پيدا ڪيو. پوءِ ان کي هيٺينءَ کان هيٺ جاءِ ڏانهن موٽايو مگر جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون انهن لاءِ بي حد ثواب آهي. (95:6_5_4)

48. الله کان پناھ گهرجي اهڙن انسانن کان جيڪي تڪليف ڏين، نقصان ڏين، جيڪي حسد ڪن، اهي انسان جيڪي غلط ڪم ڪرائن يا دلين ۾ وسوسو وجهن، گناھ لاءِ اڀارن يا عورتون جيڪي جادو يا منتر پڙهن ۽ غلط ساٿ سنوڻ ڪن ايذائڻ لاءِ. (114:113)

49. جيڪڏهن اسان گهرون ها تہ هر ساھ کي سندس هدايت فرمايون ها، مگر منهنجي ڳالھ پڪي ٿي چڪي تہ ضرور جهنم کي ڀريندس جنن ۽ ماڻهن سمورن سان. (11:119)

50. اي انسانؤ! ان تي هلو جيڪو توهان جي طرف توهان جي رب جي طرفان نازل ٿيو. ان کي ڇڏي ٻين حاڪمن جي پٺيان نہ لڳو. تمام ٿورو سمجهو ٿا. (7:3)

51. ڇا انسان نہ ڏٺو تہ اسان ان کي پاڻيءَ جي ڦڙي مان بنايو تڏهن اهو کليل جهڳڙالو آهي ۽ اسان جي واسطي مثال بيان ڪري ٿو ۽ پنهنجي

پيدائش وساري ٿو. (77_78:36)

52. اي انسانؤ! توهان جي سرڪشي توهان جي واسطي وبال آهي. دنيا جي حياتيءَ ۾ نفعو وٺي بيهو پوءِ توهان کي اسان جي طرف موٽڻو آهي. ان وقت توهان کي توهان جا ڪرتوت ٻڌائيندا سين. (23:10)

53. اي انسانؤ! پنهنجي رب کان ڊڄو ۽ ان ڏينهن جو خوف ڪريو جنهن ۾ ڪوبہ پيءُ پنهنجي پٽ جي ڪم نہ ايندو نہ ڪوئي پيءُ پنهنجي پٽ کي ڪو نفعو ڏيندو. بيشڪ الله جو واعدو سچو آهي. پوءِ هرگز توکي دوکو نہ ڏئي دنيا جي زندگي. (33:31)

54. اي انسانؤ! هيءُ رسول حق سان گڏ توهان جي طرف تشريف وٺي آيو. سو ايمان آڻيو پنهنجي ڀلائي لاءِ (170:4)

55. انسان برائي لاءِ بہ ائين ئي دعا گهري ٿو جيئن ڀلائي لاءِ گهرندو آهي ۽ انسان اٻهرو آهي. (11:17)

56. اي انسانؤ! پنهنجي رب جي بندگي ڪريو جنهن توهان کي ۽ توهان کان اڳين کي پيدا ڪيو هيءُ اميد ڪندي جو توهان پرهيزگار ٿيو. (22:2)

57. الله جو اهو شان نہ آهي جو اوهان جو ايمان ضايع ڪري. بيشڪ الله انسانن تي نهايت مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. (143:2)

58. اي انسانؤ! کائو جيڪي زمين ۾ حلال ۽ پاڪ آهن ۽ شيطان جي پيرن تي نہ هلو. بيشڪ اهو اوهان جو کليو کلايو دشمن آهي. اهو تہ اوهان کي بڇڙائي ۽ بيحيائي جو حڪم ڏيندو آهي. (169:2)

59. اي انسانؤ! پنهنجي رب کان ڊڄو جنهن توهان کي هڪ ساهہ مان پيدا ڪيو. پوءِ انهيءَ مان ان جو جوڙو ناهيائين ۽ انهن ٻن مان گهڻيئي مرد ۽ عورتون پيدا ڪيائين. (1:4)

60. الله چاهي ٿو تہ توهان تي هلڪڙائي ڪري ۽ انسان کي ڪمزور ناهيو ويو. (28:4)

61. اي آدم جي اولاد! پنهنجي سينگار کي وٺو جڏهن مسجد ۾ وڃو. کائو ۽ پيئو ۽ حد کان نہ لنگهو. بيشڪ حد کان لنگهندڙ الله کي پسند نہ آهن. (7:31)

62. (اي محبوب! ياد ڪريو) جڏهن تنهنجي رب آدم جي اولاد جي پٺيءَ مان انهن جو نسل ڪڍيو ۽ انهن کي پاڻ تي شاهد ڪيائين ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان؟ سمورن چيو ڇونہ (بيشڪ تون اسان جو رب آهين) اسان شاهد ٿياسين. متان قيامت ڏينهن چئو تہ اسان کي ان جي خبر ڪانہ هئي. (173:7)

# سهڻا سخن

الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب لاءِ چيو آهي تہ "قرآن سهڻو ڪتاب آهي جيڪو اول کان آخر تائين هڪجهڙو آهي." سمورو پاڪ ڪتاب الله سائين جي سهڻن سخنن سان سينگاريل آهي. اسان کي سنو ڳالهائڻ ۽ سنو ٻڌڻ گهرجي. بري ڳالهائڻ ۽ بري ٻڌڻ کان پاسو ڪجي، جيئن شاهہ عبداللطيف فرمايو تہ:

هو چونئي تون مَ چئو واتان ورائي
اڳ اڱرائي جو ڪري، خطا سو کائي
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي

هتي وٽندڙ ڳالهين مان ڪي لکيون ويون آهن، جيڪي پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايل آهن.

1. الله توهان تان بار هلڪو ڪرڻ گهرندو آهي. ماڻهو اصل ۾ هيڻو پيدا ڪيو ويو آهي. (28:4)
2. مائٽ، مسڪين ۽ مسافر کي سندن حق ڏي اهو انهن لاءِ ڀلو آهي جيڪي الله جو راضپو گهرندا آهن. (38:30)
3. قرآن سمورو غيب آهي جيڪو هڪ لڪل ڪتاب (لوح محفوظ) ۾ لکيل آهي.
4. جيڪي الله پنهنجي فضل سان ماڻهن کي ڏنو آهي، انهن سان حسد نہ ڪجي.
5. يهودين جي دل ۾ ٻين قومن کان مسلمانن جو ڊپ وڌيڪ هوندو آهي.
6. فتنو قتل کان وڌيڪ گناهہ آهي. (2:191)
7. حاضر رهڻ وارا پٽ ۽ مال وڏي نعمت آهي ان کان جيڪي پٽ پري هجن. (13:74)
8. تنهنجو پالڻهار ماڻهن جي ڏوهي هوندي بہ بخشڻهار آهي. (6:13)
9. فيصلي ۾ اول اهو ڳالهائي، جنهن سان بي انصافي ٿيل هجي.

10. ضعيف ايمان وارو اهو آهي: (1) جيڪو اسلام کان ڦري (2) مائٽي چني (3) زمين ۾ فساد ڪري (25:13)
11. جنت ۾ رات ۽ ڏينهن نہ آهن پر هڪ نور آهي ۽ وڻندڙ مختلف روشنيون آهن.
12. مائٽي وارا ٻين مؤمنن ۽ هجرت ڪندڙن کان احسان ڪرڻ ۾ وڌيڪ ويجها آهن. (6:33)
13. غلطي تسليم ڪجي، معافي ونجي، پاڻ سڌارجي، ضد نہ ڪجي.
14. الله کي ناپسند آهن اهي جيڪي ان جي نظر اڳيان گناهہ ڪن ٿا. (5:75)
15. سختي ڪرڻ سان خوف پيدا ٿيندو آهي. نالائق ماڻهن ۾، سست ماڻهن ۾ ڊيڄارڻ نصيحت پرائڻ لاءِ هوندو آهي.
16. الله بي نياز آهي ۽ توهان سمورا محتاج. (38:47)
17. ڪاميابي ۽ فتح ڪوشش ۽ مدد سان ٿيندي آهي.
18. ساراهہ يا تعريف ڪم ۽ خوبين ڪري ٿيندي آهي. (3:188)
19. خيرات ڏيڻ سان گناهہ گهٽبا آهن. (2:271)
20. عذاب برن ڪمن جو نتيجو ۽ نافرمانيءَ جو سبب آهي. (49:6)
21. الله جي فضل ۽ نعمت تي شڪر ڪجي. شڪر ڪرڻ سان اها پلائي قائم رهي ٿي. (31:12)
22. ٿورن ۽ ڪمزورن کي ڏاڍن اڳيان نرميءَ سان ڳالهائڻ کپي.
23. اڄ وڻندڙ شيءِ ڪري ماڻهو سڀ کان وڌيڪ گناهہ ڪري ٿو.
24. الله کي گهڻو ياد ڪريو تہ ڪامياب ٿيو. (8:45)
25. الله تعاليٰ ڪنهن نبي يا صالح ٻانهي جي دعا سان نعمت ڏئي ٿو ۽ لکيل عذاب ٽاري ٿو. جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام جي دعا سان مڪڙ، جوئن، ڏيڏر ۽ رت وغيره جو بني اسرائيل کان عذاب ٽاريو ويو. (7:134)
26. دشمن يا مخالفن جي گهٽائي بي همت ڪندي آهي. (8:44)
27. هٿيار، سگهہ ۽ سواري، دشمنن ۽ ٻين ماڻهن ۾ جن کي توهان نہ سڃاڻو، خوف پيدا ڪندا آهن. (8:60)
28. ظالم کي پنڻ ۽ ان لاءِ الله کان عذاب گهرڻ جائز آهي.

29. ظالم جي اڳياڙي کي نه ڏسجي پر ان جي پڇاڙيءَ کي ڏسجي ته ان سان ڇا ٿيو؟
30. نصيب وارا آهيون جو اسان کي (1) رسول ڪريم ﷺ مليو جيڪو سيني رسولن جو سردار آهي. (2) قرآن پلو پاڪ ڪتاب مليو جيڪو سيني پاڪ ڪتابن جي تصديق ڪري ٿو. (3) امت پلي آهيون جيڪا سيني ماڻهن ۾ ظاهر ٿي. (4) دين پلو مليو يعني دين اسلام. (5) قبلو پلو مليو ڪعبة الله سلامتي ۽ امن جي جاءِ آهي.
31. ڏوهي ماڻهوءَ کي ڏوهه ڇڏڻ لاءِ آڇ ڪجي.
32. لکت به حفاظت ڪندڙ آهي. زمين، جاءِ، ملڪيت يا وصيت جا دستاويز، معاهدا، اقرار حفاظت جا هٿيار آهن.
33. انسان جي ظاهري صورت، عضوا، بيهڪ ٻي پيدا ڪيل مخلوق کان وڌيڪ سهڻي آهي.
34. ماءُ ۽ پيءُ تي خرچ ڪريو (خدمت ڪريو) پنهنجي طاقت آهر جو اهي ان جي عيوض توهان کي دعائون ڪن ۽ انهن جون دعائون توهان کي الله جي ويجهو ڪن.
35. اهي جن ايمان آندو انهن جون دليون الله جي ذڪر ڪرڻ سان سڪون لهن ٿيون. ٻڌو! الله جي ذڪر ڪرڻ ۾ ئي دلين جو سڪون آهي. (13:28)
36. الله کان ڀلائي گهرڻ ۾ اسان ٿڪبا ناهيون ۽ اها ڀلائي جلدي چاهيندا آهيان. پر جيڪي اسان برايون ڪيون ٿا، انهن تي الله جلدي نٿو ڪري جو انهن جي عيوض جلد عذاب موڪلي.
37. هڪڙا ماڻهو رڳو پاڻ کي بچائن ٿا برن ڪمن کان، گناهن ڪرڻ کان. ٻيا ماڻهو پاڻ کي بچائڻ سان گڏ ٻين کي به گناهن ۽ خراب ڪمن کان بچائن ٿا تبليغ وسيلي، لکت سان، نصيحت ڪرڻ سان، پنهنجي نيڪ لڇڻ وسيلي.
38. وات سان به ڪم ڪندا آهيون: (1) ڳالهائيندا آهيون (2) کائيندا آهيون. انهن ٻنهي ڪمن ۾ زبان جو ڪردار اهم آهي. ان ڪري اهڙو نه ڳالهائجي جو نقصان پهچي ۽ نه وري اينترو کائجي جو نقصان ٿئي.

39. سيني ڪتابن جو ۽ عملن جو لوح محفوظ امام آهي. نماز ۾ جيئن امام ڪندو تيئن جماعتي ڪندا. الله جيئن اسان لاءِ لوح محفوظ ۾ لکيو، تيئن ڪيون ٿا. باقي ڏاڍي جي مرضي آ تہ ڏک آهستي هٽي يا ڏاڍيان يا مڙي وڃي. (وٺندن تہ وڙ ڪندا نہ تہ اڳين جو اختيار)
40. ماڻهو سچائيءَ جي خوف کان، سچائي کان بچڻ لاءِ بيحيائي ۽ برا ڪم ڪن ٿا، شيطان جي وسوسن وجهڻ ۽ ان جي حڪم سان. (2:268)
41. ظالمن سان گڏ نيڪ ماڻهن تي بہ عذاب اچي ٿو. جيڪي انهن سان رهن ٿا. ان ڪري جو اهي نيڪ ماڻهو ظالمن کي، ڏوهين کي، خراب ڪم ڪندڙن کي روڪين نہ ٿا. اهي ڊڄن ٿا تہ متان اسان کي اهي ظالم تڪليف نہ ڏين. نيڪ ماڻهو ايذاءُ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن.
42. طور جبل فقط حضرت موسيٰ ﷺ لاءِ امن وارو ٿيو. الله ان کي فرمايو "ڊڄ نہ بيشڪ تون امن وارن مان آهين." پر حرم پاڪ (ڪعبة الله) هر مؤمن لاءِ امن وارو ٿيو جيڪو ان ۾ داخل ٿيو. (3:97_28:31)
43. بيشڪ الله وٽ توهان مان زياده عزت وارو اهو آهي، جيڪو توهان مان وڌيڪ پرهيزگار آهي. (49:13)
44. اسان هر ساهہ واري شيءِ پاڻيءَ مان پيدا ڪئي آهي. (30:21)
45. اسان جي ڪابہ طاقت نہ آهي مگر الله جي مدد سان. (39:18)
46. جنهن پنهنجي مظلوميءَ تي بدلو ورتو انهيءَ تي ڪابہ پڪڙ جي واٽ نہ آهي. (42:42)
47. بيشڪ ڪامياب ٿيو اهو جنهن پنهنجي دل کي پاڪ ۽ صاف ڪيو. (9:91)
48. الله کي گهڻو ياد ڪيو ۽ رسول پاڪ تي سلام موڪليو تہ ڪامياب ٿيو.
49. اڪثر ڪري ڪافر ڊڄڻا آهن. ان ڪري جو اهي الله ۽ رسول ۽ الله جي نازل ڪيل ڪتاب کي نہ ٿا مڃن. انهن کي پسند نہ ٿا ڪن. ان ڪري الله انهن جي دلين ۾ رعب وجهي ڇڏيو آهي. (3:151)
50. بدلو وٺڻ جائز آهي، پر معاف ڪرڻ ان کان بهتر آهي.
51. نيڪ زالون ۽ اولاد اکيون ٺاربندڙ آهن. (74:25)

52. نصاريٰ ۽ يهودي توهان کان هرگز راضي نہ ٿيندا. جيستائين توهان انهن جي دين جي پيروي نہ ڪريو. (2:120)
53. الله تعاليٰ وياج کي برباد ڪري ٿو ۽ وڌائي ٿو خيرات کي. (2:276)
54. هر ساهہ واري کي موت جو مزو چکڻو آهي. (3:185)
55. بهتر چڱائي سان برائي کي پري ڪر. (23:96)
56. ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي الله جي گهر کان سواءِ مؤمن ٿيڻ جو اختيار نہ آهي. (10:100)
57. پئسا وني عمل ۽ انصاف کي نہ بدلائجي. نہ ڪنهن جو حق غضب ڪجي.
58. جيڪو دل جي خوشيءَ سان بدلو معاف ڪري ڇڏي تہ الله ان جا گناهہ لاهي ڇڏيندو. (5:45)
59. ڪابہ رٿ يا تجويز اسان سوچون ٿا. ٻڌايون ٿا جيڪا هڪ خواهش آهي. پر ڪرڻ وارو مالڪ آهي جيڪي ڪري.
60. جيڪڏهن ڪتاب وارا (يهودي, نصاريٰ) ايمان آڻن ها (رسول ڪريم ﷺ ۽ قرآن تي) تہ انهن لاءِ ڀلو هو انهن مان ڪي مسلمان آهن ۽ گهڻا ڪافر آهن.
61. ٻرن ڪمن ۾ پريشاني آهي. خوف آهي. ڏوهہ آهي. الله جو ناراضپو آهي. ناپسند آهن. جيڪي ڏوهہ نہ ڪن. ڏوهن کان بچن. انهن لاءِ سلامتي ۽ سڪون آهي.
62. جيڪو آخرت گهري پوءِ ان جي لائق ڪوشش ڪري ۽ هجي ايمان وارو. پوءِ انهن جي ڪوشش ڪارگر ٿي (ڪاميابي ماڻي) (17:19)
63. اسان (الله) سڀ ڪنهن کي مدد ڏيندا آهيون هُنن کي بہ (جيڪي دنيا گهرن) ۽ هنن کي بہ (جيڪي آخرت گهرن) تنهنجي رب جي بخشش مان ۽ تنهنجي رب جي بخشش (عطا) تي ڪابہ پابندي نہ آهي. (17:20)
64. سنڀال ڪريو سڀني نمازن جي. خاص طرح وچين (ٽيپهريءَ) نماز جي. پنهنجي اوگهڙ جي حفاظت ڪريو پنهنجي دل ۽ زبان جي. جواني‌ءَ جي حفاظت ڪريو.

65. الله جي عذاب کان بي خوف نہ ٿيو جو هڪ دفعي برو ڪم ڪيو. جرم ڪيو گناهہ ڪيو. پوءِ توبهہ نہ ڪيو. وري بہ ساڳئي گناهہ لاءِ نڪرو ۽ اهو وقت توهان جي شامت جو هجي ۽ توهان کي خبر بہ نہ پوي.
66. گهر وارن کان بدلو وٺو نہ آهي. انهن کان هوشيار رهڻو آ ۽ معاف ڪرڻو آهي.
67. مؤمن جي نشاني: الله تعاليٰ جو ذڪر ٿئي تہ دليون ڊجن ۽ الله تعاليٰ جون آيتون پڙهجن تہ ايمان وڌي، پنهنجي رب تي ڀروسو ڪري.
68. اهو جنهن بخيلي ڪئي ۽ بي پرواهہ ٿيو ۽ سڀ کان چڱي کي ڪوڙو سمجهيائين. پوءِ اسان جلد ان کي ڏکيائي تيار ڪري ڏينداسين ۽ ان جو مال ان کي ڪم نہ ايندو جڏهن هلاڪت ۾ پوندو. (11:92)
69. جنهن ڏنو (پنهنجو مال خدا جي راهہ ۾). پرهيزگاري اختيار ڪئي ۽ سڀ کان چڱي (قرآن) کي سچ مڃيائين. پوءِ اسان حلد ان کي آساني پيدا ڪري ڏينداسين.
70. پوک پلي ٿئي يا ڏنڏو پلو ٿئي، ان ۾ برڪت پوي، فائدو ٿئي، تہ ان ۾ انسان پنهنجي عمل دخل کي شامل نہ ڪري، پنهنجي علم کي ظاهر نہ ڪري، پر چوي تہ جيڪو الله گهري، اسان جي ڪابہ طاقت نہ آهي مگر ان جي مدد سان.
71. پنهنجي رب کان معافي گهرو ۽ ان وٽ توبهہ ڪريو توهان کي نهايت سنو فائدو ڏيندو هڪ مقرر مدت تائين ۽ هر فضيلت واري کي سندس حصي جي ڀلائي پهچائيندو. (13:11)
72. بيشڪ الله مؤمنن جون مصيبتون ٽاري ٿو. (38:22)
73. برائي جو بدلو انهيءَ جي برابر برائي آهي. پوءِ جنهن معاف ڪيو ۽ ڪم درست ڪيائين، پوءِ ان جو اجر الله تي ببشڪ آهي. بيشڪ اهو ظالمن کي پسند نٿو ڪري. (40:42)
74. جڳائي تہ هر ساهہ سوچي تہ صبحاڻي (قبر ۽ حشر) جي واسطي هن ڇا موڪليو.
75. الله ۽ رسول جو حڪم مڃڻ ثواب ڪمائڻ آهي. الله ۽ رسول جي منع ڪيل ڳالهين کان پاسو ڪرڻ پرهيزگاري ۽ پاڪائي آهي. پاڪائي

الله تعاليٰ کي پسند آهي.

76. پوءِ جيڪو پنهنجي رب جي حضور بيهڻ کان ڊنو (قيامت ڏينهن ان جي اڳيان حساب ڪتاب ڏيڻ لاءِ بيهڻو آهي) ۽ نفس کي خواهش کان روڪيائين. پوءِ بيشڪ جنت ئي ان جي جاءِ آهي. (42:79)

77. دشمنيءَ کي گهٽائڻ لاءِ وڏيڪ دشمني، خونريزي، ڪنهن جو نقصان نہ ڪجي پر برائي کي ڀلائي سان ٽارجي. (34:41)

78. ڪتين توڙي هارائين هنڌ تنهنجو هيءُ (دنيا)

هِن دنيا سان هوءَ دنيا (آخرت) آهي. هاڻي انسان تي ڇڏيل آهي تہ هوءَ دنيا سٺي ڪري يا خراب ڪري.

79. گهر ۾ ڪنهن جي ڳالهہ ٻڌڻ گهرجي، شفقت ۽ پيار سان ڏسڻ گهرجي، نرم لهجي ۾ ڳالهائڻ گهرجي. ان ۾ چڱائي ۽ ڀلائي آهي.

80. جيڪي ڪافر مسلمانن سان جنگ نہ ڪن، دين جي مخالفن جي مدد نہ ڪن ۽ ڪنهن کي گهرن مان نہ ڪڍن. انهن لاءِ الله تعاليٰ ٻڌايو تہ انهن سان احسان ڪريو ۽ انصاف جو برتاءُ ڪريو. (8:60)

81. دنيا جي زندگيءَ جو مثال انهيءَ پاڻيءَ وانگر آهي. جيڪو الله تعاليٰ آسمان مان لاٿو. پوءِ ان جي سبب زمين جي ساوڪ گهاٽي ٿي نڪتي. پوءِ اوچتو سڪل گاهہ ٿي ويو جنهن کي هوائون اڏائن ۽ الله هر شيءِ تي قادر آهي. (45:18)

# نصيحت

مقدس ڪتاب قرآن مجيد الله سائين طرفان اسان لاءِ نصيحت آهي. ان ۾ ٻڌايو ويو تہ اسان کي هن دنيا ۾ سڪون واري زندگي ڪيئن گذارجي ۽ آخرت جنهن ۾ هميشہ رهڻو آهي، ان لاءِ ڇا ڪرڻو آهي. نصيحت مشاهدي مان نڪتل آهي، جيڪا اڪابر ٻڌائيندا آهن. جيئن شاهہ صاحب فرمايو آهي:

وينـي جنين وٽ، ڏڪندو ڏور ٿئي
تون تنين سين ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا

سمجهاڻي يا نصيحت مؤمن کي نفعو ڏيندي آهي. نصيحت اهو ونندو، جيڪو ڊڄندو. نصيحت سمجهہ وارا ونندا آهن. الله تعاليٰ ٻڌايو: ”بيشڪ قرآن ۾ نصيحت آهي ان جي واسطي جيڪو دل رکي ٿو يا ڪن لڳائي ٿو ۽ متوجهہ هجي.“ باقي مورک کي مت ڏيڻ ائين آهي، جيئن ڪوئلي کي اڇي ڪرڻ لاءِ 100 مڻ صابڻ هڻجي. نصيحت ڪجي شايد ڪو باز اچي رڪجي وڃي خراب ڪمن کان، نصيحت ڪجي من ڪو ڏيان ڏئي.

هتي گهڻيون لکيل ڳالهيون آيتن جو ترجمون آهن ۽ ڪي اهڙيون آهن، جو آيتن کي خيال ۾ رکي ان جو نتيجو يا نصيحت ڪڍي لکيون ويون آهن.

1. قرآن پاڪ سان انهن کي نصيحت ڪر، متان ڪا جان پنهنجي ڪئي تي پڪڙجي نہ وڃي. (6:70)
2. پنهنجي رب پاڪ کي ياد ڪر دل ۾ عاجزي ۽ خوف سان ۽ بغير آواز نڪرڻ زبان کان صبح ۽ شام ۽ غافلن مان نہ ٿيءُ. (7:205)
3. هشيار ڪهڙا بہ هجن گهر ۾ رکجن جيئن توهان جي دشمن يا جنهن کي توهان نہ سڃاڻو انهن کي حملي ڪرڻ يا گهر ۾ گهڙڻ لاءِ خوف ٿئي ۽ دلين ۾ بزدلي پيدا ٿئي.
4. جيڪڏهن ڪنهن ظالم يا سرڪش وٽ وڃجي تہ ان سان نرميءَ سان

ڳالهائجي ۽ پاڻ سان پرجهلو ڪٽجي تہ سنو آهي. (19:18)

5. توهان مان اهڙي ٽولي يا جماعت هجڻ گهرجي. جيڪي چڱاين ڏانهن سڏين ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جو حڪم ڪن ۽ خراب ڪمن کان روڪين. اهي ئي ڪامياب آهن. (104:3)

6. سمجهاڻي يا نصيحت يا نيڪ ڳالهہ چوڻ ۽ بري ڪم کان روڪڻ کان بس نہ ڪجي. ان ڳالهہ چوڻ کان ڪڪ نہ ٿجي. الله فرمايو: رسول کي "سمجهاڻي ڏيندو رهہ. ڇاڪاڻ تہ سمجهاڻي مؤمن کي نفعو ڏبندي آهي." (55:52)

7. اي ايمان وارؤ! جڳائي تہ توهان کان اجازت ونن توهان جي هٿ جي ملڪيت غلام ۽ اهي جيڪي توهان منجهان اجان جوانيءَ کي نہ پهتا ني وقت: (1) صبح جو نماز کان اڳ (2) منجهند جو جڏهن توهان ڪپڙا لاهي رکو (3) ۽ سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ. اهي ٽئي وقت توهان جي شرم جا آهن. (58:24)

8. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن ڪو فاسق توهان وٽ ڪا خبر آڻي پوءِ تحقيق (جاچ) ڪندا ڪريو متان ڪنهن قوم کي اڻڄاڻائي ۾ ڪا تڪليف نہ ڏئي وجهي. پوءِ پنهنجي ڪيل تي پڇائيندي رهجي نہ وڃو (ڪير هتي ڪا ڳالهہ بڌائي ۽ پريشان ڪري)

9. جيڪڏهن توهان جي اولاد، گهروارن، دوستن يا ٻين کي توهان جي چڱي ڳالهہ چوڻ يا نصيحت ڪرڻ نٿي وڻي يا ان تي عمل نہ ٿا ڪن. ته پريشان يا تنگ دل ٿيڻ نہ گهرجي، سڀ الله جي وس آهي.

10. سڌي رستي تي هلڻ سلامتي آهي. نافرمانيءَ سان ڏمر نازل ٿيندو آهي.

11. بيگناهہ تي جيڪڏهن الزام لڳي تہ بس ڪري نہ ويهي پر ان جو جواب ڏئي ۽ پنهنجي بيگناهي ثابت ڪري (52:12)

12. جيڪو الله سائين رزق ۽ روزي ڏني آهي، ان لاءِ شڪر ڪجي ۽ ان مان الله جي واٽ ۾ ڏجي. جيڪڏهن بي شڪري ڪندو يعني رکو وڏائڻ ۾ حريص ٿيندو ۽ الله جي واٽ ۾ ان مان خرچ نہ ڪيائين تہ ڪنهڙي وقت به اها روزي هن کان ڇڏ تي ختم ٿي ويندي جيڪا هڪ قسم جي سزا آهي.

13. ماڻهوءَ کي الله تعاليٰ تي ڀروسو ڪرڻ ۽ توڪل ڪرڻ سان گڏ ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش به ڪرڻ گهرجي.
14. ڪنهن انسان جي سچي يا ڪوڙي هجڻ، وفادار يا بي وفا هجڻ، نيڪ يا بد هجڻ جو اندازو ان جي گذريل زندگيءَ ڏانهن ڏسي ڪرڻ گهرجي، جيڪا انهن ۾ گذاري اٿس. (16:10)
15. ڪنهن به شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ (1) پهريائين ان جو ارادو ڪجي (2) پوءِ ان لاءِ ڪوشش ڪجي ۽ ان ڪوشش ۾ ثابت قدم رهجي (3)سست نه ٿجي ۽ نه رڪجي پئجي. پوءِ الله چاهيو ته اها ڪوشش ڪامياب ويندي.
16. اسان کي گهرجي ته ماڻهن کي سندن درجن آهر جاءِ ڏيون ۽ عزت ڪريون.
17. انسان کي احسان فراموش ٿيڻ نه گهرجي. جنهن ڀلائي ڪئي، مدد ڪئي، پرورش ڪئي، سڌاريو ۽ چڱو ڀليو ان کي وسارڻ نه گهرجي، ان سان خراب برتاءُ يا نِگي نه ڪجي، ان جو ادب ڪجي ۽ عزت ڪجي، تڪليف ۾ ان جي مدد ڪجي، ان کان منهن نه مٽجي.
18. جيڪڏهن ڪنهن وٽ ڪو نيڪ ماڻهو يا چڱيون ڳالهيون ڪندڙ اچي ويهي ٿو ته اهو ان اچڻ واري جو احسان آهي. ويهارڻ يا جاءِ ڏيڻ وارو ان تي خوش ٿئي ۽ ان مان فائدو وٺي.
19. انهن ماڻهن لاءِ خواري ۽ پشيماني آهي، جيڪي ڪوڙيون ڳالهيون ڪندا آهن، ڪوڙا خط لکندا آهن، ڪوڙا دستاويز ٺاهيندا آهن، ڪوڙو رڪارڊ رکندا آهن ۽ پاڪ ڪتاب ۾ ڪوڙ ملائي ٻڌائيندا آهن ته هي ڪتاب ۾ آهي ۽ الله جي طرفان آهي.
20. بنان ڪم جي ڪنهن جي تعريف نه ٿيندي آهي ۽ نه ڪرڻ گهرجي. پاڻ کي ان جو اهل بنائجي، اهڙيون خوبيون ۽ گڻ پاڻ ۾ پيدا ڪجن، جو ٻين کي وٽن ۽ ٻيا ان جي تعريف ڪن.
21. اي ايمان وارؤ! پنهنجي گهرن کان سواءِ ٻين گهرن ۾ نه وڃو ايتري تائين جو اجازت نه وٺو. هن جي رهندڙن تي سلام ڪريو. اهو توهان جي لاءِ بهتر آهي مَن اوهان ڌيان ڪريو. پوءِ جيڪڏهن انهن گهرن ۾ ڪنهن

ڪي نہ لهو، تڏهن بہ انهن ۾ داخل نہ ٿيو مالڪن جي اجازت بغير. جيڪڏهن چيو وڃي تہ موٽي وڃو تہ پوءِ موٽي وڃو. اهو توهان لاءِ سٺو آهي. (24:28_27)

22. عين ممڪن آهي جا ڳالهہ اوهان کي ناپسند هجي ۽ اها اوهان جي حق ۾ ڀلي هجي ۽ عين ممڪن آهي جيڪا ڳالهہ اوهان پسند ڪريو ۽ اها اوهان جي حق ۾ خراب هجي ۽ الله ڄاڻي ٿو پر توهان نٿا ڄاڻو. (2:216)

23. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن دوست يا عزيز وٽ وڃي تہ واپس ٿيڻ وقت ان کان موڪلائجي تہ بهتر آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو گهران باهر وڃي تہ گهروارن کي ٻڌائجي.

24. عاجزي ڪرڻ، نرم دل هجڻ، تڪليف تي صبر ڪرڻ، غصو يا ڪاوڙ کان پاسو ڪرڻ، سڀ الله جي مهرباني آهي ۽ ان جي طرف کان آهي. ان ڪري اسان کي سخت مزاج ۽ سخت دل، وڏائي ڪندڙ نہ ٿيڻ گهرجي. چاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان ماڻهو ان کي پسند نہ ڪندا ۽ ان کان پري ٿي ويندا.

25. اسان ڪافرن ۽ ٻين حد کان وڌندڙن کان گهڻو ٻچڙو ٻڌندا آهيون دين بابت، رسولن بابت، پاڪ ڪتاب بابت. اهو بہ همت جي ڪمن مان آهي جيڪڏهن اسان صبر ڪريون ۽ اهڙين ڳالهين کان بچندا رهون. (3:186)

26. جيڪڏهن ڪو ناحق ماريو وڃي تہ ان جي خون جو بدلو ونجي. جيڪڏهن معاف ڪجي تہ سهڻي نموني گهر ڪجي. هي توهان جي پالڻهار طرفان بوجهہ هلڪو ڪرڻ ۽ رحمت آهي. خون جي بدلي وٺڻ ۾ اوهان جي زندگي آهي. (2:178)

27. پنهنجو پاڻ کي انهن سان مانوس رک (انهن جي صحبت ۾ رهہ) جيڪي صبح ۽ شام پنهنجي رب کي پڪاريندا آهن. ان جي رضا گهرندا آهن. پنهنجون اکيون انهن کي ڇڏي هيڏي هوڏي نہ پون. (18:28)

28. ڀلو نوڪر اهو آهي جيڪو طاقتور ۽ امانت وارو هجي. (26.28)

29. پلو بادشاهہ اهو آهي، جيڪو علم وارو ۽ جسم وارو آهي. (247:2)
30. نيڪي ڪرڻ يا چڱائي ڪرڻ صبر وارن کان سواءِ ٻئي کي نہ ملندي اها وڏي نصيب واري کان سواءِ ٻئي کي نہ ملندي. (35:4)
31. وڏي هلو پنهنجي رب جي بخشش ۽ ان جي جنت طرف جنهن جي ويڪر آسمانن ۽ زمين جي پکيڙ جيتري آهي. تيار ڪئي وئي آهي انهن لاءِ جن الله ۽ ان جي رسولن تي ايمان آندو. (133:3)
32. بهتر چڱائي سان برائي کي دفع ڪر. اسان خوب ڄاڻون ٿا جيڪي اهي ڳالهيون ٿا ڪن. تڏهن اهو جو تو ۾ ۽ ان ۾ دشمني هئي، ائين ٿي ويندو جڻ گهرو دوست. (35:41)
33. زينت جي پوشاڪ ۽ روزيءَ مان سنيون شيون حلال آهن هن دنيا ۾ ۽ آخرت ۾.
34. اي آدم جي اولاد! (سيني لاءِ) بيشڪ اسان توهان جي طرف پوشاڪ لاٿي جو توهان جي شرم جي شين کي ڍڪي ۽ سينگار هجي. پرهيزگاريءَ کي پوشاڪ سڀ کان بهتر آهي. هيءَ الله جي نشانين مان آهي جو من اهي نصيحت پرائن. (26:7)
35. جنهن بہ ڪنهن جان کي قتل ڪيو بغير بدلي ساهہ جي زمين ۾ فساد ڪندي تہ جڻ انهيءَ سمورن ماڻهن کي قتل ڪيو ۽ جنهن هڪ ساهہ کي حياتي ڏني، انهيءَ جڻ سمورن ماڻهن کي حياتي ڏني. (32:5)
36. نبي ۽ مسلمانن کي لائق نہ آهي جو مشرڪن واسطي دعا گهرن جيتوڻيڪ اهي سندن مائٽ هجن.
37. اي ايمان وارؤ! حضور ڪريم ﷺ کي ايذاءُ رسائڻ وارن سان جهاد ۾ مشرڪن، منافقن ۽ پنهنجي دشمنن جو جيڪو بہ نقصان ڪيو وڃي، ان جي عيوض الله نيڪ عمل لکندو آهي. (120:9)
38. توهان جي گروهہ (قبيلي) مان هڪ جماعت نڪري جيڪا دين جي سمجهہ حاصل ڪري ۽ واپس اچي پنهنجي قوم کي خوف ڏياريائن، هن اميد تي من بچن. (122:9)
39. پنهنجي رب کان معافي گهرو ۽ ان وٽ توبهہ ڪريو. توهان کي نهايت ئي سنو فائدو ڏيندو هڪ مقرر وقت تائين. (3:11)

40. پنهنجي فصل جي بتئي ڪرڻ يا باغ ماڻ ميوا پٽڻ انهيءَ نيت سان صبح جو سويل نہ ڪريو جو بخل ڪريو ۽ سوچيو تہ متان ڪو فقير يا مسڪين اچي تہ ان کي بہ نہ ڏيڻو پوي. ان ۾ برڪت نہ پوندي (22_23_24:66)

41. جهڙي طرح الله توهان سان چڱائي ڪئي آهي. تهڙي طرح تون بين سان چڱائي ڪر. (77:28)

42. جيڪڏهن ڪو ڏوهي توهان وٽ اچي نڪري پناهہ لاءِ تہ ان کي پناهہ ڏيو ۽ کيس چڱيون ڳالهيون ٻڌايو. جيڪڏهن توبهہ ڪري ۽ سڌرڻ جو واعدو ڪري تہ کيس امن واري هنڌ پهچايو. ڇاڪاڻ تہ اهي نادان ماڻهو آهن. تيزي ۽ تڪڙ ۾ نقصان پهچائڻ وارا آهن.

43. نصيحت ان لاءِ هوندي آهي، جيڪو دل رکي ٿو يا ڪن لڳائي ۽ متوجهہ هجي. (27:50)

44. ڪنهن عزيز يا دوست يا دين جي مدد ڪرڻ جهڙا نہ هجو ضعيفي ڪري، بيماري ڪري يا خرچ ڪرڻ جي طاقت نہ هجڻ ڪري تہ انهن جا خيرخواهہ هجو انهن جي مخالفت نہ ڪريو. ڏيو نہ ٿا تہ ڏڪايو نہ.

45. پنهنجي ويجهي مائٽن سان نہ ڦٽائجي. انهن سان پيار ۽ محبت سان ميل جول رکجي، ڇاڪاڻ تہ ڏکئي وقت يا خوشيءَ ۾ بين کان اڳ مدد لاءِ اهي پهچندا آهن. غريب هجي تہ ان جي مدد ڪجي ۽ امير هجي تہ ان جي عزت ڪجي.

46. ڪنهن ماڻهوءَ تي ڪنهن گناهہ ڪري خوف هجي تہ ان کي اتان پڇڻ گهر جي يا نڪري وڃي جيستائين امن ٿئي.

47. مالڪ سان جنهن وٽ ڪو ماڻهو ڪم ڪري ٿو. پنهنجي گهر جي وڏي سان جنهن گهر ۾ هُو رهي ٿو. حاڪم سان جنهن ۾ سندس ڪم آهي يا جيڪو سنڀال ڪري ٿو. ڪاوڙ ۾ اچي ڪري انهن سان خراب نہ ڳالهائجي يا انهن جا اجايو عيب بيان نہ ڪجن. شيطان بہ پنهنجي مالڪ (الله) کي چيو آدم لاءِ جنهن لاءِ الله سيني ملائڪن کي سجدي جو حڪم ڪيو "ڏس هيءَ جنهن کي تو (الله) مون کان وڌيڪ عزت وارو ڪيو." شيطان آدم کي پسند نہ ڪيو.

48. ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن، جو ڪين جڏهن ڪا تڪليف پهچي يا ضرورت پوي پئسن جي، ان جي يا روزگار لاءِ آيا ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ وٽ يا وس واري ماڻهوءَ وٽ. جيستائين ان جو ڪم ٿئي هر هر پيو ايندو. پوءِ جڏهن ان جي تڪليف يا ضرورت ان ماڻهوءَ وٽان پوري ٿي ته هليو ويندو آهي ۽ ڪڏهن به موٽي ان ماڻهوءَ وٽ نه ايندو آهي، جڻ ته ان جي مدد ئي ڪانه ٿي هئي.

49. ڪافر ۽ مشرڪ جڏهن بتن جي پوڄا ڪن ٿا ته چون ٿا ته ان وات تي اسان پنهنجا ابا ڏاڏا ڏناسين. اهڙيءَ طرح اڪثر ڪري ڏٺو ويو آهي ته جنهن گهر ۾ ڪو وڏو سگريٽ پيئي ٿو يا شراب پيئي ٿو يا چوري ڪري ٿو يا فساد ڪري ٿو، اهڙي طرح بيا قبيح ۽ مڪروهه ڪم ڪري ٿو ته اهي ڪم سندس گهر ۾ ڏٺا وڃن ٿا. پوءِ انهن جي ننڍن مان ڪي ان جا پوئلڳ ٿين ٿا. ان جا ڪم ننڍن کي پسند اچن ٿا. ائين ڪرڻ نه گهرجي، الله شل سڀني کي بچائي اهڙن قبيح ڪمن کان.

50. ڏوهي ماڻهوءَ يا ظالم جي سفارش نه ڪجي، ان جي ڏوهه ڪرڻ يا ظلم ڪرڻ تي ڪيس مدد نه ڪجي، ان جو پاسو نه وٺجي، ان کي پناهه نه ڏجي، پر جيڪڏهن توبهه ڪري، سڌري ته پوءِ ان جي مدد ڪجي.

51. ڪنهن به ماڻهوءَ کي هرگز نه ڄڻائيندو آ جو اهڙو برو ڪم ڪري، اڻ وڻندڙ ڪم ڪري پنهنجي ويجهي عزيز يا دوست يا خيرخواهه سان ڳجهيءَ طرح جو اهو ڪم ظاهر ٿئي ته حد کان وڌيڪ پشيمان ٿئي. ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جهڙو نه ٿئي، واسطا خراب ڪري، جيڪڏهن ڪو خبروارو ان کي روڪي ته ڪوڙ ڳالهائي.

52. جيڪڏهن ڪنهن ملازم کي سندس غلطين ڪري ڪيجي ۽ ان جي جاءِ تي بيو رکجي ته ان بئي ملازم کي ٻڌائجي ته اڳيون ملازم ڇو ڪڍيو ويو. نئين ملازم تي واضح ڪجي ته ڏسون ته اهو ڪهڙي خيرخواهي ۽ تعبيداري ٿو ڪري.

53. گهر ۾ هڪٻئي سان شفقت ڀريو ڳالهائڻ گهرجي. ڪنهن به فرد جو ڪنهن سان به نه ڳالهائڻ، چپ رهڻ تڪليف ڏيندو آهي. ڏسڻ گهرجي پنهنجي والدين کي ۽ اولاد ۽ ڀين کي، پنهنجي پري جي عزيزن ۽

دوستن سان بہ ڳالهائڻ گهرجي. هاڻي ڳالهائڻ جون گهڻيون سهولتون موجود آهن.

54. هر انسان پنهنجي سامان، گهر، مال، جان ۽ ڏنڍي جي چڱي طرح سنڀال ڪري غافل ٿيڻ نہ گهرجي. ظالم ۽ ايذاءُ پهچائڻ وارا هميشہ موقعي جي تاڙ ۾ هوندا آهن. ان ڪري هوشياري کان ڪم وٺو.

55. جيڪي ماڻهو پنهنجي مالڪ جا خيرخواهہ هجن ۽ مالڪ لاءِ اهڙو ڪم ڪن، جن مان مالڪ راضي ۽ خوش هجي تہ انهن مددگارن ۽ خيرخواهن کي پري نہ ڪجي.

56. جڏهن ڪو صدقو ورهائي، زڪوات ورهائي، مالِ غنيمت ورهائي تہ اهي ماڻهو جيڪي ان جي ونڊ جا اهل نہ آهن، اهي مخالفت ڪندا آهن، تنقيد ڪندا آهن، پر جيڪڏهن انهن کي مال ڏينديؤ تہ راضي ٿيندا. (58:91)

57. جيڪڏهن ڪو اسلام ۾ يا ڪنهن ٻئي دين ۾ داخل ٿئي يا ڪنهن پارٽيءَ ۾ شامل ٿئي تہ اهو ساڳيو ماڻهو اهو دين يا پارٽي ڇڏي ڏيندو آهي، ڇوتہ انهن شامل ٿيڻ لاءِ جيڪو سوچيو هو، اهو انهن کي نہ مليو.(74:9)

58. اهڙا عزيز يا دوست جيڪي رزق ۾ غريب آهن ۽ جڏهن تو وٽ اچن تہ تون انهن کان منهن موڙين ٿو ۽ جنهن رزق جي ملڻ ۾ پنهنجي پالڻهار کان اميد رکين ٿو تہ کين جهڻڪي نہ موٽاءِ ۽ انهن سان مٺي ڳالهہ ڳالهاءِ. نڪو پنهنجي هٿ کي ڳچيءَ ۾ بند ڪر ۽ نہ اهو سارو کولي ڇڏ. اڻنگو خرچ ڪري وڃايو نہ. پر بچايو جنهن سان ٻين جي مدد ڪريو.

59. گهر جو وڏو مرد يا عورت يا پڙهيل کي گهرجي تہ هڪ ڊائري يا بڪ رکي، جنهن ۾ لکڻ گهرجي جم ۽ موت جون تاريخون، ڏيتي ليتي، پنهنجا ڪارڊ، موبائيل ۽ سيٽ نمبر يا پنهنجا ڪي خاص پيش آيل واقعا. ملڪ ۽ دنيا ۾ پيدا ٿيندڙ عجيب واقعا بہ لکڻ گهرجن.

60. جيڪڏهن شيطان توکي ڪو وسوسو وجهي تہ الله کان پناهہ گهر، بيشڪ اهو ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. (36:41)

61. ڪي ماڻهو شريف انسان تي الزام هڻندا آهن ۽ ان جا عيب بيان ڪندا آهن. جيڪي ان ۾ نہ هوندا آهن. اهڙن ماڻهن جو ٻڌي بس ڪري نہ ويهجي. انهن جي براين جي جاڻ هجي تہ اهي ٻڌائجن. جيئن الله سائين يهودين لاءِ ٻڌايو "بيشڪ الله انهن جو چوڻ ٻڌو جن چيو الله سچو آهي ۽ اسين آسودا آهيون. هاڻي اسان انهن جو چيو لکي رکنداسين ۽ انهن جو نبين کي ناحق قتل ڪرڻ بہ لکنداسين ۽ ائين چونداسين تہ باهہ جو عذاب چکو." (181:3)
62. ڏسو نهاريو انهن ماڻهن ڏانهن ۽ عبرت حاصل ڪريو نصيحت وٺو تہ ڪهڙي نہ خراب پڇاڙي تي انهن ماڻهن جي جيڪي ماڻهو بادشاهہ هئا يا آهن پر ظالم هئا يا آهن. جيڪي وڏا ڏاڙيل هئا, جيڪي ناحق پئسہ وٺي خون ڪن, جيڪي پراوا مال ۽ ملڪيتون ۽ پنهنجن ڪمزور عزيزن جون ملڪيتون زوريءَ هٿ ڪن, جيڪي جوا ۽ نشي ۾ پاڻ کي تباهہ ڪن ۽ پنهنجي اولاد لاءِ ڪجهہ نہ بچائن.
63. جيڪڏهن پٽ, پائر يا دوست صلاح ڏين, ڪنهن ڳالهہ ڪرڻ لاءِ چون ۽ اها اهڙي ڳالهہ هجي جنهن جو نتيجو نقصان وارو هجي تہ انهن جي چوڻ تي اکيون پوري هلڻ نہ گهرجي, پر انهن کي سمجهائجي ۽ نقصان يا تباهي جي انديشي کان انهن کي دليل سان ٻڌائجي. (77:34_33_32)
64. ٺڳي يا سازش سيکاري ويندي آهي ڪنهن سازشي ٽولي طرفان يا ماڻهو پاڻ بيهودي رٿ ڪري ڪنهن سان ڪوڙ ڳالهائيندو آهي, ڌوڪو ڏيندو آهي, نقصان پهچائيندو آهي. پوءِ ڪڏهن اهو پڪڙجي پوندو آهي ۽ ان جي بيعزتي ٿيندي آهي. ڪن ٽورن کان سواءِ باقي ماڻهو نہ سڌرندا آهن. الله تعاليٰ مقدس ڪتاب ۾ فرمايو: "جيڪي بريون سازشون ڪندا آهن, انهن واسطي سخت عذاب آهي."
65. جيڪڏهن اَن کي گهڻي وقت تائين رکڻو هجي تہ ان کي سنگ ۾ رهڻ ڏجي. سنگ سوڌو رکبو تہ ان خراب نہ ٿيندو. (47:12)
66. اي آدم جي اولاد! شيطان توهان کي فتني ۾ نہ وجهي, جيئن توهان جي ماءُ پيءُ (آدم ۽ حوا) کي بهشت مان ڪڍيائين, لهرايائين انهن جي پوشاڪ جو سندن شرم جون شيون انهن کي نظر اچن. بيشڪ اهو ۽

ان جو قبيلو (جن) توهان کي اتان ڏسن ٿا جتان توهان انهن کي ڏسي نٿا سگهو. (27:7)

67. **جنهن پنهنجي مظلومي تي بدلو ورتو انهن تي پڪڙ جي ڪا واٽ نہ** آهي. پڪڙ تہ انهن تي آهي، جيڪي ماڻهن تي ظلم ڪن ٿا. (42:42)

68. روزن جي راتين ۾ پنهنجي زالن ڏي وڃڻ اوهان لاءِ حلال ٿيو. اهي اوهان جو ڍڪ ۽ اوهان انهن جو ڍڪ آهيو. (187:2)

# الله تعاليٰ پسند فرمائي ٿو (ڪنهن ڪي)

1. الله عدل ڪرڻ وارن کي پسند ڪري ٿو. (42:5)

الله فرمايو تہ ماڻهن ۾ فيصلو ڪريو انصاف سان. اي محبوب! اسان تنهنجي طرف سچو ڪتاب لاٿو جيئن تون ماڻهن ۾ فيصلو ڪرين جيئن الله توکي ڏيکاريو. جڏهن توهان ماڻهن ۾ فيصلو ڪريو تہ انصاف سان ڪريو. بيشڪ الله توهان کي ڪهڙي نہ سٺي نصيحت فرمائي ٿو.

2. الله تعاليٰ ثابت قدم رهڻ وارن سان محبت ڪريو.

تون رسول پاڪ فرماءِ: قرآن کي پاڪ روح (جبرئيل) لاٿو رب جي طرف کان برحق جيئن ان سان ايمان وارن کي ثابت قدم رکي. اهي نہ سستي ڪندا آهن ۽ نہ غمگين ٿيندا آهن تڪليف جي خوف کان.

3. الله تعاليٰ نيڪوڪارن کي پسند ڪري ٿو. (196:7)

الله تعاليٰ نيڪوڪارن جو اجر ضايع نہ ڪندو آهي. جنهن لاءِ الله پنهنجو منهن جهڪايو اهو نيڪوڪار آهي. الله جي رحمت نيڪن کي قريب آهي.

4. الله تعاليٰ توڪل ڪرڻ وارن کي پسند ڪري ٿو. (159:3)

جڏهن ڪنهن ڳالهہ جو پڪو ارادو ڪريو تہ الله تي ڀروسو رکيو. نبين، ڪافرن کي چيو تہ اوهان اسان کي تڪليف ڏيو ٿا ۽ اسان ان تي صبر ڪنداسين ۽ توڪل ڪرڻ وارن کي الله تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

5. الله تعاليٰ پرهيزگارن کي پسند ڪري ٿو. (76:3)

رسول ڪريم ﷺ جن جي اطاعت پرهيزگاري آهي. بيشڪ الله پرهيزگارن ۽ صبر وارن تي احسان ڪندو آهي. بيشڪ چڱي پڇاڙي پرهيزگارن جي آهي. پرهيزگار جنت جا وارث آهن. ويجهي ڪئي ويندي جنت پرهيزگارن کي، اهي جن جو ملائڪ ساهہ ڪڍندا آهن سٺائي ۽ صفائي ۾ هن طرح چوندي تہ توهان تي سلامتي هجي. پرهيزگار اهو آهي جيڪو غيب تي ايمان آڻي، نماز قائم رکي، الله جي ڏنل مان خرچ ڪري،

الله جي ڪتابن ۽ قرآن تي ايمان آڻي ۽ آخرت کي مڃي. الله وٽ توهان مان وڏيڪ عزت وارو اهو آهي، جيڪو وڏيڪ پرهيزگار آهي.

6. الله تعاليٰ توبهه ڪندڙن کي پسند ڪندو آهي. (2:222)

بيشڪ مان بخشيندڙ آهيان ان کي جيڪو توبهه ڪري، ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا. اي ايمان وارؤ! الله جي طرف اهڙي توبهه ڪريو جو اڳتي جي واسطي نصيحت ٿي وڃي.

7. الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو پاڪائي ڪندڙن کي. (2:222)

ظاهري پاڪائي جسم جي ته جسم پاڪ رکو ۽ پنهنجا ڪپڙا پاڪ رکو. باطني پاڪائي دل جي رکو. دل کي پاڪ رکو ته ان ۾ نور داخل ٿئي، روشني ٿئي ته سڌي واٽ لهو. اهو جيڪو الله جي واٽ ۾ خرچ ڪري، اهو به پاڪ صاف ٿئي ٿو. سنيون، پاڪ ۽ حلال شيون کائو. اسان جو رسول پاڪ ﷺ به الله جون آيتون پڙهي ٿو ۽ پاڪ ڪري ٿو. الله جو ڪلام ۽ رسول ڪريم ﷺ جي دعا پاڪ ڪري ٿي. حضرت ابراهيم ؑ کي ڪعبة الله کي پاڪ ۽ صاف رکڻ لاءِ الله تعاليٰ تاڪيد فرمايو. ان جي چوڌاري مسلمان طواف ڪن ٿا. رڪوع ۽ سجدو ڪندڙ نماز پڙهن ٿا. پاڪ صاف ٿين ٿا. جنت، ان جا باغ، ماڙيون ۽ نهرون انهن لاءِ انعام آهن جن پاڻ کي پاڪ ڪيو.

8. الله تعاليٰ احسان ڪندڙن کي پسند ڪري ٿو. (5:13)

جيڪي الله ڪارڻ ڏک سک ۾ خرچ ڪندا آهن، ڪاوڙ کي کائيندڙ ۽ ماڻهن جو ڏوهه معاف ڪندڙ آهن. احسان ڪندڙن کي الله جي طرفان علم ۽ حڪمت ملندي آهي. يلارا ٻانها الله کي پيارا آهن، اهي جڏهن ڪا بي حيائي يا پاڻ تي ظلم ڪري ويهندا آهن ته الله کي ياد ڪري ان کان گناهن جي معافي وٺندا آهن.

9. الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو انهن کي جيڪي رسول پاڪ ﷺ جي پيروي ڪن ٿا.

اي محبوب! تون فرماءِ ته اي انسانؤ! جيڪڏهن توهان الله کي دوست رکو ٿا ته منهنجا فرمانبردار ٿي وڃو ته الله توهان کي دوست رکندو ۽ توهان جا گناهه بخشي ڇڏيندو. الله تعاليٰ انهن سڀني کي پسند ڪري

تو جيڪي رسول ڪريم ﷺ کي پسند ڪن.

10. الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو نيڪي ڪرڻ وارن کي جيڪي غصي کي ڪائن ۽ ماڻهن کي معاف ڪن. (3:134)

چڱائي وارا الله کي پسند آهن. اهي جيڪي حڪم ڏين خيرات يا چڱي ڳالهه چوڻ يا ماڻهن ۾ صلح ڪرڻ، الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ. الله فرمايو تہ منهنجي ٻانهن کي فرماءِ اها ڳالهه چون جيڪا سڀ کان چڱي هجي. چڱايون برائين کي مٽائي ڇڏينديون آهن.

11. الله تعاليٰ مؤمنن جو دوست آهي.

جيڪو چڱا ڪم ڪري مرد هجي يا عورت پر هجي مسلمان (مؤمن)، پوءِ اسان ان کي چڱي زندگي جيارينداسين. بيشڪ الله مصيبتون ٽاري ٿو مؤمنن جون. مؤمن هڪٻئي جا مددگار آهن، ڀلائي جو حڪم ڏين ٿا ۽ برائي کان روڪن ٿا، نماز پڙهن ٿا، زڪوات ڏين ٿا ۽ الله ۽ رسول جو حڪم مڃن ٿا. انهن کي الله عنقريب مدد ڪندو. (71:9)

12. الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو انهن کي جيڪي انهيءَ جي واٽ ۾ صفون ٻڌي وڙهن ٿا، ڄڻ تہ مضبوط ڀتيون آهن (جهاد ڪرڻ وارا) (4:61)

الله تعاليٰ فضيلت ڏني آهي ڪيترا ئي درجا پنهنجي مال ۽ جان سان جهاد ڪندڙن کي ويٺلن تي. الله سمورن سان ڀلائي جو واعدو فرمايو. الله جهاد وارن کي خوشخبري ٻڌائي ٿو پنهنجي رحمت ۽ رضا جي.

13. الله تعاليٰ صبر وارن کي پسند فرمائي ٿو. (146:3)

صبر وارو برائي کي ڀلائي سان ٽاريندو آهي ۽ دشمني ختم ڪندو آهي. صبر همت جي ڪمن مان آهي. صبر ڪرڻ الله جي توفيق سان آهي. صبر جي بدلي رحمان جي ٻانهن کي جنت جو اوچو بالا خانو ملندو. تڪليف ۾ صبر ۽ نماز کان ڪم وٺو. خوشخبري ٻڌاءِ صبر وارن کي جڏهن انهن تي ڪا مصيبت پوي ٿي تہ چوندا آهن تہ اسان الله جي ملڪ آهيون ۽ اسان کي ان جي طرف موٽڻو آهي. اهي ئي ماڻهو آهن جن تي الله درود ۽ رحمتون موڪليون. اهي سڌي واٽ تي آهن. جيڪي مصيبتون انهن تي آيون، تن کان نہ سست ٿيا، نہ ڪمزور ٿيا ۽ نہ دٻجي ويا. الله صبر وارن سان گڏ آهي.

14. ماڻهن ۾ صلح ڪرائڻ وارن کي الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو. (128:4)
مؤمن سڀ ڀائر آهن. تنهنڪري پنهنجي ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ صلح ڪرايو ۽ الله کان ڊڄو تہ من توهان تي رحم ڪيو وڃي. ماڻهن ۾ صلح ڪرائڻ الله جي رضا حاصل ڪرڻ واسطي ان لاءِ وڏو ثواب آهي.

15. توهان جي واسطي اسلام دين کي الله پسند ڪيو. (3:5)
الله تعاليٰ فرمايو: اڄ توهان جي دين جي طرف کان ڪافرن جي اميد ختم ٿي وئي. توهان انهن کان نہ ڊڄو مون کان ڊڄو. اڄ توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ توهان جي واسطي اسلام دين پسند ڪيو. اهو ئي (الله) آهي, جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو جيئن ان کي سمورن دينن تي غالب ڪري ڀلي مشرڪن کي نہ وڻي. بيشڪ الله وٽ اسلام ئي دين آهي. جيڪو اسلام کان سواءِ ٻيو دين گهرندو اهو ان کان قبول نہ ڪيو ويندو. (85:3) جيڪڏهن توهان الله جي دين جي مدد ڪندؤ تہ الله توهان جي مدد ڪندو ۽ توهان جا قدم ڄمائيندو.

16. الله تعاليٰ رسول پاڪ ﷺ جي اهلِ بيت کي پسند ڪري ٿو. (33:33)
الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي, تنهن کي پاڪ ڪندو آهي. الله سائين فرمايو: "اي رسول جا گهروارؤ! الله چاهي ٿو تہ توهان کي پاڪ ڪري ۽ خوب پاڪ ڪري."

17. الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ جن جي امت کي پسند ڪري ٿو. (110:3)
الله تعاليٰ فرمايو: "توهان ڀلا آهيو انهن سڀني امتن کان جيڪي ماڻهن ۾ ظاهر ٿيون. ڇاڪاڻ تہ چڱائي جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائي کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان آڻيو ٿا."

18. جيڪڏهن شڪر ڪندؤ تہ ان کي توهان جي واسطي الله پسند فرمائي ٿو. الله تعاليٰ جي احسان تي شڪر ڪجي, الله جي نعمتن جو شڪر ڪجي.

19. پسند ڪيو الله. بيشڪ راضي ٿيو الله ايمان وارن کان جڏهن اهي وڻ جي هيٺان رسول ڪريم ﷺ جي بيعت ڪري رهيا هئا. پوءِ الله کي علم آهي جو ڪجهہ انهن جي دلين ۾ آهي. پوءِ انهن تي سڪون لاٿائين ۽ انهن کي جلد فتح (مڪي معظم جي) جو انعام ڏنائين (48:18)

# الله تعاليٰ پسند نٿو فرمائي (ڪنهن کي)

1. الله تعاليٰ وڏائي ڪندڙن ۽ آڪڙ ڪندڙن کي پسند نٿو فرمائي. (6:4)
وڏائي ڪندڙن کان جڏهن پڇيو وڃي ٿو ته توهان جي رب ڇا نازل ڪيو آهي؟ چوندا آهن اڳين جون آکاڻيون. زمين ۾ آڪڙ ڪري نه هل، بيشڪ زمين کي توهان هرگز چيري نه سگهندؤ ۽ نه پهاڙ جي اوچائي کي پهچندؤ. ابليس، آدم کي سجدي ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ آڪڙ ڪيائين ۽ ڪافر ٿي ويو. الله کي چڱو نه ٿو لڳي ڪوئي به پاڻ پائيندڙ ۽ وڏائي ڪندڙ. قرآن پڙهيو وڃي ٿو ته ان جي ٻڌڻ کان وڏائي ڪن ٿا.
2. الله تعاليٰ ناشڪر گنهگار کي پسند نٿو ڪري. (276:2)
ڪوڙي يا ناشڪر کي الله هدايت نه ڪندو آهي. جڏهن تڪليف کان پوءِ الله ڪا نعمت ڏئي ٿو ته وساري ويهي ٿو جنهن جي واسطي اڳي پڪاريندو هو ۽ الله جي واسطي شريڪ ناهڻ لڳي ٿو. ناشڪر لاءِ جهنم جو عذاب آهي. الله جي تعريف نه ڪرڻ ناشڪري آهي.
3. الله تعاليٰ حد کان وڌندڙن کي پسند نٿو فرمائي. (190:2)
اهي جيڪي زمين ۾ فساد پکيڙين ۽ سڌارو نه ڪن. برا ڪم ڪن ٿا. ڪنهن مسلمان ۾ نه قرابت جو خيال ڪن نه عهد جو اهي ئي سرڪش آهن. الله گمراهه ڪري ٿو ان کي جيڪو حد کان وڌندڙ شڪ ڪندڙ آهي. جيڪي حلال شيءِ کي ڇڏي حرام کائن. جيڪي الله جي حدن کان لنگهن، اهي ماڻهو ظالم آهن.
4. الله وڏي سڏ بڇڙي ڳالهائڻ کي پسند نه ڪندو آهي.
الله پسند نٿو فرمائي بري ڳالهه جي اعلان ڪرڻ کي مگر مظلوم کان. (148:4)
الله کي پنهنجن ٻانهن جي ناشڪري پسند نه آهي.
5. الله ڪافرن ۽ ظالمن کي پسند نٿو ڪري (144:6)

ڪافر الله ۽ رسول کان منهن ڦيرين ٿا. نہ ٿا مڃن رسول کي، قرآن ۽ قيامت کي. گمراھ آهن، روڪين ٿا سڌي رستي کان. جڏهن ڏيکاريندڙ رسول انهن وٽ آيا تہ ڪافرن چيو تہ اهي ڪوڙا آهن، جادوگر آهن. انهن گهڻن خدائن کي هڪڙو ڪري ڇڏايو آهي. پنهنجي خدائن (بتن) کي مضبوطيءَ سان چنبڙو. ڪافر الله جي رحمت کان مايوس آهن. انهن کي دنيا جي حياتي آخرت کان پياري آهي. الله جي لعنت آهي ظالمن تي جيڪي سڌي واٽ کان روڪين ۽ ان ۾ ڏنگائي چاهن. الله ظالم قوم کي هدايت نہ ڏيندو آهي. ظالم انهيءَ عيش، لذتن، خواهشن ۽ شهوتن ۾ قائل آهن.

6. الله تعاليٰ بخل ڪندڙن کي پسند نٿو ڪري

اهي ماڻهو جيڪي پاڻ بخيلي ڪن ۽ ٻين کي بہ بخيلي لاءِ چون ۽ لڪائن ٿا ان کي جيڪي الله کين ڏنو جيڪي ڏيکاءَ واسطي خرچ ڪن. سگهوئي قيامت جي ڏينهن انهن جي ڳچي ۾ ڳٽ هوندو. جيڪي ماڻهو صبح جو سوير وڃي ان جي ٻنئي (گڏ ڪيل اَن يا ميوا) ڪن انهيءَ نيت سان تہ متان ڪو فقير يا محتاج اچي ۽ ان کي ڏيڻو پوي.

7. بيشڪ الله نٿو پسند فرمائي اُن کي جيڪو خيانت ڪرڻ وارو ڏوهاري آهي. (107:4)

انهن طرفان جهڳڙو نہ ڪريو جيڪي پاڻ کي، خيانت ۾ وجهن ٿا. ماڻهن کان تہ لڪن ٿا، پر الله کان نٿا لڪن، حالانڪ الله انهن سان گڏ آهي جڏهن دل ۾ سوچيندا آهن جيڪي الله کي ناپسند آهي. جيڪي دغا ڪن، جيڪي خطا يا گناھ ڪن، پوءِ ان کي ڪنهن ٻي بي گناھ جي مٿي تي ٿڦي ڇڏن تہ ضرور انهن ڪليل گناھ ڪمايو. اي ايمان وارؤ! الله ۽ رسول جي خيانت نہ ڪريو.

8. الله فساد ڪندڙن کي پسند نٿو فرمائي. (2:205_5:64)

توهان جو رب فسادين کي خوب ڄاڻي ٿو. اهي ڪوڙو چون ٿا رسول کي، ڪتاب (قرآن) کي، دين کي ۽ قيامت کي. الله فسادين جو ڪم نہ ٺاهيندو آهي. يهودي فساد واسطي دنيا ۾ ڊڪندا رهندا آهن. پوک ۽

جانيون تباهہ ڪري ٿو. (205:2)

9. الله تعاليٰ عهد ٽوڙيندڙن کي پسند نٿو ڪري.

اهي جيڪي الله جي عهد ۽ پنهنجي قسمن جي بدلي ذليل بها وٺندا آهن, آخرت ۾ انهن لاءِ ڪو حصو نہ آهي. نہ الله انهن سان ڳالهائي, نہ نظر فرمائي ۽ نہ پاڪ ڪري. ڪتاب وارن کان پڪو عهد ورتو ويو تہ ماڻهن سان بيان ڪجو (رسول ڪريم ﷺ جا اوصاف ۽ نبوت) نہ لڪائجو پر انهن پٺيءَ پنيان اڇلائي ڇڏيو عيوض ۾ بيڇڙو ملهہ ورتائون.

10. الله تعاليٰ اجايو خرچ ڪندڙن کي پسند نہ ٿو ڪري (141:6)

مائٽ, مسڪين, مسافر کي سندن حق ڏي ۽ اجايو خرچ نہ ڪر. اجايو خرچ ڪري وڃايو نہ پر بچايو. جنهن سان ٻين جي مدد ڪريو. اجايو خرچ ڪندڙ شيطان جا يائر آهن.

11. الله کي ناپسند آهن اهي ماڻهو جيڪي رسول ڪريم ﷺ سان جهاد ۾ نہ ٿا وڃن. (46:9)

الله انهن ۾ سستي پيري ڇڏي جهاد ۾ وڃڻ کان جيڪي رسول ڪريم ﷺ جن کان اجازت وٺن ٿا. انهن جو وڃڻ الله چاهي ٿو تہ فائدي وارو نہ آهي ۽ اهي اتي فتنو ڪن ها ۽ ڪي انهن ۾ جاسوس آهن. رسول ڪريم ﷺ کي بهانا ڏئي پوئتي ويهي رهن ٿا.

12. الله تعاليٰ تڪبر ۽ غرور کي پسند نٿو ڪري. (23:57)

اهي ماڻهو جيڪي انڪاري ٿيا رسولن جي معجزن جا, الله کان مليل نشانين جا, عيش ۽ آڪڙ ڪري چڪا, قرآن جا منڪر ٿيا.

13. الله پسند نٿو ڪري منافق مردن ۽ منافق عورتن کي.

اهي جيڪي برائي جو حڪم ڏين ۽ چڱائي کان روڪن ۽ پنهنجا هٿ بند رکن (خرچ نہ ڪن). وات سان چون ايمان آندو پر دل ۾ نہ اٿن. جيڪو مسلمانن کي ڇڏي ڪافرن کي دوست بنائي ۽ انهن وٽ عزت ڳولي.

14. الله انهن جي دلين کي پاڪ ڪرڻ پسند نٿو ڪري جن کي گمراهہ ڪرڻ گهرندو آهي. (41:5)

15. الله پسند نٿو ڪري انهن کي جيڪي دل ۾ بريون ڳالهيون سوچن ٿا نڪي ۽ دغا ۽ گناهہ جون. (108:4)

16. الله کي ناپسند آهن اهي ماڻهو جيڪي ان جي نظر اڳيان گناهہ ڪن ٿا. (5:75)

17. سخت ناپسند آهي الله وٽ اها ڳالهہ جيڪا اوهان چئو ۽ اوهان ڪيو نہ ٿا. (2:61)

18. الله ان کي پسند نٿو ڪري جيڪو رسول ڪريم ﷺ جي شان ۾ اهو چوي. جيڪو رسول ڪريم ﷺ کي نہ وڻي.

# الله تعاليٰ طرفان منع ٿيل ڳالهيون

الله تعاليٰ کي پنهنجي سموري مخلوق (انسان ذات) تمام پياري آهي. انسان لاءِ کي عقيدا ۽ عمل نقصان وارا آهن. جن جي باري ۾ رب سائين رسولن رستي ۽ پاڪ ڪتابن وسيلي آگاهه ڪيو ته انهن ڳالهين کان پري رهو. خراب ۽ ڪڌا ڪم نه ڪريو پر جيڪڏهن انسان کان اٽڪاٽائي ۾، غلطي سان يا قصدًا ٿي وڃن ته توبهه ڪري، الله کان بخشش گهري ۽ اڳتي لاءِ سڌري ته الله بخشڻهار مهربان آهي. هاڻي اسان جو فرض آهي ته اجر حاصل ڪرڻ لاءِ، اهڙن خساري وارن ڪمن ۽ باطل عقيدن کان پاڻ کي بچايون ۽ ماڻهن کي روڪيون. انهن کي جهليون ته اٽين نه ڪن. بري ڳالهه کان باز اچڻ به همت جو ڪم آه. ڪاميابي آهي. وڏيڪ الله سائين پنهنجو فضل ڪندو. الله تعاليٰ جي منع ڪيل ڳالهين کان رڪجي وڃڻو آهي. بيماريءَ مان چڱي ڀلي ٿيڻ لاءِ هڪ قسم جي ڪِري آهي. جيئن شاهه صاحب فرمايو آهي:

آهي گهڻو اگهن جو ترس طبيبن
ڪيو وس ويڄن، ته ڪِري ريءَ ڪين ٿئي

اگهن= بيمار ويڄن= حڪيمن

معاشري ۾ براين جي وڌڻ جو سبب اهو آهي جو گهڻا ماڻهو ان ۾ قائل آهن. جيڪي بچيل آهن انهن جو وري اهو خيال آهي ته اسان جو ڇا وڃي.

مقدس ڪتاب ۾ آهي "الله جو اهو شان نه آهي جو هدايت ڪرڻ کان پوءِ گمراهه ڪري جيستائين جو انهن کي صاف ٻڌائي ته ڪهڙي شين کان انهن کي بچڻو آهي." منع ڪيل ڳالهين کان پاڻ کي پاڪ رکڻو آهي. گناهه هڪ قسم جي ڏپ آهي. ان کي خراب سمجهي پري رهجي. شاهه صاحب ٻڌايو ته:

نه وڏي نه وڪڻي نه ڪکي ڪائي
ڄام تماچي لاءِ، پاڪ رکيائين پڇرو

ڪکي= ڏپ واري مڇي. پيجرو= جسم

قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ عذاب جا قسمين قسمين واعدا ڪيا تہ من انهن کي خوف ٿئي يا انهن جي دل ۾ سوچ پيدا ٿئي. الله تعاليٰ ٻڌايو "جيڪڏهن توهان بچندا رهو وڏن گناهن کان جن جي توهان کي منع آهي تہ توهان جا ٻيا گناهہ اسان بخشي ڇڏينداسين ۽ توهان کي عزت جي جاءِ ڏينداسين."

## مقدس ڪتاب ۾ منع ٿيل ڳالهيون

1. الله تعاليٰ سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو. شرڪ وڏو ظلم آهي. الله تعاليٰ تي ڪوڙ نہ چئو ۽ ان جي رستي کان نہ روڪيو. (31:13)
2. الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪريو. (2:11)
3. الله تعاليٰ جي نعمتن جي ناشڪري نہ ڪريو. (67:30)
4. الله کان سواءِ ٻئي خدا جي پوڄا نہ ڪر. نہ تہ توکي باهہ لڳندي
5. سجدو نہ ڪريو سج کي ۽ نہ چنڊ کي، پر الله کي سجدو ڪريو جنهن انهن کي پيدا ڪيو. (37:41)
6. الله لاءِ اهڙي ڳالهہ نہ چئو جنهن جو توهان کي علم نہ آهي. (80:2)
7. اي ايمان وارؤ! الله ۽ ان جي رسول سان دغا نہ ڪريو نہ پنهنجي امانتن ۾ خيانت ڪريو ڄاڻي واڻي. رسول کان پوءِ ڪڏهن بہ سندن ٻيبين سان نڪاح نہ ڪريو. بيشڪ اها ڳالهہ الله وٽ تمام سخت آهي. (8:27)
8. اي ايمان وارؤ! توهان جڏهن بہ پاڻ ۾ صلاح مشورا ڪيو تہ گناهہ ۽ حد کان لنگهڻ ۽ رسول جي نافرماني جا مشورا نہ ڪريو ۽ نيڪي ۽ پرهيزگاريءَ جي صلاح ڪريو. (9:58)
9. نبي ڪريم ﷺ جن کي پاڻ وانگر بشر نہ سڏيو. جيئن توهان هڪٻئي کي سڏيو ٿا پر تعظيم ۽ نرم آواز سان. (25:63)
10. اي ايمان وارؤ! اهڙيون ڳالهيون (رسول کان) نہ پڇو جو توهان تي ظاهر ڪجن تہ توهان کي بريون لڳن. (5: 101)
11. الله ۽ رسول جي مخالفت نہ ڪريو. جيڪو مخالفت ڪندو. بيشڪ الله سخت عذاب ڪندڙ آهي. (13:8)

12. اي ايمان وارؤ! پنهنجا آواز نبي پاڪ جي آواز کان مٿي نہ ڪريو ۽ نہ سندس دربار ۾ رڙ ڪري ڳالهايو جيئن پاڻ ۾ هڪٻئي سامهون رڙ ڪري ڳالهائيندا آهيو متان چٽ نہ ٿي وڃن اوهان جا عمل ۽ اوهان کي خبر بہ نہ پوي. (2:49)
13. جيڪي ماڻهو توهان (حضور ڪريم ﷺ) کي حجرن جي ٻاهران سڏن ٿا، انهن مان گهڻا جاهل آهن ۽ جيڪر اهي صبر ڪن ها ايتري تائين جو توهان انهن ڏانهن نڪرو ها تہ انهن لاءِ بهتر هجي ها. (4:49)
14. الله ۽ رسول جو حڪم مڃو ۽ پاڻ ۾ جهڳڙو نہ ڪيو جو بزدل ٿي پوندؤ ۽ توهان جي مضبوط هوا ويندي رهندي ۽ صبر ڪريو بيشڪ الله صبر وارن سان گڏ آهي. (46:8)
15. الله تعاليٰ جي نشانين کي ڪوڙو نہ چئو ڪفر نہ ڪريو شرڪ نہ ڪريو حرص نہ ڪريو ظلم نہ ڪريو الله جي ناهيل شيءِ نہ بدلائج.(30:30)
16. ڪنهن بہ ساهہ کي جنهن جي الله عزت رکي آهي، ناحق قتل نہ ڪريو. جيڪو ناحق ماريو ويو پوءِ بيشڪ اسان ان جي وارث کي طاقت ڏني آهي، پوءِ اهو قتل ۾ حد نہ ٽپي. (17:33)
17. الله تعاليٰ جي راهہ ۾ قتل ٿيڻ واري کي مئل نہ چئو بلڪ اهي جيئرا آهن ۽ الله تعاليٰ جو رزق کائن ٿا، اوهان کي خبر نہ آهي. (2:154)
18. الله تعاليٰ جي نشانين جي ۽ حرمت وارن مهينن (رجب، ذوالقعد، ذوالحج، محرم) جي بيحرمتي نہ ڪجي. (2:5)
19. الله توهان کي انهن ماڻهن کان ڳنڍڻ لاءِ جهلي ٿو جن توهان سان دين ۾ جنگ ڪئي، وڙهيا ۽ جن توهان کي گهرن مان ٻاهر ڪڍيو ساڻن دوستي نہ رکو.
20. جنهن تي الله جو نالو نہ ورتو ويو آهي (حلال جانور) ان مان نہ کائو بيشڪ اهو گناهہ آهي. (6:121)
21. پنهنجن کان سواءِ ڪنهن کي ڳجهو دوست نہ بڻايو زمين ۾ فساد نہ ڪريو ان ۾ سڌارو اچڻ بعد. (7:56)
22. اي ايمان وارؤ! يهودين ۽ نصارن کي دوست نہ بڻايو. انهن مان هڪڙا

ٻين جا دوست آهن. توهان مان جيڪو انهن سان دوستي رکندو اهو انهن مان آهي. (51:5)

23. منافقن کي پنهنجو دوست نہ بنايو. تون خيانت ڪندڙن لاءِ جهڳڙو ڪندڙ نہ ٿيءُ.

24. اي ايمان وارؤ! پنهنجي پيئرن ۽ ڀائرن کي دوست نہ بنايو جيڪڏهن هو ڪفر تي هجن. (23:9)

25. اي ايمان وارؤ! ان قوم سان دوستي نہ رکو جن تي الله سائين جو ناراضپو ٿيو آهي. (13:60)

26. پنهنجو پاڻ کي قتل (خودڪشي) نہ ڪريو. بيشڪ الله توهان تي مهربان آهي. (29:4)

27. مؤمن ڪان سواءِ ڪافر کي دوست نہ بنايو. اسلام کان سواءِ ٻيو دين نہ ڳوليو. (144:4)

28. اهڙن ماڻهن جي خواهش تي نہ هلو جيڪي پاڻ اڳيئي گمراهہ ٿي چڪا ۽ ٻين گهڻن کي بہ گمراهہ ڪيائون ۽ سڌي وات کان ڀٽڪي ويا. (77:5)

29. پنهنجي اولاد کي قتل نہ ڪريو سڃائي جي خوف کان. اسان (الله) انهن کي بہ روزي ڏينداسين ۽ توهان کي بہ. بيشڪ انهن جو قتل وڏو گناهہ آهي. (31:17)

30. زنا کي ويجها نہ وڃو بيشڪ اها بيحيائي آهي ۽ نهايت بري وات. (32:17)

31. اي ايمان وارؤ! نماز کي ويجها نہ وڃو جڏهن اوهين نشي ۾ هجو ۽ ايترو هوش نہ هجي جو اوهين سمجهي سگهو انهيءَ کي جيڪي چئو ٿا ۽ ناپاڪائي جي حالت ۾ بغير غسل جي. (43:4)

32. مشرڪ مسجد الحرام (بيت الله) جي ويجهو نہ وڃن جو پليت آهن. نہ وري مسجد نبوي جي ويجهو وڃن. (8:9)

33. بيشڪ منع ڪري ٿو الله اوهان کي تہ انهن سان دوستي نہ رکو جيڪي اوهان سان دين ۾ وڙهيا ۽ انهن توهان کي گهرن مان ٻاهر ڪڍيو ۽ اوهان جي ڪڍڻ ۾ مدد ڪئي. (9:60)

34. اي ايمان وارؤ! منهنجي ۽ پنهنجي دشمن کي دوست نہ بنايو. توهان انهن کي خبرون پهچايو ٿا دوستيءَ سان حالانڪ اهي منڪر آهن ان حق جا جيڪو توهان وٽ آيو ۽ رسول کي گهر کان جدا ڪن ٿا. (1:60)
35. هرگز دوستي نہ رکو انهن سان جيڪي الله ۽ ان جي رسول جا مخالف هجن توڙي اهي انهن جا ابا ڏاڏا، پٽ، ڀائر هجن. (22:58)
36. اي ايمان وارؤ! پنهنجن گهرن کان سواءِ ٻين گهرن ۾ داخل نہ ٿيو جيسين اجازت نہ وٺو ۽ ان گهر وارن تي سلام چئو. هيءَ ڳالهہ توهان لاءِ سٺي آهي. (27:24)
37. نہ آهي ڀلائي ان ۾ تہ گهرن ۾ پٺئين پاسي کان اچو ليڪن ڀلائي ان لاءِ آهي جنهن پرهيزگاري ڪئي ۽ گهرن ۾ دروازي کان آيو. (2:189)
38. نماز لاءِ ڍِلي دل سان نہ اٿجي ۽ نہ وري نماز ڏيکاءَ لاءِ پڙهجي. (4:142)
39. اهڙن ماڻهن وٽ نہ ويهو جيڪي الله تعاليٰ جي حڪم جي چٿر (ٺوڪ) ۽ ڪفر ڪن. (4:140)
40. جنهن ڳالهہ جو توهان کي علم نہ آهي، ان بابت جهيڙو نہ ڪريو. (17:36)
41. ڪنهن شيءِ بابت نہ چئو تہ مان صبحاڻي ضرور ڪندس مگر الله چاهي (انشاء الله چئجي) (18:3)
42. خواهش جو پوئلڳ نہ ٿيءُ جو توکي الله جي راهہ کان ڀلائيندي.
43. شراب، جوا، بت ۽ ڪڻن جا تير شيطاني ڪم آهن، انهن کان پري رهو تہ ڪامياب ٿيو. انهن ڳالهين جي ڪري دشمني ۽ بغض پيدا ٿيندو آهي. الله تعاليٰ جي ياد ۽ نماز کان روڪين ٿيون. (5:91_90)
44. ٻچڙي (خراب) مال کي چڱي جي بدران بدلائي نہ وٺو. بي حيائي جي ڪمن کي ويجها نہ ٿيو. (2:61)
45. خدا جي راهہ ۾ ناقص (خراب) ڏيڻ جو ارادو نہ ڪريو ۽ توهان کي ملي تہ نہ وٺندؤ جيستائين جو ان ۾ چشم پوشي نہ ڪريو. (2:267)
46. اي ايمان وارؤ! پنهنجا صدقا ضايع نہ ڪريو ٿورو جاڻائي ۽ تڪليف ڏئي. انهيءَ وانگر جو پنهنجو مال ماڻهن جي ڏيکاءَ لاءِ خرچ ڪري ۽ الله ۽ قيامت تي ايمان نہ آڻي. (2:264)

47. زياده وٺڻ جي نيت سان ڪنهن تي احسان نہ ڪر.

48. انهن جي سڌ نہ ڪريو جنهن سان الله تعاليٰ ھڪڙن کي ٻئي تي فضيلت ڏني. (32:4)

49. اي ايمان وارؤ! ھڪڙي قوم ٻي قوم تي ٺٺولي نہ ڪري عجب نہ آھي جو اھي انهن کان بهتر ھجن ۽ ھڪٻئي کي طعنا نہ ڏيو ۽ خراب نالن سان نہ سڏيو ۽ ھڪٻئي مان عيب نہ ڪڍو ۽ ھڪٻئي جي گلا نہ ڪريو. ڇا توھان مان ڪو پسند ڪندو پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت (ڪچو) کائڻ. اھو توھان کي نہ وڻندو. (49:12_11)

50. زمين ۾ آڪڙجي نہ ھل بيشڪ تون زمين کي ڦاڙي نہ سگھندين ۽ جبلن کي اوچائي ۾ نہ پهچي سگھندين. (37:17)

51. گناھ ۾ سرڪشيءَ لاءِ ڳجھون صلاحون نہ ڪريو. گناھ ۾ زيادتيءَ ۾ ھڪٻئي جي مدد نہ ڪريو. رسول پاڪ ﷺ جي نافرماني لاءِ ڳجھون صلاحون نہ ڪريو. (2:5)

52. يتيمن جي مال جي ويجھا نہ وڃو انهن جو مال پنهنجي مالن سان گڏ نہ کائو. مليل مال تي بخل نہ ڪريو. بيوقوفن کي پنهنجا مال نہ ڏيو. ريس نہ ڪريو. (4:1_5)

53. ڪوڙ نہ ڳالھايو ۽ سچ کي ڪوڙ سان نہ ملايو. (42:2)

54. وياج نہ کائو ۽ تڪبر نہ ڪريو. اجايو خرچ نہ ڪريو اجايو خرچ ڪندڙ شيطان جا ڀائر آھن. (27:17)

55. اي ايمان وارؤ! توھان کي غافل نہ ڪري توھان جو مال ۽ توھان جو اولاد الله جي ذڪر کان. جيڪو ائين ڪندو پوءِ اھي ماڻھو نقصان ۾ آھن. (9:63)

56. ڪنهن سان ڳالھائڻ پنهنجو منهن پاسيرو نہ ڪر. ڪافرن جو چيو نہ مڃ، پوءِ انهن سان جهاد ڪر ھن قرآن سان. (18:31)

57. پنهنجو آواز ڪجھہ جھڪو رک. بيشڪ آوازن ۾ برو آواز گڏھہ جو آھي.

58. اي ايمان وارؤ! اھڙي ڳالھہ ڇو ٿا چئو جيڪا ڪيو نہ ٿا. الله وٽ اھا سخت ناپسند آھي. (3:6)

59. جيڪڏهن توکي شيطان ڀلائي ته ياد اچڻ کان پوءِ ظالم ماڻهن سان نه ويهه. جڏهن تون ڏسين انهن کي جيڪي اسان جي آيتن ۾ بيجا ڀيل آهن ته تون انهن کان منهن موڙ جيستائين جو اهي ڪنهن ٻي ڳالهه ۾ نه پون. (68:6)
60. جيڪڏهن ڪو سودو ڪريو تا پاڻ ۾ ته شاهد ڪريو. نه لکندڙ کي نقصان پهچايو وڃي ۽ نه شاهد کي. جيڪڏهن ائين ڪندؤ ته اهو توهان تي گناهه آهي. (282:2)
61. انهن بتن کي گاريون نه ڏيو جن کي اهي ڪافر الله کان سواءِ پوڄيندا آهن، ڇوته اهي الله جي شان ۾ بي ادبي ڪندا جهالت سان. (108:6)
62. انهن وانگر نه ٿجو جيڪي پاڻ ۾ ڇڙوڇڙ ٿيا، فرقا ٿاهيا ۽ انهن ۾ ڦوٽ پئي ان بعد جو انهن وٽ روشن دليل اچي چڪا هئا ۽ انهن لاءِ وڏو عذاب آهي. (105:3)
63. گهڻن گمانن کان بچو بيشڪ ڪي گمان گناهه ٿي ويندا آهن. (12:49)
64. جيڪي اوهان کان پاسو ڪن ۽ اوهان کي صلح جو پيغام پهچائن، پوءِ انهن سان نه وڙهو.
65. مشرڪن لاءِ بخشش نه گهرڻ گهرجي، چاهي دعا گهرڻ لاءِ نبي هجي.(111:9)
66. شرڪ ڪرڻ وارين عورتن سان نڪاح نه ڪريو جيستائين مسلمان نه ٿين. (221:2)
67. جنهن جو الله تعاليٰ ڳنيڻ جو حڪم ڪيو آهي، ان کي نه ڇنو (مٽي مائٽي) (25:13)
68. (عورتن لاءِ) اهڙو نرميءَ سان نه ڳالهايو جو دل جو بيمار ڪا لالچ ڪري، هائو چڱي ڳالهه چئو. (33:32)
69. حيض پليتي آهي. حيض جي وقت (ڏينهن ۾) زالن کان پاسو ڪريو انهن سان قربت نه ڪريو جيستائين پاڪ نه ٿين. (222:2)
70. مردار، رت ۽ سوئر جو گوشت نه کائو جو حرام ڪيو ويو آهي ۽ اهو (حلال) جانور نه کائو جنهن تي الله جو نالو نه ورتو وڃي. اها نافرماني

آهي. (3:5)

71. يتيم تي دباءُ نہ وجھہ ۽ سوالي کي نہ جھڻڪ (جي ڏيو نہ ٿا تہ ڪاوڙ نہ ڪريو دڙڪا نہ ڏيو) ۽ پنهنجي رب جي نعمت جو خوب چرچو ڪر.(9_10_11:93)

72. پوءِ هرگز قيامت ۾ شڪ نہ ڪريو. ان ڳالهہ جي پنيان نہ پئو جنهن جي توکي ڄاڻ نہ آهي. (59:40)

73. ٽن طلاقن واري عورت ساڳئي مڙس کي حلال نہ ٿيندي، جيستائين زال ٻيو مڙس ڪري (ان سان صحبت ڪري، ٻيو مڙس طلاق ڏئي، عدت گذري) تہ وري هڪٻئي سان ملڻ ۾ ڏوهہ نہ آهي. (230:2)

74. مسلمانن ۾ بري ڳالهہ جو چرچو نہ پکڙجي. جيڪو ائين ڪندو انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي دنيا ۽ آخرت ۾. (19:24)

75. بيحيائين جي ويجهو نہ وڃو جيڪي ان مان ظاهر هجن ۽ جيڪي لڪل هجن. (151:6)

76. بيهودي ڳالهين طرف نہ واجهايو(نہ ڏس). (3:23)

77. ان مسجد ۾ نماز نہ پڙهجي، جيڪا مؤمنن کي نقصان پهچائي ۽ مسلمانن ۾ ڦوٽ وجهڻ واسطي ناهي وئي آهي. (108:9)

78. اهڙي ڳالهہ جنهن جو توهان کي علم نہ آهي، ان کي ٻين کان ٻڌي پنهنجي وات سان نہ پکيڙيو. اها الله وٽ وڏي ناپسند ڳالهہ آهي. (15:24)

79. اي ايمان وارؤ! انهن ڪافرن وانگر نہ ٿجو جن پنهنجي ڀائرن بابت چيو جڏهن اهي سفر تي يا جهاد ۾ ٿي ويا جيڪڏهن اسان وٽ هجن ها تہ نہ مرن ها ۽ نہ ماريا وڃن ها. هن ڪري جو الله ان جو افسوس انهن جي دلين ۾ رکي ۽ الله ئي جياريندو ماريندو آهي. (156:3)

80. توهان پنهنجي پاڻ واکاڻ (ساراهہ) نہ ڪريو. اهو خوب ڄاڻي ٿو جيڪي پرهيزگار آهن. (32:53)

81. اي ايمان وارؤ! شيطان جي قدمن تي نہ هلو. جيڪو شيطان جي قدمن تي هلندو، اهو بيحيائي ۽ بري ڳالهہ جو حڪم ڪندو. (21:24)

82. انهن ماڻهن جي خواهش پنيان نہ هل، جيڪي اسان جي آيتن کي

ڪوڙو سمجهن ۽ آخرت تي ايمان نٿا رکن ۽ پنهنجي رب سان شريڪ ٿا ڻاهن.

83. شيطان جي پوڄا نہ ڪريو. بيشڪ شيطان رحمان جو نافرمان آهي. (19:44)

84. هڪٻئي جو مال پاڻ ۾ ناحق سان نہ کائو ۽ انهن کي حاڪمن تائين نہ پهچايو جيئن ڪائي ونو ڪو حصو ماڻهن جي ملڪيت مان ظلم سان ڄاڻي واڻي. (2:188)

85. اي انسانؤ! سرڪشي نہ ڪريو. بيشڪ اهو (الله تعاليٰ) توهان جا ڪم ڏسي ٿو ۽ ظالمن جي طرف نہ جهڪو جو توهان کي باهہ لڳندي. (11:113)

86. نہ ٿيو مشرڪن مان ۽ نہ انهن مان جن پنهنجي دين ۾ تفرقو وڌو پوءِ ٽولا ٽولا ٿي ويا. هرهڪ ٽولو ان تي خوش آهي جيڪي انهن وٽ آهي.(30:22)

87. حرام ڪيون ويون آهن (نڪاح لاءِ) اوهان جون مائر، اوهان جون ڌيئر، اوهان جون ڀينر، اوهان جون ڦڦيون، اوهان جون ماسيون، اوهان جون ڀائٽيون، اوهان جون ڀاڻيجون، اوهان جون اهي مائر جن اوهان کي ٿڃ پياري ۽ ٿڃ شريڪ ڀينرون، اوهان جي زالن جون مائرون ۽ انهن جون ڌيئر جيڪي اوهان جي پالنا هيٺ آهن (اهڙيون ڌيئر جيڪي زال جي اڳئين مڙس مان هجن) اوهان جي پٽن جون زالون ۽ گڏ ڪرڻ ٻن ڀينرن جو. (4:23_22)

88. جهڳڙو نہ ڪريو (1) دغا وارن طرفان (2) اهي ماڻهو جيڪي حق تي نہ هجن انهن جي طرفان (3) ظالمن طرفان (4) ڪوڙي تهمت ۽ الزام هڻڻ وارن طرفان، جن کي توهان ڄاڻو ٿا.

89. يتيمن کي سندن مال ڏيو. پاڪ صاف جي بدلي گندو نہ ونو ۽ انهن جو مال پنهنجي مال ۾ ملائي نہ کائو. بيشڪ هيءُ وڏو گناهہ آهي. (4:2)

# عذاب

الله تعاليٰ پهريائين روح خلقيا. روحن جي اچڻ سان حياتي ملي. سڀني روحن کان الله سائين عهد ورتو "ڇا مان توهان جو رب نه آهيان؟" سڀني روحن قبول ڪيو. مڃيو. چيو: "بيشڪ تون اسان جو رب آهين." جيئن شاهه صاحب ٻڌايو آهي:

الست بربڪم جڏهن ڪن پيوم
قالوا بليٰ قلب سين، تڏهن تت چيوم
تنهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سان

انسان پنهنجي ڪيل واعدي کي وساري ويٺو. جنهن سچي الله سان واعدو ڪيو، ان کي ڇڏي ٻين کي پوڄڻ لڳا. نبين جي نصيحت تي نه هليا. نبين کي ڪوڙو سمجهڻ لڳا. الله تعاليٰ پنهنجي مخالف شيطان کي خدا جي خلق کي ڪارڻ جي اجازت ڏني. پوءِ الله جو عذاب، ان جي پڪڙ ۽ سختي اهڙن ماڻهن لاءِ هوندي آهي ته من عاجزي ڪن، برائي ڇڏن، سڌرن، رجوع ڪن. ٻيا ماڻهو اهڙن واقعن کي ڏسي، ٻڌي ۽ پڙهي سبق پرائن، ڇوته الله طاقت وارو آهي ۽ ان جي اڳيان ٻيا سڀ ڪمزور آهن.

الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو آهي:

1. عذاب برن ڪمن جو نتيجو آهي ۽ رسولن جي نافرمانيءَ جو سبب آهي. گناهن تي پڪڙ آهي. (6:6_49:6)
2. الله طرفان عذاب ان لاءِ آيو ته باقي رهيل ماڻهن يا ايندڙ نسلن ۾ خوف پيدا ٿئي. من عاجزي ڪن ۽ سڌرن. انهن ۾ سوچ پيدا ٿئي. (43:6)
3. پڪڙ يا عذاب انسان جي غفلت، ڪوڙ ۽ پنهنجي ڪڏن ڪرتوتن جي ڪري اچي ٿو ۽ ڪفر جي ڪري. (7:95_6:93)
4. اهو قادر آهي جو توهان تي عذاب موڪلي توهان جي مٿان (برسات، ڳڙا، ڪنوڻ، طوفان، بيماريون، گرمي) يا توهان جي پيرن هيٺان (زمين جو ڦاٽڻ، ڏڏڻ، ٻوڏون، سوڪون، زلزلا، حادثا وغيره) (6:65)

5. توهان کي وچڙائي مختلف ٽولا ڪري ۽ هڪٻئي کان سختي چکرائي (قبائلي جهيڙا، جنگيون) (65:6)
6. بريون سازشون ڪرڻ وارا هن کان نٽا ڊڄن تہ الله انهن کي زمين ۾ دٻي چڏي يا انهن کي اتان عذاب اچي جتان انهن کي خبر بہ نہ پوي يا انهن کي گهمندي ڦرندي پڪڙي وٺي جو اهي عاجزي ڪري نٽا سگهن يا انهن کي نقصان ڏيندي ڏيندي گرفتار ڪري وجهي. بيشڪ توهان جو رب رحم وارو مهربان آهي. (16:47_46_45)
7. توهان تي پٿر وسائي يا بي خوف ٿيا وري ٻي دفعي درياء ڏانهن وٺي وڃي ۽ جهاز ٻوڙيندڙ طوفان آڻي يا سڪيءَ جي ڪناري توهان کي زمين ۾ دٻي چڏي (17:69_68)
8. الله پاڻيءَ کي هيٺ زمين ۾ لاهي چڏي ۽ توهان هرگز تلاش ڪري نہ سگهو.
9. الله ماڻهن کي انهن جي ظلم ڪري پڪڙ ڪري ها تہ نہ چڏي ها زمين ۾ چرندڙ شيءِ پر انهن کي مهلت ڏئي ٿو هڪ مقرر وقت تائين. (16:61)
10. انهن تي عذاب رات جو آيو يا ٻن پهرن وقت جڏهن ستل هئا. (7:4_97:7)
11. ڇا ڳوٺ وارا نٽا ڊڄن جو اسان جو عذاب رات جو اچي جو ننڊ ۾ ستل هجن يا اسان جو عذاب سج چڙهڻ وقت اچي جڏهن اهي راند روند ۾ مشغول هجن. (7:98)
12. رسول سڌي واٽ طرف سڏين ٿا. بيشڪ جن جو ايمان آخرت (جزا ۽ سزا) تي نہ آهي، اهي سڌي واٽ کان پاسو ڪندڙ آهن جڏهن اسان (الله) انهن تي رحم ڪريون، مصيبتون ٽاريون ۽ هٺ ڌرمي ڪندا پنهنجي سرڪشيءَ ۾ ڀٽڪندي ۽ بيشڪ اسان انهن کي عذاب ۾ پڪڙيو. (23:76_75)
13. تنهنجو رب بخشڻهار رحمت وارو آهي. جيڪڏهن الله انهن کي سندن ڪمن تي پڪڙ ڪري ها تہ جلد انهن تي عذاب موڪلي ها، پر انهن واسطي واعدي جو هڪ وقت مقرر آهي، جنهن جي اڳيان ڪا پناهہ نہ لهندا.

14. الله جو عذاب ايندو آهي الله وٽان يا ٻين جي هٿان جيڪا تڪليف ملندي اڻ وڻندڙ ڪمن ڪري، اهو به الله جو عذاب آهي. (14:9)
15. پوءِ اسان آسمان کان انهن تي عذاب موڪليو سندن ظلم جي بدلي. ظالمن کي بدترين عذاب سان پڪڙ ڪئي سين. انهن جي نافرمانيءَ سبب. (7:162_165)
16. حضرت نوح عليه السلام جي قوم تي عذاب رسول جي نافرماني ڪري آيو. حضرت نوح عليه السلام پنهنجي قوم کي 1050 سال نصيحت ڪئي، قوم کي سمجهايو. ڪل 72 ڄڻا مسلمان ٿيا. پوءِ حضرت نوح عليه السلام جي التجا تي آسمان ۽ زمين مان پاڻي آيو. الله جي حڪم سان حضرت نوح عليه السلام ٻيڙي ٺاهي هئي، ان ۾ هر جنس جو جوڙو چڙهيو. حضرت نوح عليه السلام جو پٽ ڪنعان ۽ سندس زال نه چڙهيا ۽ پوئتي ڪافرن سان گڏ رهيا ۽ پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ويا. (11:26 کان 48)
17. حضرت هود عليه السلام عاد قوم جو رسول هو ۽ حضرت نوح عليه السلام کان پوءِ آيو. ماڻهن کي بتن جي پوڄا کان روڪيائين، الله جي عبادت ڪرڻ لاءِ چيو. عاد قوم ڪيس ايذايو ۽ نه مڃيو ان ڪري مٿن سخت طوفان ست راتيون ۽ اٺ ڏينهن لڳاتار هليو. جنهن ۾ سڀ ماڻهو مري ويا. (69:8_7_6)
18. حضرت صالح عليه السلام ثمود قوم جو رسول هو جيڪو حضرت هود عليه السلام کان پوءِ آيو. سندس قوم معجزو گهريو. پوءِ الله جي حڪم سان جبل مان ڏاچي نڪري آئي. حضرت صالح عليه السلام انهن کي چيو ته هڪ ڏينهن پاڻي توهان پريو ۽ هڪ ڏينهن پاڻي ڏاچيءَ جي پيئڻ لاءِ آهي. پوءِ انهن ۾ هڪ نياڳو پيدا ٿيو جنهن ٻين جي صلاح سان ڏاچيءَ جون ڪچون ڪپيون. تن ڏينهن کان پوءِ سخت آواز جو عذاب آيو جنهن ۾ سڀ ماڻهو مري ويا ۽ الله تعاليٰ صالح عليه السلام ۽ ٻين ايمان وارن کي بچايو. (11:61 کان 67)
19. حضرت صالح عليه السلام کان پوءِ حضرت لوط عليه السلام جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڀائٽيو هو نبي ٿي آيو. ان وقت جا مرد، عورتن کي ڇڏي مردن سان بدفعلي ڪندا هئا. حضرت لوط عليه السلام کين گهڻو

سمجهايو تہ اهو ڪم خراب آهي ۽ اهڙو ڪم اڳ ڪنهن بہ نہ ڪيو تہ بہ نہ مڙيا. پوءِ الله جي حڪم سان فرشتا آيا، جن حضرت لوط عليه السلام ۽ سندن گهروارن کي ٻاهر ڪڍيو. حضرت لوط عليه السلام جي گهرواري نہ نڪتي، ملائڪن شهر کي چڪي ڪڍڻ وانگر ڪري ابتو زمين تي اڇلايو ۽ وري انهن جي مٿان پٿر وسايا. جن ۾ ختم ٿي ويا. (11:78 کان 83)

20. حضرت شعيب عليه السلام جي قوم ماپ ۽ تور ۾ ناانصافي ڪندي هئي. حضرت شعيب عليه السلام انهن کي خيانت ڪرڻ کان روڪيو جنهن تي هن جي قوم مخالفت ڪئي. پوءِ انهن کي زلزلي اچي ورتو. اهي صبح جو گهرن ۾ اونڌا پيل هئا. ٽن قسمن جو عذاب آيو: (1) ڪڪر جي ڇانوَ هيٺ ٻاهہ جون چڻنگون ۽ شعلا (2) آسمان کان خوفناڪ آواز (3) هيٺان زلزلو آيو. (11:94)

21. حضرت موسيٰ عليه السلام جي وقت ۾ فرعون بادشاهہ الله ۽ ان جي رسول حضرت موسيٰ عليه السلام کي نہ مڃيو ان جي مخالفت ڪيائين. حضرت موسيٰ عليه السلام کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجن سردارن ۽ لشڪرن سان حضرت موسيٰ عليه السلام جي پنيان پيو. مصر جي نيل درياءَ جي ڪناري تي جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ انهن جي ماڻهن ويجهو پهتو تہ الله جي حڪم سان حضرت موسيٰ عليه السلام درياءَ ۾ لٺ هنئي تہ پاڻيءَ ۾ سڪو رستو ٺهي پيو. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ان جا ماڻهو ٻاهر نڪتا تہ فرعون ۽ سندس ساٿي درياءَ جي وچ ۾ ان سڪي رستي تي پئي آيا. اوچتو پاڻي درياءَ جو ملي ويو. جنهن ۾ سڀ ٻڏي مري ويا. فرعون جي لاش کي الله درياءَ مان عبرت لاءِ ٻاهر ڪڍيو.

22. جن منهنجي آيتن جو انڪار ڪيو ۽ منهنجي ملڻ جو اهي ئي آهن جيڪي منهنجي رحمت کان نااميد ٿيا. انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. (29:23)

23. بيشڪ قارون موسيٰ جي قوم مان هو. ان وڏائي ڪئي، ظلم ڪيو. الله تعاليٰ کيس ايترا خزانا ڏنا جو انهن جون ڪنجيون هڪ طاقتور جانور کڻي نہ سگهندو هو. جڏهن ان کي الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ چيو

ويو تہ هن چيو تہ اهو خزانو مون کي منهنجي علم ڪري موڪليو آهي. ان مان الله جي نالي خرچ ڇو ڪريان. پوءِ الله تعاليٰ قارون کي سندس خزانن ۽ گهر سميت زمين ۾ ڳهايو. (28:77 کان 81)

24. حضرت دائود ﷺ جي وقت ۾ بني اسرائيل قوم کي ڇنڇر جي ڏينهن مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ کان جهليو ويو ۽ انهن ڇوڙڻ نہ ورتو ۽ اٽڪلون ڪرڻ لڳا. پوءِ الله جي حڪم سان اهي باندر ٿي ويا ۽ جلد ختم ٿي ويا. (7:163 کان 166)

25. جيڪڏهن اهي ڳوٺن وارا ايمان آڻن ها ۽ پرهيزگار بڻجن ها تہ مٿن آسمان ۽ زمين کان برڪتون ضرور کوليون ها. پر ڪوڙ پانيائون تنهن سبب پڪڙيوسين سندن ڪرتوتن سبب. (7:96)

26. جن اسان جي آيتن کي ڪوڙو سمجهيو عنقريب اسان انهن کي آهستي آهستي عذاب جي طرف وٺي ويندا سين. جنان انهن کي خبر نہ هوندي (71:183)

27. جيڪي گڏ ڪري رکن ٿا سون ۽ چاندي ۽ ان کي الله جي راهہ ۾ خرچ نہ ٿا ڪن. انهن کي خوشخبري ٻڌاءِ دردناڪ عذاب جي جنهن ڏينهن اهو تپايو ويندو جنهم جي باهہ ۾، پوءِ ان سان داغ ڏنا ويندا سندن پيشانين. پنين ۽ پاسن کي. (9:24)

# الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ

آسمانن ۽ زمين ۽ انهن جي وچ ۾ جو ڪجهه آهي، ان جو وارث الله آهي. جيڪا شيءِ ملي ٿي، اهو ڏئي ٿو. خرچ ڪرڻ معنيٰ الله جي شيءِ الله کي ڏيڻ آهي، ڇوته اهو سيني ۾ موجود آهي. ان ڏيڻ جي عيوض اهو (الله) ٻيڻا ڪري ٿو. ان کان ڪيترو وڌائي اها ان جي مرضي آهي. نه رڳو ايترو پر ڏيڻ سان ڏوهه به معاف ڪري. لک لتيا اجايا ويا، پر جيڪي الله ڪارڻ ڏنا محتاجن جي مدد ۽ نيڪ ڪمن لاءِ، اهي سجايا ٿيا. ڪنهن ڏاهي جو قول آهي:

گهٽا گهٽا ڳئي گهٽا ڪريندي گهٽا نه ڪنهن ڪيتا
وِت دي ويل گهٽا جنهن ڪيتا تنهن پِي نال نه نيتا
حمل اکين نال ڏنوسين ڪفن تنين دا سيتا

جيئن بندوق جي لائيسن لاءِ هر سال ان جي مقرر في ڏجي ته بندوق قائم هوندي ۽ جي في نه ڏبي ته ڏنڊ پوندو يا لائيسن ختم ٿيندو. اهڙي طرح الله جي رضا لاءِ خرچ ڪرڻ، مليل رزق کي قائم رکي ٿو. نه ڏبو ته اهو رزق الله تعاليٰ گهٽائي يا ختم ڪري، ان جي مرضي آهي.

الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو آهي:

1. توهان (رسول ڪريم ﷺ) کان پڇن ٿا ته ڇا تي خرچ ڪن؟ اوهان فرمايو جو ڪجهه چڱي ڪم ۾ خرچ ڪريو سو ماءُ پيءُ، ويجهن مائٽن، يتيمن، محتاجن ۽ مسلمانن لاءِ آهي. (215:2)
2. توهان (رسول ڪريم ﷺ) کان پڇن ٿا ته ڪيترو خرچ ڪن؟ توهان فرمايو جيترو توهان جي ضرورت کان زياده هجي. (219:2)
3. اي ايمان وارؤ! پنهنجي پاڪ ڪمائي مان ڪجهه ڏيو ۽ ان مان جيڪي اسان توهان جي واسطي زمين مان پيدا ڪيو ۽ خاص ناقص ڏيڻ جو ارادو نه ڪريو جو ڏيو ان مان ۽ توهان کي ملي ته نه وٺندؤ. (267:2)

4. الله جي واٽ ۾ اسان جي ڏني مان خرچ ڪريو ان ڏينهن کان اڳ ۾ جنهن ۾ خريد فروخت نہ آهي. (31:14)
5. جيڪڏهن توهان خيرات ظاهر ڪري ڏيو تہ ڪهڙي نہ چڱي ڳالهہ آهي ۽ جيڪڏهن لڪائي فقيرن کي ڏيو تہ اهو سڀ کان توهان جي واسطي ڀلو آهي ۽ ان سان توهان جا ڪي گناهہ گهٽبا. (2:271)
6. شيطان توهان کي ڏيجاري ٿو سڃائي کان (خرچ ڪندؤ تہ سڃا ٿيندؤ) ۽ حڪم ڪري ٿو بيحيائي جو ۽ الله توهان سان واعدو ڪندو آهي بخشش ۽ فضل جو. (2:268)
7. اوهان هرگز ايستائين چڱائي کي نہ پهچندؤ جيستائين توهان پنهنجي پياري شيءِ نہ خرچ ڪريو ۽ اوهان جو ڪجهہ خرچ ڪندؤ الله کي اهو معلوم آهي. (3:93)
8. توهان چڱي شيءِ ڏيو تہ توهان لاءِ ڀلو آهي ۽ توهان جو خرچ ڪرڻ مناسب نہ آهي مگر الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ. (2:272)
9. الله جي راهہ ۾ جو ڪجهہ خرچ ڪندؤ توهان کي (ان جو اجر) پورو پورو ملندو ۽ ڪنهن بہ طرح گهاٽي ۾ نہ رهندؤ. (2:272)
10. بيشڪ صدقو ڏيندڙ مرد ۽ صدقو ڏيندڙ عورتون ۽ اهي جن الله کي چڱو قرض ڏنو انهن جا ٻيڻا آهن ۽ انهن لاءِ ٻيڻو ثواب آهي. (57:18)
11. رحمان جا ٻانها جڏهن خرچ ڪندا آهن تڏهن نہ حد ٽپن ۽ نہ تنگي ڪن ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ اعتدال تي رهن. (25:67)
12. جيڪا شيءِ توهان الله جي واٽ ۾ خرچ ڪريو اهو ان جي بدلي ٻي ڏيندو. اهو سڀ کان بهتر رزق ڏيڻ وارو آهي. (34:39)
13. جيڪو پنهنجي مال مان ڏئي ٿو سو پاڪ صاف ٿئي ٿو. ڪنهن جو بہ کو ان تي احسان نہ آهي جنهن جو بدلو ڏنو وڃي، فقط پنهنجي رب جي رضا ڳولي ٿو.
14. ڪجهہ خرچ ڪريو اسان جي ڏني مان هن کان اڳ ۾ جو توهان مان ڪنهن تي موت اچي ۽ پوءِ چوي تہ اي منهنجا رب! تو مون کي ٿوري مدت تائين مهلت ڇو نہ ڏني جو مان صدقو ڏيان هلڻ ۽ نيڪي وارن مان ٿيان ها. (63:10)

15. اي ايمان وارؤ! پنهنجا صدقا (خيرات) ضايع نه ڪريو تورو جتائي ۽ تڪليف ڏئي انهيءَ وانگر جو پنهنجو مال ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ خرچ ڪري ۽ الله ۽ قيامت تي ايمان نه آڻي.
16. جيڪي پنهنجو مال ڏک سک ۾ خرچ ڪندا آهن ۽ ڪاوڙ کائيندڙ ۽ ماڻهن کي معاف ڪندڙ آهن، (سي پرهيزگار آهن) ۽ پلارا ماڻهو الله کي پيارا آهن. (134:3)
17. جيڪي الله جي راهه ۾ خرچ ڪندا آهن، اهي اهڙو واپار ڪن ٿا جيڪو ختم نٿو ٿئي ۽ الله پنهنجي فضل سان انهن کي وڌيڪ ڏئي ٿو.
18. الله رستو آسان ڪري ٿو ۽ ڪم سؤلو ڪري ٿو انهن لاءِ جيڪي صدقو ڏين ٿا، خيرات ڏيڻ انسان کي پاڪ ڪري ٿي.
19. الله پنهنجي ٻانهن جي توبهه قبول ڪندو آهي ۽ صدقا پاڻ پنهنجي قدرت واري هٿ ۾ وٺندو آهي. (104:9)
20. جيڪي پنهنجو مال الله جي راهه ۾ خرچ ڪندا آهن، انهن جو مثال ان داڻي وانگر آهي، جنهن ست سنگ ڄمايا ۽ هر سنگ ۾ 100 داڻا هجن. الله ان کان به وڌيڪ وڌائي ٿو جنهن لاءِ گهري (261:2)
21. جن الله سان عهد ڪيو آهي جيڪڏهن اسان کي پنهنجي فضل سان ڏيندو ته اسان ضرور خيرات ڪنداسين ۽ اسان ضرور چڱا ماڻهو ٿينداسين. پوءِ جڏهن الله انهن کي پنهنجي فضل سان ڏنو ته ان ۾ بخيلي ڪرڻ لڳا ۽ منهن ڦيري پوئتي هٽي ويا. الله انهن جي دلين ۾ نفاق پيدا ڪري ڇڏيو جو ڪوڙو واعدو ڪيائون. (9:77_76)
22. الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ الله وٽ ويجهو ڪندو آهي. (99:9)
23. جيڪي پنهنجو مال خرچ ڪندا آهن رات ۽ ڏينهن ۾ لڪل ۽ ظاهر، انهن جو اجر آهي سندن رب وٽ ۽ انهن کي نه ڊپ ۽ نڪو خوف آهي.(274:2)
24. جيڪي پنهنجي حلال جي ڪمائي مان حقدار ماڻهن جنهن لاءِ الله ٻڌايو آهي، خاص طرح پيءُ ماءُ، ويجها مائٽ ۽ محتاج، مسڪينن تي خرچ ڪن ٿا، انهن کي ڏين ٿا ته اهي ماڻهو دعائون ڏين ٿا. پيءُ ماءُ جي دعا الله جي ويجهو ڪري ٿي، الله راضي ٿئي ٿو. انهن دعائن جي عيوض

الله ان جي رزق کي قائم رکي ٿو ۽ وڌائي ٿو. الله جي رضا خاطر ڏيڻ سان دل کي سڪون ملي ٿو. خوف نٿو رهي.

25. جيڪي عيب لڳائن ٿا انهن مسلمانن تي جيڪي دل سان خيرات ڪندا آهن ۽ انهن تي جيڪي طاقت نہ رکندا آهن (ڪنهن بہ شيءِ ڏيڻ جي) مگر پنهنجي محنت کان. پوءِ اهي انهن تي کلن ٿا. الله انهن کي سندن مسخريءَ جي سزا ڏيندو ۽ انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. (79:91)

26. اجايو خرچ نہ ڪريو. بيشڪ اجايو خرچ ڪندڙ شيطان جا ڀائر آهن ۽ شيطان پنهنجي رب جو وڏو ناشڪرو آهي. (27:17)

27. توهان کي ڇا ٿيو آهي جو الله جي واٽ ۾ خرچ نہ ٿا ڪريو. حالانڪ آسمانن ۽ زمين جي هر شيءِ جو وارث الله آهي. (10:57)

28. الله جيڪي پنهنجي فضل سان ڏنو آهي، ان کي نہ لڪائجي، ان ۾ بخيلي نہ ڪجي (گڏ ڪيل مال مان نہ پاڻ کائي ۽ نہ ٻين کي کارائي)

29. اي ايمان وارؤ! الله جي ڏني مان ان جي واٽ ۾ خرچ ڪريو ان ڏينهن جي اچڻ کان اڳ جنهن ۾ ڪابہ خريد وفروخت نہ آهي. (254:2)

30. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ دل سان خرچ ڪريو يا بي دليءَ سان توهان (منافقن) کان هرگز قبول نہ ڪيو ويندو. بيشڪ توهان بي فرمان ماڻهو آهيو. انهن (ڪافرن) جو خرچ ڪرڻ قبول نہ ٿيو جو اهي الله ۽ رسول جا منڪر آهن. (9:54_53)

31. ڪي ٻهراڙيءَ وارا اهي آهن، جيڪي الله ۽ قيامت تي ايمان رکن ٿا ۽ جيڪي خرچ ڪن، ان کي الله جي ويجهڙائي ۽ رسول کان دعائن وٺڻ جو ذريعو سمجهندا آهن. (9:99)

# دنيا جي حياتيءَ ۾ مرڻ کان پوءِ وري زنده ٿيڻ

الله تعاليٰ قدرت وارو آهي. اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو ان وٽ هر ڳالهه آسان آهي. الله تعاليٰ جو واعدو آهي ته مرڻ کان پوءِ توهان سڀني کي جيئرو ڪيو ويندو، اٿاريو ويندو قيامت جي ڏينهن حساب ڪتاب لاءِ. پر الله سائين هن دنيا ۾ مرڻ کان پوءِ ڪن ماڻهن کي وري جيئرو ڪيو آ پنهنجي حڪمت ۽ قدرت سان.

1. ياد ڪريو توهان (يهودين) چيو اي موسيٰ ؑ! اسان توتي هرگز يقين نه ڪنداسين، جيستائين خدا کي ظاهر ظهور نه ڏسون. پوءِ انهن کي ڪڙڪي (ڪنوڻ) اچي ورتو ۽ اهي سڀ مري ويا. پوءِ اوهان جي مرڻ بعد اسان اوهان کي زنده ڪيوسين ته من احسان مڃو. (2:56_55)
2. حضرت موسيٰ ؑ جي وقت ۾ ڪو شخص قتل ٿي ويو جنهن کي سندس سؤٽ قتل ڪيو ۽ فريادي به پاڻ ٿيو. يهودين حضرت موسيٰ ؑ کي ماڻهو ظاهر ڪرڻ لاءِ چيو. ان دعا گهري ۽ ٻڌايو ته ڦڪي رنگ جي ڳئون جيڪا نه ڪراڙي آهي ۽ نه ننڍي، اها ڪهي ان جي گوشت جو ٽڪرو ان قتل ڪيل شخص کي هڻو. هنن ائين ڪيو ته اهو مئل جيئرو ٿي پيو ۽ پنهنجي سؤٽ جي نالي ميراث تان قتل ڪرڻ جو ٻڌايو. (2:67 کان 73)
3. بني اسرائيلن جي جماعت جي هڪ ڳوٺ ۾ وبائي بيماري پئي ۽ ماڻهو موت جي خوف کان شهر ڇڏي ڪنهن جهنگل ۾ رهيا. اتي الله جي حڪم سان سڀ مري ويا. پوءِ الله انهن سڀني کي جيئرو ڪيو. (حضرت حزقيل ؑ جي دعا سان جيئرا ٿيا) (2:143)
4. حضرت عزير ؑ بيت المقدس شهر مان لنگهيو. گڏهه تي سوار هو. ڪجور ۽ انگورن جي رس گڏ هئس. ڏٺائين ته شهر ويران هو ۽ ڪوبه ماڻهو ڏسڻ ۾ نه آيو. خيال ڪيائين ته شهر ۾ دبيل ماڻهن کي ڪير زنده ڪندو. پوءِ اتي آرام ڪيائين ۽ سندس دم پرواز ٿي ويو. 100 سال

مئل رهيو ان وچ ۾ بيت المقدس ٻيهر آباد ٿي ويو. حضرت عزير ﷤ زنده ٿيو ڏٺائين تـ کاڌو خراب نـ ٿيو آهي، گڏهـ جا وچي هڏا بچيا آهن. ان جي سامهون گڏهـ جا هڏا گڏ ٿيا ۽ گوشت چڙهيو ۽ اهو گڏهـ بـ جيئرو ٿي پيو. (259:2)

5. حضرت ابراهيم عرض ڪيو تـ اي منهنجا الله! تون مئل ڪيئن جيارينديـن؟ الله تعاليٰ فرمايو: توکي يقين نـ آهي؟ عرض ڪيائين: دل جي تسڪين واسطي. ڪيس ﭴاڻايو ويو تـ چار پکي (ڪڪڙ، ڪبوتر، ڪانو، مور) وٺي پاڻ سان مانوس ڪر. پوءِ انهن جو ٽڪرو (ڪهي انهن جو گوشت ملائي) جدا جدا جبلن تي رک ۽ انهن کي سڏ ڪر. جڏهن سڏيائين تـ سيني جا ڏڙ انهن جي منڍين سان مليا ۽ جيئرا ٿي پيا. (260:2)

6. حضرت عيسيٰ ﷤ الله تعاليٰ جي حڪم سان مري ويل جياريندو هو. (49:3)

حضرت ابنِ عباس ﷛ جو قول آهي تـ حضرت عيسيٰ چئن ڄڻن کي جيئرو ڪيو: (1) عاذر جنهن کي مئي ٽي ڏينهن ٿيا هئا. (2) پيرزي جو ڇوڪرو، جنهن جو جنازو وڃي پيو. (3) هڪ عاشر جي ڇوڪري جيڪا شام جو مئي هئي. (4) سام بن نوح جنهن کي مئي هزارين سال ٿي ويا هئا.

7. حضرت ايوب ﷤ کي ان جا گهروارا جيڪي مري ويا هئا، الله سائين جيئرا ڪيا ۽ اوترا ٻيا عطا ڪيا. (84:21_43:38)

8. اصحابِ ڪهف غار ۾ لڪا (ان وقت ظالم بادشاهـ جيڪو ڪفر تي هو، ان جي خوف کان) ۽ اتي 309 سال ننڊ ۾ پيل هئا. جڻ تـ مئل هئا. پوءِ الله انهن کي زنده ڪيو. (18:25)

# عمل چٽ ٿيا (ڪنهن جا)

1. اهي جيڪي الله جي آيتن جا منڪر ٿيا ۽ پيغمبرن کي ناحق شهيد ڪيائون ۽ انصاف سان حڪم ڪندڙن کي قتل ڪيائون. ان کي خوشخبري ڏي دردناڪ عذاب جي. اهي ئي آهن جن جا عمل دنيا ۽ آخرت ۾ چٽ ٿيا. (22:3)
2. جيڪو مسلمان مان ڪافر ٿيو ان جا سمورا عمل چٽ ٿيا. اهو آخرت ۾ نقصان وارو آهي. (5:5)
3. جيڪڏهن تو الله سان شريڪ ڪيو ته ضرور تنهنجا (نيڪ) عمل چٽ ٿي ويندا ۽ تون گهاٽي ۾ رهندين. (66:39)
4. مشرڪن جو حق نه آهي ته الله جون مسجدون آباد ڪن. اهي شاهد آهن پنهنجي ذات تي ڪفر جا, اهي ئي آهن جن جا عمل چٽ ٿيا ۽ هميشه باهه ۾ رهندا. (17:9)
5. منافق مرد ۽ منافق زالون هڪ ئي ڳالهه آهن جيڪي برائي جو حڪم ڏين ۽ چڱائي کان منع ڪن ۽ پنهنجا هٿ بند رکن. اهي الله کي ڇڏي وينا ۽ الله انهن کي ڇڏي ڏنو. انهن جا عمل چٽ ٿيا دنيا ۽ آخرت ۾, اهي ئي ماڻهو نقصان ۾ آهن. (67:9)
6. جيڪو دنيا جي زندگيءَ جو سينگار طلبيندو هجي, اسان ان ۾ انهن کي پورو پورو ڦل ڏينداسين ۽ ان ۾ ڪابه ڪمي نه ٿيندي. اهي ئي آهن جن جي واسطي آخرت ۾ باهه کان سواءِ ڪجهه به نه آهي. چٽ ٿي ويو جيڪي ڪيو هوائون ۽ سندن عمل برباد ۽ تباهه ٿيا. (16:11)
7. (جهاد ۾) جڏهن خوف جو وقت گذري ويو, توهان (رسول ڪريم ﷺ) کي طعنا ڏين ٿا تيز زبانن سان مالِ غنيمت جي لالچ ۾. انهن ماڻهن ايمان ئي ڪونه آندو آهي. پوءِ الله سندن عمل چٽ ڪري ڇڏيا, اهو الله تي آسان آهي. (19:33)
8. جن ماڻهن ڪفر ڪيو ۽ الله جي راهه کان روڪيائون, الله انهن جا عمل

برباد ڪري ڇڏيا. (1:47)

9. اي ايمان وارؤ! پنهنجو آواز مٿي نہ ڪريو هن نبيءَ جي آواز کان. ان جي بارگاهہ ۾ رڙ ڪري نہ ڳالهايو جيئن پاڻ ۾ هڪٻئي سامهون ڳالهائيندا آهيو. متان اوهان جا عمل چٽ نہ ٿي وڃن ۽ توهان کي خبر بہ نہ پوي. (2:49)

10. اهڙا ماڻهو جن تعبيداري ڪئي اهڙين ڳالهين جي، جن ۾ الله جي ناراضگي آهي ۽ ناپسند ڪيائون الله جي رضا کي، پوءِ الله سندن عمل چٽ ڪري ڇڏيا. (28:47)

11. اوهان کان اڳ ۾ جيڪي هئا، اهي توهان کان طاقت ۾ ۽ مال ۾ ۽ اولاد ۾ گهڻا هئا. پوءِ توهان پنهنجي ڀاڱي جو نفعو ورتو. جيئن توهان کان اڳين پنهنجي حصي جو نفعو ورتو. توهان بيهودگيءَ ۾ پيا جيئن اهي بيهودگيءَ ۾ پيا (رسول ﷺ جي مخالفت، ٺٺولي ڪرڻ، ڪوڙو چوڻ) انهن جا عمل چٽ ٿي ويا دنيا ۽ آخرت ۾. (69:9)

12. جيڪو ماڻهو پنهنجي دين کان ڦرندو پوءِ ڪافر ٿي مرندو تہ انهن ماڻهن جي ڪمائي دنيا ۽ آخرت ۾ چٽ ٿي وئي ۽ اهي دوزخي آهن، ڪين ان ۾ هميشہ رهڻو آهي. (217:2)

13. جن اسان جي آيتن ۽ آخرت جي دربار کي ڪوڙو چيو، انهن جا سمورا عمل چٽ ٿيا. (147:7)

14. اهي جن جي سموري ڪوشش دنيا جي زندگيءَ ۾ گم ٿي وئي ۽ اهي هن خيال ۾ آهن تہ چڱا ڪم ڪري رهيا آهن. اهي ماڻهو جن پنهنجي رب جي آيتن ۽ ان سان ملڻ جو انڪار ڪيو، انهن جا سمورا عمل چٽ ٿي ويا. (18:105_104)

15. جيڪڏهن تو الله سان شريڪ ڪيو تہ ضرور تنهنجا سمورا عمل چٽ ٿي ويندا ۽ ضرور تون گهاٽي ۾ رهندين. (65:39)

16. جن ڪفر ڪيو انهن تي تباهي پوي ۽ الله سندن عمل برباد ڪري ڇڏي هي ان ڪري جو انهن کي نہ وڻيو جو ڪجهہ الله نازل ڪيو (قرآن) پوءِ الله سندن عمل چٽ ڪري ڇڏيا. (9:47)

# الله بخشڻهار مهربان آهي (ڪنهن لاءِ)

الله تعاليٰ پنهنجي لاءِ ٻه صفاتي نالا ڳڌ ڪيا آهن. ٻهريون بخشيندڙ هر انسان کي جنهن نافرماني ڪئي ۽ پري رهيو پر بخشيندڙ هڪ شرط تي تہ ايمان آڻي الله ۽ ان جي رسول، موڪليل پاڪ ڪتاب ۽ قيامت تي، پوءِ توبهہ ڪري. ٻيو رحيم آهي، سڀ مخلوق کيس پياري آهي، پر جيڪي ايمان آڻن انهن تي ان جي خاص رحمت هوندي آهي. توبهہ ڪرڻ سان کين ڪڏن ڪمن تي معافي ملندي آهي ۽ بخشش گهرندا آهن تہ الله کين بخش ڪري ٿو. شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ:

منهنجي مداين جي جڏ ڪل پريان پيئي
ڪڏهن نہ ڪوسا ٿيا ڪو ڏوراپو ڏيئي
ساجن سيپيئي، ڍڪيم ڍول ڍلائيون

بخشڻهار ۽ مهربان انهن لاءِ، جن موچارا ڪم نہ ڪيا.

چڱن سان چڱايون، ائين هرڪو هوءِ
تو جان ڪري نہ ڪوءِ، ٻرن سان ڀلايون
(شاهہ)

وڏي هلو الله جي بخشش ڏانهن، ان کي ٻاڏايو. اسان ڪيترا بہ گنهگار هجون پنهنجي نفساني خواهشن ڪري پر الله جي بخشش ۽ رحمت مان اميد نہ لاهجي.

جي ليلائي نہ لهين، تہ پڻ ليلائيج
آسرو مَ لاهيج، سڄڻ ٻاجهيندڙ گهڻو
(شاهہ)

قرآن مجيد ۾ الله ٻڌايو:

1. توهان مان ڪو ناداني ۾ برائي ڪري ويهي، ان کان پوءِ توبهہ ڪري ۽ سڌري وڃي، پوءِ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (54:6)
2. بيشڪ نفس برائي جو حڪم ڏيندڙ آهي، مگر جنهن تي منهنجي رب

رحم فرمايو. بيشڪ منهنجو رب بخشيندڙ مهربان آهي. (53:12)

3. جيڪو بدلو وٺي جيتري ڪيس تڪليف پهچائي وئي. پوءِ ان تي زيادتي نہ ڪئي وڃي تہ بيشڪ الله ان جي مدد ڪندو. بيشڪ الله معاف ڪرڻ وارو مهربان آهي. (60:22)

4. جيڪو توبهہ ڪري، ايمان آڻي ۽ چڱا ڪم ڪري، پوءِ اهڙن جي براين کي الله چڱاين سان بدلو ڏئي ڇڏيندو. الله بخشڻهار مهربان آهي. (25:70)

5. قريب آهي جو الله توهان ۽ انهن جيڪي انهن مان توهان جا دشمن آهن، دوستي پيدا ڪري ڇڏي ۽ الله قادر آهي ۽ بخشڻهار مهربان آهي. (7:60)

6. توهان تي ان ۾ ڪوئي گناهہ نہ آهي جيڪو اڻ ڄاڻائي ۾ صادر ٿيو. هائو اهو گناهہ آهي جيڪو دل جي ارادي سان ڪيو ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. (5:33)

7. اي نبي! پنهنجي ٻيبين، شهزادين ۽ مسلمانن جي عورتن کي فرماءِ تہ پنهنجي چادرين جو هڪ حصو منهن تي رکن. هي وڌيڪ ويجهو آهي جو سندن سڃاڻپ ٿئي، جيئن شڪليون نہ ڏنيون وڃن، تڪليف نہ ڏنيون وڃن ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. (59:33)

8. ملائڪ پاڪائي بيان ڪندا آهن پنهنجي رب جي تعريف سان گڏ ۽ زمين وارن واسطي معافي گهرندا آهن. ٻڌو! بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (5:42)

9. جيڪڏهن اوهان الله ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪندؤ تہ توهان جي ڪنهن بہ عمل ۾ توهان کي گهٽ اجر نہ ڏيندو. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (14:49)

10. اي ايمان وارؤ! توهان جون ڪي زالون ۽ اولاد توهان جا دشمن آهن. پوءِ انهن کان هوشيار رهو جيڪڏهن معاف ڪريو ۽ درگذر ڪيو ۽ بخشيو تہ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (14:64)

11. اي انسانؤ! جيڪڏهن توهان الله کي دوست رکو ٿا تہ منهنجي رسول جا فرمانبردار ٿي وڃو تہ الله توهان کي دوست رکندو ۽ توهان جا گناهہ

بخشي ڇڏيندو. الله بخشڻهار مهربان آهي.

12. (منهنجي طرفان پيغمبر چيو) اي منهنجا اهي ٻانهؤ جن پاڻ تي ظلم ڪيو سي الله جي ٻاجھه کان نااميد نه ٿيو، ڇوته الله سڀ گناهه بخشيندڙ آهي. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.

13. ڪي اهڙا آهن جن پنهنجن گناهن جو اقرار ڪيو ۽ گڏوچڙ عمل ڪيائون. هڪڙا چڱا ٻيا برا. قريب آهي جو الله انهن جي توبهه قبول ڪري. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (9:102)

14. جيڪي پاڪدامن عورتن تي تهمت لڳائين، اهي فاسق آهن مگر ان کان پوءِ جيڪي توبهه ڪن ۽ پاڻ سڌارين، پوءِ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.

15. جيڪو پنهنجي گهران نڪتو الله ۽ رسول جي طرف هجرت ڪندي، پوءِ ان کي موت اچي ويو ته ان جو ثواب الله جي ذمي آهي ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. (4:100)

16. جنهن زيادتي ڪئي، وري برائي کان پوءِ چڱائي ڪري ته بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (27:11)

17. جيڪڏهن الله گهري ته منافقن کي عذاب ڪري يا (توبهه جي توفيق ڏيڻ سان) مٿن ٻاجھه سان موٽي، ڇوته الله بخشڻهار مهربان آهي. (24:33)

18. اوهان مان جن تي الله فضل ڪيو آهي ۽ آسودا آهن اهي مائٽي وارن، مسڪينن ۽ الله جي واٽ ۾ وطن ڇڏيندڙن کي نه ڏيڻ جو قسم نه کڻن ۽ جڳائي ته معاف ڪن ۽ ٽارو ڪن. اوهين نه گهرندا آهيو ڇا ته الله توهان کي معاف ڪري ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. (24:22)

19. الله جهاد وارن کي رهجي ويندڙ کان وڏي ثواب جي فضيلت ڏني آهي. ان جي طرفان درجا، بخشش ۽ رحمت آهي ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي (ٻين تي) (4:96)

20. جڏهن رسول جي سڏڻ تي حاضر ٿيو ته ان کان اجازت وٺن ٿا اهي جن کي ڪم آهي. جنهن کي تون (رسول ڪريم ﷺ) گهرين اجازت ڏين ۽ انهن جي واسطي الله کان معافي گهر، بيشڪ الله بخشڻهار مهربان

آهي. (24:62)

21. الله کان بخشش گھرو ڇوتہ الله بخشڻهار مهربان آهي. (106:4)
22. اهي عورتون جيڪي توهان (رسول ڪريم ﷺ) وٽ اچن بيعت جي واسطي ۽ واعدو ڪن تہ نہ چوري ڪنديون, نہ زنا ڪنديون, الله سان شريڪ نہ ڪنديون ۽ نہ توهان جي نافرماني ڪنديون. پوءِ انهن لاءِ بخشش ڪر, بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (12:60)
23. جيڪي مرد, عورتون ۽ ٻار دٻائي رکيا ويا, جن کي ڪوبہ حيلو نظر نٿو اچي ۽ نہ ڪا راھ لهي سگهن ٿا, پوءِ ويجهو آهي جو الله انهن کي معاف فرمائي ۽ الله معاف فرمائيندڙ بخشيندڙ آهي. (99:4)
24. مجبور نہ ڪريو پنهنجي ٻانهين کي بدڪاريءَ تي جڏهن جو اهي بچڻ چاهين. پوءِ جيڪو انهن کي مجبور ڪندو پوءِ بيشڪ الله ان کان پوءِ جو اهي مجبور ٿي آهن, بخشڻهار مهربان آهي. (33:24)
25. جيڪو وصيت ڏيندڙ قيرائيندو تہ ان جو گناھ ان ڦيرائيندڙ تي آهي. انديشو (خوف) ٿئي تہ وصيت ڪندڙ ڪجھ بي انصافي يا گناھ ڪيو آهي, پوءِ ان جي وچ ۾ صلح ڪرايو تہ مٿس ڪو ڏوھ ڪونہ آهي, بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (102:2)
26. تعظيم واري مسجد (ڪعبة الله) وٽ ڪافرن سان نہ وڙهو. پوءِ جي اهي وڙهن تہ اوهان بہ کين قتل ڪريو. ڪافرن جي اها ئي سزا آهي, پوءِ جي باز اچن تہ الله بخشڻهار مهربان آهي. (192:2)
27. اهي مشرڪ جن پنهنجو عهد پڳو انهن کي پڪڙيو ۽ قيد ڪريو ۽ هر جاءِ تي انهن جي تاڙ ۾ ويهو. پوءِ توبھ ڪن, نماز پڙهن, زڪوات ڏين تہ انهن جو رستو ڇڏي ڏيو. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.
28. جيڪي پنهنجي زال کي ماءُ چئي ويهن اها ان جي ماءُ نہ آهي. ماءُ تہ اها آهي جنهن ان کي ڄڻيو. اها نهايت بري ۽ ڪوڙي ڳالھ آهي. ماءُ چوي ۽ وري اها ڳالھ ڪري جيڪا وڏي آهي. الله معاف ڪندڙ بخشيندڙ آهي. پر ان لاءِ ڪفارو آهي ٻہ مهينا روزا رکڻ يا سٺ مسڪينن کي کارائڻ. (2:58)
29. تنهنجو رب بخشڻهار مهربان آهي. جيڪڏهن اهو انهن کي سندن

ڪرتوتن تي پڪڙ ڪري ها تہ جلد انهن کي عذاب موڪلي ها، پر انهن لاءِ واعدي جو وقت مقرر آهي، جنهن جي اڳيان ڪاٻہ پناهہ نہ لهندا.

30. ضعيف، بيمار ۽ جن کي خرچ ڪرڻ جي طاقت نہ آهي، انهن کي جهاد ۾ شريڪ نہ ٿيڻ لاءِ ڪو حرج ڪونهي، شرط اهو آهي تہ اهي خيرخواهہ هجن الله ۽ رسول جا ۽ الله الله بخشڻهار مهربان آهي. پڪڙ جي واٽ تہ انهن تي آهي، جيڪي دولتمند هجڻ جي باوجود توکان اجازت گهرن ٿا ۽ انهن کي اهو وڻيو جو عورتن سان گڏ پوئتي ويهي رهن. انهن جي دلين تي الله مهر هنئي جو اهي ڪجهہ بہ نٿا ڄاڻن. (91:9 کان 93)

31. الله تعاليٰ پنهنجي رسول کي ٻڌايو تہ منهنجي ٻانهن کي ٻڌاءِ تہ مان بخشيندڙ مهربان آهيان، ان ڪري مايوس نہ ٿين، اميد نہ لاهن، بخشش گهرن.

32. جيڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪو زمين ۾ آهي، سو الله جو ئي آهي. جنهن کي گهري معاف ڪري ۽ جنهن کي گهري سزا ڏئي ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي. (14:48)

33. اي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ! جيڪي قيدي توهان جي هٿن ۾ آهن، انهن کي فرمايو جيڪڏهن الله توهان جي دل ۾ چڱائي ڏٺي تہ جيڪي توهان کان ورتو ويو ان کان بهتر توهان کي عطا فرمائيندو ۽ توهان کي معاف فرمائيندو. الله بخشڻهار مهربان آهي. (70:8)

34. جيڪڏهن الله جون نعمتون ڳڻيو تہ ڳڻي نہ سگهندا. الله بخشڻهار مهربان آهي. (18:16)

35. جيڪو اسلام کان سواءِ ٻيو دين گهرندو اهو ان کان هرگز قبول نہ ڪيو ويندو... الله اهڙي قوم جي هدايت ڇو چاهي جيڪي ايمان آڻي ڪافر ٿي ويا. اهي شاهدي ڏئي چڪا تہ رسول سچو آهي... مگر ان کان پوءِ جن توبهہ ڪئي ۽ پاڻ سڌاريو تہ ضرور الله بخشڻهار مهربان آهي. (65_86:3)

# همت جا ڪم

1. الله جي رضا لاءِ خرچ ڪرڻ يا صدقو ڏيڻ.
2. نماز پڙهڻ ۽ چڱي ڳالهه چوڻ. (17:31)
3. برائي کان روڪڻ ۽ گناهن کان بچڻ. (17:31)
4. تڪليف تي صبر ڪرڻ ۽ بخش ڪرڻ. (43:42)
5. چڱي ڳالهه کي مڃڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ.
6. توهان اڳين ڪتاب وارن کان ۽ مشرڪن کان ضرور گهڻو بڇڙو ٻڌندا. جيڪڏهن توهان صبر ڪريو ۽ بچندا رهو ته اهو وڏو همت جي ڪمن مان آهي. (186:3)
7. فرمانبرداري ڪرڻ الله ۽ رسول جي.
8. صدين جي رسم کي ڇڏڻ سؤلو ڪم نه آهي. اهڙو ماڻهو جيڪو انهن کي روڪي اهو بهادر ۽ همت وارو آهي.
9. ڪنهن جابر سرڪش کي حق سچ چوڻ همت جو ڪم آهي.
10. سڀ رسول ڪريم همت وارا هئا، جن الله جا حڪم پهچايا، تڪليف سهڻ باوجود رڪيا ڪون. سڀ کان وڏي ڳالهه جو الله کين رسول ڪريم ﷺ جي مڃڻ ۽ مدد جو وزني بار کڻايو ۽ اهو بار کڻڻ سمورن قبول ڪيو. (81:3)
11. پيءُ ماءُ يا ٻنهي مان جيڪو هجي ۽ انهن کي ٻڍاپڻ (پيري) پهچي ۽ خاص طرح بيماريءَ جي وقت ۾ سندن علاج ڪرائڻ، خدمت ڪرڻ، صفائي ڪرڻ، ڪپڙا بدلائڻ، چڱيلائي جو پڇڻ همت جي ڪمن مان آهي.
12. برائي جي بدلي دشمن سان ڀلائي ڪرڻ همت جي ڪمن مان آهي.
13. نفس اماره (برائي جو حڪم ڪندڙ) هڪ بکئي ڍور وانگر هوندو آهي. جيڪو ڪا ساوڪ ڏسي يا پوک ڏسي ته زوري ڇڏائي وڃي ان کي چڪ هڻندو (کائيندو) آهي. ان کي قابو ڪرڻ، مضبوط رسو ٻڌڻ

هڪ همت واري جو ڪم آهي.

14. حلال جي روزي ڪمائڻ، رشوت نه وٺڻ، سادگيءَ سان زندگي گذارڻ همت وارن جو ڪم آهي.
15. پنهنجي اولاد کي بري سنگت کان بچائڻ، انهن کي سٺي تربيت ۽ تعليم ڏيڻ همت وارن جو ڪم آهي.
16. دنيا ڪارڻ دين کي نه ڇڏڻ، حق کي نه لڪائڻ، عدل ڪرڻ همت وارن جو ڪم آهي.
17. پيچڻ، پرائڻ، پنهنجن سان پريت، پورهيو ڪرڻ، پريات جو پالڻهار جي تعريف همت وارا ڪندا آهن.
18. پئسا هجن، ان مان غريب مائٽن جي مدد ڪرڻ، ڪو نيڪ ڪم ڪرڻ، فساد نه ڪرڻ، فحاشي کان پاسو ڪرڻ همت وارن جو ڪم آهي.
19. هاري هجي، واپاري هجي، ملازم هجي، شاگرد هجي، پورهيت هجي، انهن کي پنهنجو فرض همت سان نباهڻ گهرجي. پنهنجي ڪم جي واقفيت رکي، سستي ۽ ڪاهلي نه هجي، وقت جو پابند هجڻ همت جي ڪمن مان آهي.
20. الله جي راهه ۾ جهاد ڪرڻ پنهنجي مال ۽ جان سان همت جي ڪمن مان آهي.
21. طعام يا ڪاڏي جي محتاجي هوندي محتاج، يتيم ۽ قيدي کي ڪاڏو ڪارائيندا آهن، اهي همت وارا ماڻهو آهن، جيڪي پاڻ بک برداشت ڪن پر ٻين ضرورتمندن کي ڪاڏو ڪارائن. اهڙن ماڻهن کي الله تعاليٰ ساراهيو آهي.
22. الله تعاليٰ جي نعمت جو شڪر ڪرڻ ۽ ان جي ڏنل روزيءَ مان خرچ ڪرڻ همت وارو ڪم آهي.
23. واعدو نباهڻ ۽ واعدي تان نه ڦرڻ همت وارن جو ڪم آهي.
24. پاڪائي سان رهڻ ۽ پليتيءَ کان پاسو ڪرڻ همت وارو ڪم آهي.

# پرک يا آزمائش

الله تعاليٰ انسان کي هن دنيا ۾ پيدا ڪري هڪ وڏي امتحان جي تياريءَ لاءِ موڪليو. سيڪارڻ لاءِ رسول موڪليا. پاڪ ڪتاب پهتا. ملائڪ لٿا. صالح ۽ نيڪ ٻانها نصيحت لاءِ آيا. حياتيءَ جي مختصر عرصي ۾ هر انسان کان آزمائشون ورتيون وڃن ٿيون. نتيجو آخر ۾ قيامت ڏينهن ٻڌايو ويندو. شاهه عبداللطيف ٻڌايو تہ:

مون کي مون پرين ٻڌي وڌو تار ۾
ايا ائين چون تہ متان پاند پسائين

پرک واريون شيون زمين تي زينت آهن ۽ هڪ ڏينهن الله انهن کي ختم ڪندو.

جيڪي ڏنائون سو سر ڏئي سهہ جندڙا
م چوءِ چنائون، اي پڻ ڳنڍيو سجڻن
(شاهہ)

مالڪ سائين قرآن حڪيم ۾ پرک لاءِ ٻڌايو تہ:

1. اسان (الله) توهان جو امتحان وٺندا آهيون برائي ۽ ڀلائي سان پرکڻ جي واسطي تہ من رجوع ڪريو. (7:168)
2. ڇا انهن کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي تہ هر سال هڪ ڀيرو يا ڀيرا آزمائش ۾ ڦاسندا آهن. پوءِ نہ توبهہ ڪندا آهن ۽ نہ نصيحت پرائن ٿا. (9:126)
3. اسان آزمائيندا آهيون خوف، بک، مال، جانين ۽ ميون جي گهٽتائي سان. پوءِ خوشخبري ٻڌاءِ صبر وارن کي. (2:155)
4. پوءِ ڊڄڻ گهرجي جيڪي رسول ﷺ جي حڪم جي ابتڙ ڪم ڪن ٿا. متان انهن کي ڪا آزمائش پهچي يا انهن کي دردناڪ عذاب پهچي.
5. اسان توهان مان هڪڙن کي ٻين جي واسطي آزمائش بنايو آهي (امير غريب تي احسان ڪن ٿا يا انهن کي ڪيترو گهٽ سمجهن ٿا)

6. الله چاهي ها تہ پاڻ ئي انهن (ڪافرن) کان بدلو وٺي ها، مگر هن لاءِ تہ توهان مان هڪڙن کي ٻين کان پرکي (درجا وڌائڻ لاءِ) (4:47)
7. الله اهو آهي جنهن موت ۽ حياتي پيدا ڪئي انهيءَ لاءِ تہ توهان کي پرکي تہ عمل جي ڪري ڪير توهان مان سنو آهي ۽ اهو ئي عزت وارو بخشڻ وارو آهي. (2:67)
8. اهو ئي آهي جنهن توهان کي زمين ۾ نائب بڻايو ۽ توهان مان هڪڙن کي ٻين تي ڪيئي درجا بلندي ڏنائين. جيئن توهان کي آزمائي ان شيءِ منجهہ جيڪا توهان کي ڏنائين. (165:6)
9. توهان کي آزمائي تہ ڪنهن جا عمل چڱا آهن تڪليف کان پوءِ جيڪا نعمت ملي ان ۾ بہ پرک آهي تہ شڪر ڪير ٿو ڪري.
10. زندگي هڪ پرک آهي هڪ وقت تائين نفعو وٺو.
11. شيطان گمان کي سچو ڪندڙ آهي، جيڪي ان جي پنيان لڳا انهن تي زور ڪونهي پر هڪڙي پرک آهي تہ ٿولو جدا ٿي وڃي ۽ سزا جي لائق آهي.
12. رڳو وات سان چوڻ تہ ايمان آندوسين تہ مؤمن ٿي ويندو ڇا يا انهن کي ڇڏيو ويندو؟ پر ان سان گڏ آزمائش ٿيندي. پرکبا. پوءِ الله سچن کي ڪوڙن کان جدا ڪندو.
13. بيشڪ اسان زمين جو سينگار ڪيو جو ڪجهہ ان تي آهي، جيئن انهن کي آزمايون تہ انهن مان ڪنهن جا ڪم چڱا آهن. بيشڪ جو ڪجهہ ان تي آهي، هڪ ڏينهن اسان ان کي صاف ميدان ڪري ڇڏينداسين. (18:8_7)
14. ڄاڻو تہ توهان جو مال ۽ توهان جو اولاد امتحان ئي تہ آهي ۽ الله وٽ وڏو اجر آهي. (15:64)
15. الله گهري ها تہ توهان سڀني کي هڪ امت ڪري ها، مگر مرضي هيءَ آهي تہ جيڪو توهان کي ڏنائين، پوءِ ان ۾ آزمائي. ڀلائين طرف هڪٻئي کان اڳرائي ڪريو. توهان سمورن جو موٽڻ الله ڏانهن آهي. (48:5)
16. جڏهن رب ان (انسان) کي آزمائي جو ان کي مرتبو ۽ عزت ڏئي ٿو پوءِ

چوي ٿو منهنجي رب مون کي عزت ڏني آهي. جيڪڏهن آزمائي ان کي جو رزق ان تي تنگ ڪري پوءِ چوي منهنجي رب مون کي خوار ڪيو. هرگز نہ. بلڪ توهان يتيم جي عزت نٿا ڪريو ۽ پاڻ ۾ هڪبئي کي مسڪين جي کارائڻ جي رغبت نٿا ڪريو. (89:15 کان 18)

17. بيشڪ اسان انسان کي گڏيل منيءَ مان پيدا ڪيو تہ ان کي پرکيون. پوءِ کيس ٻڌندڙ ڏسندڙ ڪيوسين. بيشڪ اسان کيس سڌو رستو ڏيکاريو. هاڻي هو شڪر ڪندڙ ٿئي يا بي شڪر ٿئي.

18. الله انهن جون دليون پرهيزگاريءَ لاءِ پرکي ڇڏيون. جيڪي پنهنجو آواز نبي ڪريم ﷺ جي آواز کان جهڪو رکندا آهن. (49:3)

19. تڪليف پهچڻ کان پوءِ جڏهن الله سائين پنهنجي نعمت عطا ڪري تڪليف کي ٽاري، پوءِ انسان ائين چوي تہ اها مون کي پنهنجي علم جي ڪري ملي، بلڪ اها تہ آزمائش هئي پر انهن مان گهڻن کي علم ڪونهي. (39:49)

20. آسودو هجڻ، مال ملڪيت گهڻو هجڻ بہ الله طرفان پرک آهي تہ توهان الله جو شڪر ادا ڪريو ٿا ۽ غريب هجڻ، مال جو گهٽ هجڻ، تڪليفون ۽ پريشانيون بہ مؤمن لاءِ پرک آهي جنهن تي صبر ڪرڻ گهرجي.

# سڪون

الله تعاليٰ انسانن ۽ جنن کي پنهنجي عبادت لاءِ خلقيو آهي. الله جي عبادت ۽ ان جي ذڪر ۾ سڪون آهي. رسول ڪريم ﷺ جن سڪون جو رستو ٻڌايو. رسول ڪريم ﷺ تي صلوات پڙهڻ ۾ سڪون ۽ مزو آهي، برڪت ۽ شفا آهي. انسان ذات جي خدمت ڪرڻ، انهن کي نہ ڏکوئڻ ۾ سڪون آهي. الله سائين جي نيڪ ٻانهن وٽ ويهڻ، انهن کي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ سڪون آهي. سڪون دل کي ايندو آهي، اکين کي ايندو آهي ۽ ڪنن کي ايندو آهي. صحت بہ سڪون آهي. لواري شريف جي بزرگ کان پڇيو ويو تہ "جو سڀ کان موچارو سو آهي ڪجاڙو (ڇا)" پاڻ جواب ڏنائون "هڪ صحت سريد (بدن) جي ٻيو پريان جو پاڙو." سڪون واريون جايون بہ آهن. رسول ڪريم ﷺ جن جي دربار اقدس، ڪعبة الله سلامتي ۽ امن واري جاءِ. امن ۾ سڪون هوندو آهي. اهڙا الله جا مخلص ٻانها جن لاءِ شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو
ان جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڏو مان
ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آڳهہ ان جي

جن جي زيارت ڪرڻ ۾ سڪون آهي، ان جاءِ کي الله تعاليٰ مقبول بنائي ٿو. مقدس ڪتاب ۾ فرمايو ويو:

1. جن ايمان آندو انهن جون دليون الله جي ياد سان سڪون لهن ٿيون. ٻڌو! الله جي ذڪر ۾ ئي دلين جو سڪون آهي. (28:13)
2. اي محمد! انهن جي مال مان زڪوات حاصل ڪريو جنهن سان انهن کي پاڪ ۽ صاف ڪرين ۽ انهن جي حق ۾ دعاءِ خير ڪريو. بيشڪ تنهنجي دعا انهن جي قلبن جو سڪون آهي ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. (103:9)
3. الله جي نشانين ۾ سڪون آهي، جيئن تابوت (هڪ پيتي هئي، جنهن

۾ حضرت موسيٰ ۽ حضرت هارون عليهما السلام جي ترڪي جون شيون پيل هيون. حضرت موسيٰ عليه السلام جي جُتي، لٺ، من وسلويٰ جا ٽڪر، حضرت هارون عليه السلام جي پڳ، توريت وغيره) اها بني اسرائيلن لاءِ سڪون هئي. الله جون نشانيون ڪعبة الله، صفا ومروه، نبين جا معجزا... (248:2)

4. هيءَ فتح (جنگ بدر جنهن ۾ ملائڪ لٿا ۽ مشرڪن سان وڙهيا) الله اوهان جي خوشيءَ لاءِ ڪئي آهي، جيئن اوهان جون دليون مطمئن ٿين ۽ مدد الله غالب حڪمت واري طرفان آهي. (126:3)
5. الله تعاليٰ رات کي جنهن ۾ ننڊ ڪجي ٿي، سڪون وارو بنايو (ننڊ ۾ سڪون آهي) (73:28)
6. اهو ئي الله آهي جنهن توهان کي هڪ ساهہ مان بنايو ۽ ان مان زال پيدا ڪيائين جو ان مان سڪون حاصل ڪريو (نيڪ زال سڪون آهي) (189:7)
7. ڪنهن نيڪ ڪم ۾ ڪاميابي، ڪافرن تي فتح، نيڪ اولاد، ماءُ پيءُ جي ڏسڻ ۾ سڪون آهي. نيڪ ٻانهن جي ڏسڻ ۽ صحبت ۾ سڪون آهي.
8. الله ايمان وارن جي دلين ۾ سڪون نازل ڪيو جيئن انهن کي يقين وڌي (4:48)
9. الله سائين جي غيبي مدد ۾ سڪون آهي.
10. رسول پاڪ ﷺ تي صلوات پڙهڻ ۽ ان جي روضي مبارڪ تي حاضري ۾ سڪون آهي.
11. ڪنهن بہ نيڪ ڪم ڪرڻ ۽ اڙئي جي مدد ڪرڻ ۾ سڪون آهي.
12. اولاد جي فرمانبرداري ۽ بهتر گهرو ماحول ۾ سڪون آهي.
13. الله پنهنجي ٻاجهہ سان دل جي گهبراهٽ دور ڪري ٿو ۽ سڪون بخشي ٿو. (9:15_14)
14. قرآن پاڪ جي زيارت ڪرڻ، پڙهڻ، اڳيان رکي الله کان دعا گهرڻ ۾ دلين جو سڪون آهي.
15. (حنين جي جنگ ۾) پوءِ الله پنهنجي تسڪين لاٿي پنهنجي رسول تي

۽ مسلمانن تي ۽ اهي لشڪر لاٿائين (ملائڪن جا) جيڪي توهان نہ ڏٺا ۽ ڪافرن کي عذاب ڏنائين. (26:9)

16. راهب ٿيڻ (جيڪي ماڻهو جبلن، غارن، گهرن ۾ اڪيلا رهن، دنيا وارن سان ميل جول ڇڏي ڏين، عبادتن ۾ پنهنجي مٿان تڪليف وڌائن، تارڪ ٿيڻ دنيا کان) اها ڳالهہ انهن دين ۾ پنهنجي طرفان ڪڍي، اسان انهن تي مقرر نہ ڪئي، هائو اها بدعت انهن الله جي رضا طلبي واسطي پيدا ڪئي ۽ ان کي نباهي نہ سگهيا. جيئن ان جي نباهڻ جو حق هو. پوءِ انهن جي ايمان وارن کي اسان انهن جو ثواب عطا ڪيو انهن مان گهڻا فاسق آهن. (27:57)

17. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو تہ جن مشرڪن رسول ڪريم ﷺ کي شهر مڪي معظم مان ڪڍڻ جو ارادو ڪيو جن رسول ڪريم ﷺ کي ايذايو ان سان خيانت ڪئي، انهن مشرڪن سان وڙهو انهن کان نہ ڊڄو جي الله کي مڃو ٿا. الله انهن کي توهان جي هٿان عذاب ڏيندو خوار ڪندو ۽ اوهان جي دلين ۾ سڪون وجهندو مونجهارو دور ڪندو. (14_15:9)

18. برڪت ۾ سڪون آهي.

الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن جي روزي ۽ رزق ۾ برڪت وجهي ٿو جيئن پوک يلي ٿئي تہ اَن وڌائي نوڪريءَ ۾ ترقي ملي تہ پگهار وڌي، مزدوري ملي، ڏنڌو يا واپار هلندڙ هجي تہ انسان کي سڪون ملي ٿو. ٻڌيءَ ۾ بہ برڪت آهي. گهر جا ماڻهو شهر جا ماڻهو علائقي جا ماڻهو پاڻ ۾ متفق هوندا، گڏ هوندا تہ ٻيا ماڻهو انهن تي حملو نہ ڪندا، تڪليف نہ ڏيندا. اهو هڪ قسم جو سڪون آهي جو ڏک سک ۾ هڪٻئي جو ساٿ ڏجي.

19. امن ۾ سڪون آهي.

اڄ ڪلهہ هر طبقي جي ماڻهوءَ کي پريشاني ۽ خوف رهي ٿو. امير هجي يا غريب، ملازم هجي يا مزدور، واپاري هجي يا هنرمند. گهر ۾ هجي يا ڪنهن عبادت گاهہ ۾ هجي يا ٻاهر هجي، سڀئي خوف واري حالت ۾ گذارن ٿا. ان جو سبب بدامني آهي، بدمعاشي آهي. پڪڙ ڪونهي،

انصاف ڪونهي، نه حڪومت جو ساٿ آ ۽ نه هڪٻئي جي خيرخواهي آهي. دين اسلام امن وارو بنايو ويو پر عمل ڪونهي.

20. صلح ۾ سڪون آهي.

ماڻهو هڪٻئي سان دشمني ختم ڪن ته پريشانيون ختم ٿين ۽ امن ٿئي، سيئي سڪون سان رهڻ. صلح ڪرائڻ وارا ٿورا آهن ۽ ٻُر ٻُر چيڻا... ڪرڻ وارا گهٽا آهن. مچڻ وارا ٿورا آهن. ضدي گهٽا آهن. پاڪ ڪتاب ۾ آهي ته ٻن ڀائرن ۾ صلح ڪرايو. صلح سٺي ۽ سڪون واري ڳالهه آهي.

21. مدد ڪرڻ ۾ سڪون آهي.

مسڪين جي مدد ڪرڻ، ٻڪئي ڪي ڪاڏو ڪارائڻ. ويجهن عزيزن وٽ وڃڻ ۽ سار سنڀال لهڻ ۾ سڪون آهي.

22. سچ (حق) ۾ سڪون آهي.

الله تعاليٰ حق آهي، ان جي عبادت ڪرڻ ۾ سڪون آهي. رسول ڪريم ﷺ حق آهي، ان جي تعظيم ڪرڻ. ان تي درود پڙهڻ ۽ سندس ڏسيل احڪامن تي هلڻ ۾ سڪون آهي. قرآن مجيد حق آهي، ان کي مڃڻ، ان جو پڙهڻ ۽ عمل ڪرڻ ۾ سڪون آهي. ماءُ پيءُ حق آهي، انهن جي خدمت ڪرڻ ۽ فرمانبرداري ڪرڻ ۾ سڪون آهي. اولاد حق آهي، انهن جي پرورش ڪرڻ ۽ پيار ڪرڻ ۾ سڪون آهي.

# فڪر ڪرڻ جا فقرا

1. جيڪڏهن زمين جا سمورا وڻ قلم ٿين ۽ سمنڊ ان جي مس ٿئي، ان جي پنيان ست سمنڊ ٻيا به اچن، پوءِ به الله جا ڪلما ختم نه ٿيندا. بيشڪ الله عزت وارو حڪمت وارو آهي. (27:31)
2. جنهن چڱو ڪم ڪيو مرد هجي توڙي عورت پر هجي مؤمن (مسلمان) ته اهي بهشت ۾ گهڙندا ۽ اتي ئي انهن کي روزي ڏبي (اسان ان کي چڱي زندگي جياريندا سين) (97:16)
3. بيشڪ الله نٿو بخشي جو ساڻس شريڪ ڪيو وڃي ۽ ان کان هيٺ جو ڪجھ آهي، جنهن کي چاهي معاف فرمائي ڇڏي الله جي بخشش ۽ رحمت اڻ کٽ آهي. (116:4)
4. الله اوهان کي عذاب ڏئي ڇا ڪندو جيڪڏهن توهان حق مڃو ۽ ايمان آڻيو ۽ الله صلو ڏيندڙ مهربان آهي. (147:4)
5. زمين ۾ جيترا به آهن، سڀني کي فنا آهي. باقي آهي تنهنجي رب جي ذات عظمت ۽ بزرگي واري. (55:27_26)
6. بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ماڻهن جي پيدائش کان تمام وڏي ڳالهه آهي پر گهڻا ماڻهو نه ٿا ڄاڻن. (57:40)
7. جيڪڏهن الله پنهنجن سمورن ٻانهن جو رزق وسيع (ڪشادو) ڪري ته ضرور زمين ۾ فساد پکيڙين ها. پر اهو اندازي سان لاهي ٿو جيترو گهري ٿو. بيشڪ اهو سڀني ٻانهن کان خبردار آهي. (27:42)
8. جيڪڏهن الله ماڻهن کي انهن جي ظلم ڪري پڪڙي ها ته زمين جي پٺيءَ تي ڪا به چرڻ واري شيءِ نه ڇڏي ها پر هڪڙي مقرر مدت تائين انهن کي دير ڏئي ٿو. پوءِ جڏهن انهن جو اجل (موت) ايندو ته نه هڪ گهڙي پٺتي هٽندا ۽ نه اڳتي وڌندا. (16:61)
9. الله ئي آهي جنهن توهان لاءِ رات کي پردو بڻايو ۽ ننڊ کي آرام ۽ ڏينهن کي بڻايائين اٿڻ لاءِ.

10. الله جي پاڪائي بيان ڪندا آهن جيڪي بہ آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ آهن ۽ پکي پر پکيڙيندڙ. سمورن کي معلوم آهي پنهنجي نماز ۽ ان جي پاڪائي بيان ڪرڻ جو طريقو. ڪابہ اهڙي شيءِ نہ آهي، جيڪا ان کي ساراهيندي ان جي پاڪائي بيان نہ ڪري، پر توهان انهن جي تسبيح نہ ٿا سمجهو. (41:24)

11. توهان مان ڪوبہ اهڙو نہ آهي جنهن جو گذر دوزخ تان نہ ٿئي. تنهنجي رب جي ذمي اها ڳالهہ طئي ڪيل آهي. پوءِ اسان پرهيزگارن کي بچائي وٺنداسين ۽ ظالمن کي گوڏن ڀر ڪريل ڇڏي ڏينداسين. (72:19)

12. چوپاين (گهر جو مال) ۾ توهان جو سينگار آهي جڏهن ٻاهران اچن ٿا يا چرڻ لاءِ وڃن ٿا ۽ سواري وارا جانور توهان لاءِ زينت آهن. (16:8-6_7)

13. بيشڪ توهان جي واسطي چوپاين ۾ عبرت حاصل ڪرڻ جي جاءِ آهي. اسان توهان کي پياريندا آهيون کير جيڪو انهن جي پيٽ ۾ آهي، ڇيڻي ۽ رت جي وچان خالص کير نڙيءَ مان آسانيءَ سان وڃڻ پيئندڙن جي واسطي. (64:16)

14. شيطان توهان کي ڏيچاري ٿو سڃائي کان (خرچ ڪندؤ تہ سڃا ٿيندؤ) ۽ حڪم ڪري ٿو بيحيائي جو ۽ الله توهان سان واعدو ڪندو آهي بخشش ۽ فضل جو. الله وسعت وارو علم وارو آهي. (268:2)

15. جيڪڏهن قرضي سڃو هجي تہ ان کي مهلت ڏيو سڳهہ تائين ۽ ان کي صفا قرض معاف ڪرڻ اوهان لاءِ ڀلو آهي جيڪر ڄاڻ هجيوَ. (280:2)

16. ماڻهن واسطي سينگاري وئي انهن خواهشن جي محبت عورتون (زالون)، پٽ ۽ ڍير سون ۽ چانديءَ جا ۽ نشان ڪيل گهوڙا (سوارا) ۽ چوپايا ۽ پوکون (زمين) هيءَ دنيا جي زندگيءَ جي موڙي آهي. الله آهي جنهن وٽ چڱي موٽڻ جي جاءِ آهي. (14:3)

17. توهان ڀلا آهيو انهن سڀني امتن کان جيڪي ماڻهن ۾ ظاهر ٿيون. تہ چڱائي جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائي کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان

آڻيو ٿا.

18. ڊڪ ڀريو پنهنجي پالڻهار جي بخشش ۽ ان جي بهشت ڏانهن. جنهن جي ويڪر ۾ سڀ آسمان ۽ زمين اچي وڃن. جيڪو پرهيزگارن لاءِ تيار ڪيو ويو آهي. (133:3)

19. ڪوبہ شخص الله جي حڪم کان سواءِ نٿو مري. سڀني جو وقت لکيل آهي. (145:3)

20. منافق اهو آهي جيڪو ايمان جي پيٽ ۾ ڪفر کي وڏيڪ ويجهو آهي. جيڪا ڳالهہ وات سان چون، اها انهن جي دل ۾ نہ هوندي آهي. (167:3)

21. توهان جي زالن مان جيڪي بدڪاري ڪن. انهن تي خاص پنهنجن مان چئن مردن جي شاهدي وٺو. پوءِ جي شاهدي ڏين تہ پوءِ انهن عورتن کي گهرن ۾ بند رکو جو انهن کي موت ماري يا الله انهن واسطي ڪا ٻي وات پيدا ڪري ۽ توهان مان جيڪي مرد ۽ عورتون اهڙو ڪم ڪن تہ انهن کي تڪليف ڏيو. پوءِ جي توبهہ ڪن. سڌرن تہ انهن جو پيڇو نہ ڪريو. (4:16_15)

22. جيڪڏهن توهان هڪڙي زال ڇڏي ان بدران ٻي زال آڻڻ چاهيو ٿا ۽ ان کي ڍير سارو سامان ڏئي چڪا آهيو تہ ان مان ڪجهہ بہ واپس نہ وٺو. ڇا ان کي واپس وٺندا بهتان مڙهي کليل گناهہ سان. ڪيئن ان کي واپس وٺندؤ حالانڪ توهان هڪٻئي سامهون بي پرده ٿي چڪؤ (21:4)

23. جن عورتن کي نڪاح ۾ آڻڻ گهرو، انهن کي سندن حق مهر ڏيو ۽ طئي ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن توهان جي پاڻ ۾ رضامندي ٿي وڃي تہ ان ۾ ڪوبہ گناهہ نہ آهي. (24:4)

24. مرد حاڪم آهن عورتن تي ان ڪري جو الله انهن مان هڪڙن کي ٻئي تي فضيلت ڏني ۽ ان ڪري جو مردن انهن تي پنهنجو مال خرچ ڪيو. نيڪ بخت عورتون ادب واريون آهن. مڙس جي پرپٺ حفاظت رکنديون آهن. جيئن الله حفاظت جو حڪم ڏنو. (34:4)

25. توهان کي عورتن جي نافرمانيءَ جو انديشو هجي تہ انهن کي سمجهايو. انهن کان جدا سمهو ۽ انهن کي ماريو. پوءِ جي فرمان ۾ اچن تہ انهن تي

زيادتي نہ ڪريو. (4:34)

26. جيڪي الله ۽ رسول جو حڪم مڃين تہ اهڙن کي انهن جو ساٿ نصيب ٿيندو، جن تي الله فضل ڪيو يعني نبي ۽ صديق ۽ شهيد ۽ چڱا ماڻهو. اهي ڪهڙا نہ چڱا ساٿي آهن. (69:4)

27. توهان کي ڇا ٿيو آهي جو الله جي واٽ ۾ لڙائي نہ ٿا ڪريو ڪمزور مردن، عورتن ۽ ٻارن واسطي، جيڪي دعا گهري رهيا آهن تہ اي اسان جا رب! اسان کي هن ڳوٺ مان ڪڍ، جنهن جا ماڻهو ظالم آهن ۽ اسان کي پنهنجي طرفان ڪو حمايتي ۽ مددگار ڏي. (75:4)

28. اي ايمان وارؤ! جڏهن توهان جهاد لاءِ نڪرو تہ تحقيق ڪندا ڪريو ۽ جيڪو توهان کي سلام ڪري، ان کي ائين نہ چئو تہ تون مسلمان نہ آهين. (94:4)

29. بهتان: ڪوبہ خطا يا گناهہ ڪري، پوءِ ان کي ڪنهن بي گناهہ جي مٿي تي ٿڦي ڇڏي تہ ضرور ان بهتان ۽ ڪليل گناهہ سر تي کنيو. (112:4)

30. جيڪو چڱا ڪم ڪندو مرد هجي يا عورت پر هجي مسلمان تہ انهن کي جنت ۾ داخل ڪيو ويندو. (124:4)

31. جيڪو نہ مڃي الله ۽ سندس ملائڪن ۽ ڪتابن ۽ رسولن ۽ قيامت کي تہ ضرور اهو پراهين گمراهيءَ ۾ پيو. (136:4)

32. هاڻي توهان انهن کي ڏسندؤ جن جي دلين ۾ آزار آهي جو يهودين ۽ عيسائين ڏانهن ڊوڙن ٿا. چون ٿا اسان ڊجون ٿا متان اسان تي ڪو چڪر اچي وڃي. (52:5)

33. ضرور تون مسلمانن جو سڀ کان وڌيڪ دشمن يهودين ۽ مشرڪن کي لهندين. ضرور تون مسلمانن جي دوستيءَ ۾ سيني کان وڌيڪ ويجهو انهن کي ڏسندين جيڪي چوندا آهن اسان عيسائي آهيون. هيءَ ان ڪري جو انهن ۾ گهڻا عالم ۽ درويش آهن ۽ وڏائي نہ ڪندا آهن. (82:5)

34. الله توهان کي پڪڙ نہ ڪندو توهان جي غلط فهمي جي قسمن تي، هائو انهن قسمن تي گرفت فرمائيندو جن کي توهان مضبوط ڪيو آهي. اهڙن قسمن جو ڪفارو آهي ڏهن مسڪينن کي کاڌو کارائڻ يا ڪپڙا

پهرائڻ يا هڪ غلام آزاد ڪرڻ يا تي ڏينهن روزا رکڻ. (89:5)

35. (مرد جو شان) جيڪڏهن اسان نبيءَ کي ملائڪ ڪريون ها تڏهن به ڪيس مرد ڪريون ها. (9:6)

36. دنيا جي حياتي نه آهي مگر راند روند ۽ بيشڪ آخرت جو گهر ڀلو آهي انهن واسطي جيڪي ڊڄن. (32:6)

37. بيشڪ تباهه ٿي ويا اهي جيڪي پنهنجي اولاد کي قتل ڪندا آهن بيوقوفانه جهالت سببان ۽ حرام ناهن ٿا جيڪا الله انهن کي روزي ڏني... اهي گمراهه ٿيا وات نه ٿا لهن. (140:6)

38. جنهن هڪ نيڪي ڪئي ته ان واسطي ان جهڙيون ڏهه آهن ۽ جنهن برائي ڪئي، ان کي بدلو نه ملندو مگر ان برابر ۽ انهن تي ظلم نه ٿيندو. (160:6)

39. اي آدم جي اولاد! خبردار شيطان توهان کي فتني ۾ نه وجهي جيئن توهان جي ماءُ پيءُ (آدم – بيبي حوا) کي بهشت مان ڪڍيائين، لهرايائين انهن جي پوشاڪ جو سندن شرم جون شيون انهن کي نظر اچن. بيشڪ اهو ۽ ان جو قبيلو توهان کي اتان ڏسن ٿا جتان توهان انهن کي ڏسي نه ٿا سگهو. (27:7)

40. يقين ڪريو ته توهان جو مال ۽ توهان جو اولاد سڀ فتنو آهي ۽ الله وٽ وڏو ثواب آهي. (28:8)

41. الله رسول کي خواب ۾ ڪافر ٿورا ڪري ڏيکاريا. اي مسلمانؤ! جيڪڏهن اهي توهان کي گهڻا ڪري ڏيکاري ها ته ضرور توهان بزدلي ڪريو ها..... جڏهن لڙائيءَ جي وقت آيو (جنگ بدر ۾ مسلمان 310، ڪافر 1000 هئا) ته ڪافر توهان کي ٿورا ڪري ڏيکاريائين ۽ توهان کي انهن جي نظر ۾ ٿورا ڪري ڏيکاريائين، جيئن الله پورو ڪري جو ڪم ٿي رهڻو آهي. (44:8)

42. الله ڪنهن قوم کي جيڪا نعمت ڏيندو آهي، سا ايستائين نه مٽائيندو آهي جيستائين جو اهي پاڻ نه بدلجي وڃن. بيشڪ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. (53:8)

43. اهي جن ايمان آندو ۽ هجرت ڪيائون ۽ پنهنجي مال ۽ جان سان الله

جي راهہ ۾ لڙيا، الله وٽ انهن جو وڏو درجو آهي ۽ اهي ئي ڪامياب آهن. (21:9)

44. ڪابہ چرندڙ شيءِ نہ آهي جنهن جي پيشاني ان (الله) جي قبضي قدرت ۾ نہ هجي. بيشڪ منهنجو رب سڌي رستي تي ملندو آهي. (56:11)

45. جڏهن اسان ڪنهن ڳوٺ کي هلاڪ ڪرڻ چاهيندا آهيون تہ ان جي آسودن ماڻهن تي احڪام موڪليندا آهيون. پوءِ اهي ان ۾ نافرماني ڪندا آهن. پوءِ ان تي ڳالهہ پوري ٿي ويندي آهي. پوءِ اسان ان کي تباهہ ڪري ڇڏيندا آهيون. (16:17)

46. ڪابہ شيءِ اهڙي نہ آهي جيڪا ان (الله) کي ساراهيندي ان جي پاڪائي بيان نہ ڪري پر توهان انهن جي تسبيح ثنا سمجهو. (44:17)

47. مال ۽ پٽ هن دنيا جو سينگار آهن ۽ باقي رهندڙ چڱيون ڳالهيون، انهن جو ثواب تنهنجي رب وٽ بهتر ۽ اميد ۾ سڀ کان چڱيون آهن. (46:18)

48. جنهن منهنجي ياد کان منهن موڙيو پوءِ بيشڪ ان جي واسطي تنگ زندگي آهي (تنگ روزي) ۽ اسان ان کي قيامت جي ڏينهن انڌو ڪري اٿاريندا سين. (124:20)

49. جيڪڏهن الله هڪڙن ماڻهن کي ٻين سان دفع (پري) ڪرڻ نہ فرمائي ها تہ ضرور ڍاهجي وڃن ها خانگاهون ۽ گرجا (عيسائين جون) ۽ ڪليسا (يهودين جون) ۽ مسجدون جن ۾ الله جو نالو گهڻائي سان ورتو وڃي ٿو. (40:22)

50. بيشڪ ڀلو نوڪر اهو آهي جيڪو طاقتور ۽ ايماندار هجي. (26:28)

51. مائٽ الله جي ڪتاب ۾ هڪٻئي کان وڌيڪ قريب آهن بنسبت ٻين مسلمانن ۽ مهاجرن جي مگر هي تہ توهان پنهنجي دوستن تي احسان ڪريو. اهو ڪتاب ۾ لکيل آهي. (6:33)

52. الله فرمايو اي ابليس! توکي ڪهڙي شيءِ روڪيو آدم کي سجدي ڪرڻ کان جنهن کي مان پنهنجي هٿن سان ناهيو... جيائين مان ان کان ڀلو آهيان. تو مون کي باهہ مان پيدا ڪيو ۽ هن کي مٽيءَ سان پيدا

ڪيئي. (6:38)

53. الله ساهن کي وفات ڏئي ٿو انهن جي موت جي وقت ۽ جيڪي نه مرن انهن کي ننڊ ۾. پوءِ جنهن تي موت جو حڪم فرمائي ڇڏيائين، ان کي روڪي رکي ٿو ۽ ٻئي کي هڪ مقرر مدت تائين ڇڏي ڏئي ٿو. بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن سوچڻ وارن لاءِ. (42:39)

54. جيڪڏهن شيطان توکي ڪا چوڪ پهچائي (گناهن تي اپاري) ته الله جي پناهه گهر، بيشڪ اهو ٻڌي ڄاڻي ٿو. (36:41)

55. بيشڪ جنهن پنهنجي مظلومي تي بدلو ورتو انهن تي پڪڙ جي ڪا وات نه آهي. پڪڙ ته انهن تي آهي، جيڪي ماڻهن تي ظلم ڪن ٿا ۽ زمين ۾ ناحق سرڪشي ڪندا آهن. انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. (42:42)

56. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن ڪو فاسق توهان وٽ خبر آڻي ته تحقيق ڪري ونو جو متان ڪنهن قوم کي اڻ ڄاڻائي ۾ ڪا تڪليف نه ڏئي وجهو ۽ پنهنجي ڪيل تي پڇتائيندي رهجي وڃو. (6:49)

57. جن ايمان آندو ۽ سندن اولاد ايمان سان گڏ انهن جي پيروي ڪئي، اسان انهن جي اولاد انهن سان ملائي ڇڏي (جنت ۾) ۽ سندن عملن ۾ ڪا گهٽتائي نه ڪئي. (21:52)

58. نيڪي ڪرڻ وارن کي الله نهايت چڱو انعام عطا ڪري ٿو جيڪي وڏن گناهن کان بچندا آهن مگر ايترو جو گناهن جي ويجهو ويا ۽ رڪجي ويا. بيشڪ تنهنجي رب جي بخشش ڪشادي آهي. (31_32:53)

59. (جنت ۾) اهڙين پٿرڻين تي ٽيڪ ڏيندڙ هوندا، جتي انهن لاءِ اهي عورتون (حورون) آهن جن مڙس کان سواءِ ٻئي کي اک کڻي نه نهاريو آهي. انهن کان اڳي انهن کي نه ڪنهن انسان هٿ لاتو ۽ نه جنّ. پوءِ پنهنجي رب جي ڪهڙي نعمت جو انڪار ڪندؤ. (55:57_56)

60. نه ٿي پهچي ڪابه مصيبت زمين ۾ ۽ نه ئي توهان جي جانين ۾ مگر اها هڪ ڪتاب ۾ آهي. هن کان اڳي جو اسان ان کي پيدا ڪريون. بيشڪ اهو الله تي آسان آهي. (22:57)

61. اي ايمان وارؤ! جڏهن توهان کي چيو وڃي ٿو تہ مجلس ۾ جاءِ ڏيو پوءِ جاءِ ڏيو. الله توهان کي جاءِ ڏيندو ۽ جڏهن چيو وڃي تہ اُٿي بيهو تہ اُٿي بيهو. الله درجا بلند ڪري ٿو توهان مان انهن جا جن ايمان آندو. (11:58)

62. بيشڪ رات جو اٿڻ (عبادت لاءِ تهجد لاءِ) نفس تي زيادہ سخت آهي ۽ دباءُ ۾ (رسول ڪريم ﷺ کي الله ٻڌايو)

63. خرابي آهي ان لاءِ جنهن مال گڏ ڪيو ۽ ڳڻي رکيائين. ڇا هو سمجهي ٿو تہ ان جو مال ان کي دنيا ۾ هميشہ رکندو؟ هرگز نہ. (104:3_2)

64. خرابي آهي انهن نمازين لاءِ جيڪي پنهنجي نماز کان غافل آهن. ڏيکاءَ واسطي عمل ڪن ٿا ۽ معمولي نفعي واري شيءِ گهرڻ سان نہ ٿا ڏين. (107:7_4)

65. زمين ۾ ڪابہ اهڙي هلندڙ شيءِ ۽ نہ ئي ڪو پکي جو پنهنجي پرن سان اڏامي ٿو مگر توهان وانگر امتون. اسان هن ڪتاب ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ ڇڏي آهي. (6:38)

66. ائين ڇو نہ ٿئي جو انهن (مسلمانن) جي هر گروهہ مان هڪ جماعت نڪري جيڪا دين جي سمجهہ حاصل ڪري ۽ واپس اچي پنهنجي قوم کي خوف ٻڌائن هن اميد تي تہ اهي بچن. (9:122)

67. زمين تي چرندڙ ڪابہ اهڙي شيءِ نہ آهي. جنهن جو رزق الله جي ڪرم جي ذمي نہ هجي ۽ اهو ڄاڻي ٿو ان جي رهڻ جي جاءِ. حوالي ٿيڻ جي جاءِ. سمورو هڪ صاف بيان ڪندڙ ڪتاب ۾ آهي. (11:7)

68. انسان جي واسطي هڪٻئي پٺيان بدلي ٿيندڙ ملائڪ آهن ان جي بيان ۽ ان جي پٺيان جيڪي خدا جي حڪم سان سندس حفاظت ڪندا آهن. (13:11)

69. يقين ڄاڻو تہ دنيا جي زندگي فقط راند روند ئي آهي ۽ سينگار ۽ توهان جو هڪٻئي ۾ فخر ڪرڻ مال ۽ اولاد ۾ ۽ هڪٻئي تي زيادتي جي خواهش ڪرڻ. (57:20)

70. ڪي ماڻهو الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪن ٿا هن طرح جو نہ علم اٿن ۽ نہ عقل ۽ نہ ئي ڪو روشن ڪتاب. (31:20)

71. اهي جن الله کان سواءِ ٻيا والي ٺاهيا آهن، چون ٿا اسان ته انهن جي فقط ان جي واسطي پوڄا ڪندا آهيون جو اهي اسان کي الله جي حضور ۾ ويجهو ڪن. بيشڪ الله انهن ۾ فيصلو ڪندو انهن ڳالهين جو جنهن ۾ اختلاف ڪري رهيا آهن. (3:39)

72. جيڪي ماڻهو گهرن ٿا ته مسلمانن ۾ بُري ڳالهه جو چرچو پکڙجي، انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي دنيا ۽ آخرت ۾ الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نه ٿا ڄاڻو.(19:34)

73. الله جهاد وارن کي رهجي ويندڙن تي وڏي ثواب سان فضيلت ڏني آهي. ان جي طرف کان درجا ۽ بخشش ۽ رحمت آهي. الله بخشڻهار مهربان آهي. (96:4)

74. پرهيزگارن جو ملائڪ ساهه ڪڍندا آهن سٺائي ۽ صفائي ۾ هن طرح چوندي ته توهان تي سلامتي هجي جنت ۾ وڃو پنهنجي عملن جي عيوض. (23:16)

75. ملائڪ چون ٿا اسان ۾ هرهڪ جو هڪ معلوم مقام آهي. بيشڪ اسان پر ڦيلايو حڪم جا منتظر آهيون ۽ بيشڪ اسان ان جي پاڪائي بيان ڪرڻ وارا آهيون. (166:37)

76. توهان کي گهڻو ڪجهه ڏنائين جيڪي توهان گهريو. جيڪڏهن الله جون نعمتون شمار ڪريو ته ڳڻي نه سگهندؤ. بيشڪ انسان ظالم ۽ ناشڪر آهي. (34:14)

77. جنهن چڱا ڪم ڪيا مرد هجي توڙي عورت پر هجي مسلمان، پوءِ اهي جنت ۾ داخل ڪيا ويندا، اتي رزق ڏنو ويندن بي حساب. (40:40)

78. جيڪڏهن بچندا رهو وڏن گناهن کان جن جي توهان کي منع آهي ته توهان جا ٻيا گناهه بخشي ڇڏيندا سين ۽ توهان کي عزت جي جاءِ ڏيندا سين. (31:4)

79. جن ايمان آندو نيڪ عمل ڪيا، جن کي قيامت ڏينهن اعمال نامو سڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو، انهن کي الله تعاليٰ جنت ۾ جاءِ ڏيندو.

قيامت جي ميدان کان جنت تائين انهن لاءِ سواري هوندي. ملائڪ انهن جو استقبال ڪندا ۽ سلام چوندا. آرام جا باغ، جڙاءُ دار تخت، چؤطرف

ڦرندڙ غلمان، هميشہ رهڻ وارا ڇوڪرا جڻ موتي آهن. وڏين اکين واريون حورون، اهي ڪنواريون هم عمر پنهنجي مڙسن کي پياريون ۽ انهن کي پيار ڏيندڙ غلمان ۽ حورن ڏسڻ سان سڪون ملندو. نہ ختم ٿيندڙ هر قسم جا ميوا جيڪي پسند ڪن، پکين جو گوشت جيڪو چاهن. هميشہ جي چانوَ مختلف روشنيون، وهندڙ پاڻي، کير، شراب ۽ ماکيءَ جون نديون، ريشمي ڪپڙا، چانديءَ جا ٿانوَ چاندي ۽ سون جا ڪنگڻ، لوٽا شيشي جا، موتين جا هار، اتي هرهڪ لاءِ وڏي بادشاهي ڏسڻ ۾ ايندي، گهڻو ڪجھ وڏيڪ جيڪو الله ڄاڻي ٿو.

# الله جيڪو چاهي (سو ڪري ٿو)

اختيار ڪل الله جو آهي، مرضي سڀ ان مالڪ جي آهي. ايمان ڏيڻ ۽ ان تي قائم رکڻ، گمراهه ڪرڻ ۽ گمراهيءَ کان بچائڻ، عزت بخشڻ، بيمار کي شفا ڏيڻ، شاهوڪاري، مفلسي سڀ سندس قدرت هيٺ آهن. شاهه عبداللطيف فرمايو آهي تہ:

برِ وڏو بار گهڻو ويجهو نہ وٽڪار
وٽندن تہ وڙ ڪندا، نہ تہ اڳين جو اختيار

اسان جي وس ڪجهہ بہ نہ آهي سواءِ ٻاڏائڻ جي. ان جي رحمت ۽ بخشش مان اميد نہ لاهجي، مايوس نہ ٿجي.

الله سائين پنهنجي موڪليل سهڻي ڪتاب ۾ ٻڌايو:

1. الله ملائڪن کي نازل ڪري ٿو ايمان جي جان يعني پنهنجي وحي سان پنهنجن جن ٻانهن تي وٽيس، هن بابت تہ ڊيڄاريو تہ مون کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي. (2:16)
2. جيڪا شيءِ اسان چاهيون ان کي اسان جو فرمائڻ هوندو آهي جو اسان چئون تہ ٿي وڃ تہ اها فورًا ٿي پوندي آهي. (117:2)
3. الله جنهن کي چاهيندو آهي حڪمت ڏيندو آهي، جنهن کي حڪمت ملي تنهن کي گهڻي ڀلائي ملي. (269:2)
4. الله جنهن کي چاهي معاف فرمائيندو جنهن کي چاهي عذاب ڏيندو. الله هر شيءِ تي قادر آهي. (284:2)
5. الله جنهن کي چاهي بادشاهي ڏئي ۽ جنهن کان چاهي با-شاهي ڇني. جنهن کي گهري عزت ڏئي ۽ جنهن کي گهري ذلت ڏئي. سموري ڀلائي ان جي هٿ ۾ آهي. (26:3)
6. فضل الله جي هٿ ۾ آهي جنهن کي وٽيس ڏئي، الله وسعت وارو ۽ علم وارو آهي. (73:3)
7. الله جي واسطي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي آهي ۽ ان جي درميان

جيڪي چاهي پيدا ڪري ٿو ۽ الله سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو. (17:5)

8. الله جنهن کي چاهي گمراهه ڪري ۽ جنهن کي چاهي سڌي واٽ هلائي. (93:16)

9. اسان (الله) جنهن کي چاهيون ڪيترا ئي درجا بلند ڪريون. بيشڪ تنهنجو رب علم ۽ حڪمت وارو آهي. (6:83)

10. هر ڪلمي واري کان مٿي هڪ علم وارو آهي. (76:12)

11. توهان جو رب بي نياز رحم وارو آهي. اهو چاهي ته اوهان کي ختم ڪري ۽ جنهن کي گهري توهان جي جاءِ تي آڻي. جيئن توهان کي ٻين جي اولاد مان پيدا ڪيائين. (133:6)

12. اهڙيءَ طرح گهڻن ئي مشرڪن جي نظر ۾ انهن جي شريڪن اولاد جو قتل ڪرڻ چڱو ڪري ڏيکاريو جو انهن کي هلاڪ ڪن. الله گهري ها ته ائين نه ڪن ها.

13. بيشڪ زمين جو مالڪ الله آهي. پنهنجي ٻانهن مان جنهن کي وڻيس وارث بنائي. (128:7)

14. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ مان پنهنجي نفعي نقصان جو مالڪ نه آهيان مگر جيڪي الله چاهي. (49:10)

15. الله جنهن جي وڻيس توبهه قبول فرمائي. الله علم ۽ حڪمت وارو آهي. (15:9)

16. جيڪڏهن الله توکي تڪليف پهچائي ته ان جي ٽارڻ وارو ڪوبه نه آهي ان کان سواءِ جيڪڏهن تنهنجي ڀلائي چاهي ته ان جي فضل کي ڪو روڪڻ وارو نه آهي. (107:10)

17. الله جنهن کي چاهي ان جو رزق ڪشادو ڪري ۽ جنهن کي چاهي ان جو رزق تنگ ڪري. (13:26)

18. الله رزق ڏئي ٿو بي حساب جنهن کي چاهي. (212:2)

19. الله آهي جيڪو موڪلي ٿو هوائون. جيڪي اپارينديون آهن ڪڪر. پوءِ انهن کي پکيڙي ڇڏي ٿو آسمان ۾ جيئن چاهي. (48:30)

20. الله لاهي ٿو آسمان مان ان مان جو برف جا پهاڙ آهن ڪجهه ڳڙا. پوءِ

اهي سٺي ٿو جنهن تي چاهي ٿو ۽ انهن کي ڦيرائي ڇڏي ٿو جنهن کي گهري (43:24)

21. اها الله جي هدايت آهي. ان (قرآن) سان واٽ ڏيکاري جنهن کي گهري ۽ جنهن کي گمراهه ڪري، ان کيْ ڪوبہ واٽ ڏيکارڻ وارو ڪونہ آهي.

22. جيڪڏهن الله گهري ها تہ انهن سمورن کي هڪ دين تي ڪري ڇڏي ها، پر الله پنهنجي رحمت ۾ وٺي ٿو جنهن کي چاهي. (8:42)

23. الله پنهنجي ويجهائي لاءِ چونڊي ٿو جنهن کي چاهي ۽ پنهنجي طرف واٽ ڏئي ٿو ان کي جيڪو رجوع ڪري ٿو. (13:42)

24. الله جي واسطي آهي بادشاهي آسمانن ۽ زمين جي. پيدا ڪري ٿو جيڪي چاهي. جنهن کي گهري ڌيئرون ڏئي ۽ جنهن کي گهري پٽ ڏئي يا پٽ ۽ ڌيئرون ٻئي ملائي ۽ جنهن کي چاهي سنڍ ڪري. بيشڪ اهو علم ۽ قدرت وارو آهي. (50:42)

25. الله اهو آهي جو توهان جي تصوير ٺاهيندو آهي ماءُ جي پيٽ ۾ جهڙي گهري (6:3)

26. جيڪڏهن توهان کي محتاجي جو انديشو هجي تہ عنقريب توهان کي دولتمند ڪري ڇڏيندو پنهنجي فضل سان جيڪڏهن گهري.

27. اهي مشرڪ دوزخ ۾ رهندا جيستائين آسمان ۽ زمين رهن، مگر جيترو توهان جو رب گهري (107:11)

28. بيشڪ الله معاف نہ فرمائيندو جو ساڻس شريڪ ٺاهيو وڃي ۽ ان کان گهٽ جنهن کي چاهي معاف فرمائيندو آهي. (48:4)

29. الله گهري ها تہ نہ اهي شرڪ ڪن ها ۽ نہ وڙهن ها. مشرڪن کان منهن موڙ (107:6)

30. الله پنهنجي مدد سان جنهن کي وڌيس طاقتور ڪري ٿو. (13:3)

31. الله جنهن کي واٽ ڏيکارڻ چاهيندو آهي، ان جو سينو اسلام لاءِ کولي ڇڏيندو آهي ۽ جنهن کي گمراهه ڪرڻ چاهي، ان جو سينو تنگ ڪري ڇڏيندو آهي. (125:6)

32. جيڪڏهن اسان گهرون تہ توکي اهي جن جي دل ۾ ساڙ ۽ حسد آهي، ڏيکاريون جو تون (رسول ڪريم ﷺ) انهن جي صورت مان سڃاڻي

ونين ۽ ضرور تون انهن جي ڳالهائڻ مان سجاڻي وٺندين. (30:47)

33. الله تہ اهو چاهي ٿو اي نبيءَ جا گهروارؤ! جو توهان کان هر ناپاڪائي دور فرمائي ڇڏي ۽ توهان کي پاڪ ڪري، خوب سٺو ڪري. (33:33)

34. الله جيڪو چاهي مٽائيندو آهي ۽ جيڪو چاهي ثابت رکندو آهي ۽ اصل لکيل ان وٽ آهي. (39:13)

35. ڪيترا ئي ملائڪ آهن آسمانن ۾ جو انهن جي سفارش فائدو نہ ڏيندي مگر الله جي اجازت بعد. جنهن جي واسطي گهري ۽ پسند فرمائي. (26:53)

36. الله جي گهر کان سواءِ قرآن مجيد ياد ڪري نہ سگهندا آهن.

37. جڏهن صور ڦوڪيو ويندو تہ زمين ۽ آسمان وارا بيهوش ٿي ويندا سمورا، مگر جنهن کي الله گهري. (68:39)

38. سموريون خوبيون الله جي واسطي جيڪو آسمانن ۽ زمين جو بنائيندڙ ۽ ملائڪن کي رسول ڪندڙ جن جا ٻہ ٻہ، ٽي ٽي، چار چار پر آهن. وڌائي ٿو پيدائش ۾ جيڪي گهري. (1:35)

39. الله پاڪ ۽ صاف ڪري ٿو جنهن کي گهري. (49:4)

40. جڏهن رسولن کي ظاهري سببن جي اميد نہ رهي ۽ ماڻهن سمجهيو تہ رسولن انهن سان ڪوڙ ڳالهايو. ان وقت اسان جي مدد اچي وئي جنهن کي اسان گهريو تنهن کي بچايوسين.

41. الله جنهن کي وڻيس پنهنجي رحمت سان خاص فرمائيندو آهي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي. (105:2)

42. الله جنهن کي گهري سڌو رستو ڏيکاري ٿو. (213:12)

43. الله جو اهو شان نہ آهي جو اوهان (عام انسان) کي غيب جو علم ڏئي، پر الله پنهنجي رسولن مان جنهن کي گهرندو آهي تنهن کي (غيب جي علم ڏيڻ لاءِ) چونڊيندو آهي. (179:3)

44. جيڪڏهن تنهنجو رب چاهي ها تہ زمين ۾ رهندڙ سڀ ايمان آڻين ها.... ۽ ڪنهن بہ ساهہ کي طاقت نہ آهي جو ايمان آڻي مگر الله جي حڪم سان. (100:10)

# الله تعاليٰ کان ڊڄڻ گھرجي (ڇو)

الله تعاليٰ پنهنجي پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو تہ "مون کان ڊڄو" ان ڪري جو اهو بادشاهن جو بادشاهہ آهي، طاقت وارو آهي، ان جي اڳيان سڀ ڪمزور آهن. اسان جي ڪوتاهين، گناهن ۽ غفلت جي ڪري تڪليف ايندي آهي، عذاب ايندو آهي، ان ڪري خدا جو خوف رکي انهن ڳالهين کان پاسو ڪريون جيڪي الله کي پسند نہ آهن. نيڪ ڪم ڪريون. الله تعاليٰ پنهنجون نعمتون هن دنيا ۽ آخرت ۾ عطا ڪندو. الله کان ڊڄندڙن لاءِ بخشش ۽ وڏو اجر آهي. بيشڪ الله انهن سان گڏ آهي، جيڪي ڊڄن ٿا. قرآن مجيد ۾ ٻڌايو ويو تہ:

1. مون کان ڊڄو تہ مان پنهنجي نعمت توهان تي پوري ڪريان تہ ڪنهن طرح توهان هدايت لهو.
2. الله کان ڊڄندا رهو من اوهان ڇوٽڪارو حاصل ڪريو. (2:150)
3. الله کان ڊڄندا رهو ڄاڻي ڇڏيو تہ توهان کي ان جي طرف اٿڻو آهي. (2:203)
4. الله کان ڊڄو الله توهان جي اندر کي ڄاڻي ٿو. اهو سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو. (2:231)
5. الله کان ڊڄو بيشڪ الله جو عذاب سخت آهي. (2:196)
6. جيڪي پنهنجي پالڻهار کان ڊڄندا آهن، انهن لاءِ اهي باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون. انهن ۾ هميشہ رهندا. الله جي طرفان اها مهماني آهي. (3:198)
7. ڊڄو الله کان جنهن جي نالي سوال ڪندا آهيو. بيشڪ الله توهان کي هر وقت ڏسي رهيو آهي. (4:1)
8. الله کان ڊڄندا رهو بيشڪ هر شيءِ الله جي سامهون آهي. (33:55)
9. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻيو اهو پنهنجي رحمت جا ٻہ حصا عطا فرمائيندو ۽ توهان جي واسطي نور پيدا ڪندو

جنهن ۾ توهان هلو ۽ توهان کي بخشيندو. (28:57)

10. الله کان ڊڄو بيشڪ الله کي توهان جي ڪمن جي خبر آهي ۽ انهن وانگر نہ ٿيو جيڪي الله کي وساري ويٺا. (5:8)

11. جيڪو الله کان ڊڄندو الله ان جي واسطي ڇوٽڪاري جي واٽ ڪڍي ڏيندو ۽ ان کي اتان روزي ڏيندو جتان ان جو گمان بہ نہ هجي. (3:65)

12. الله کان ڊڄو من اوهان تي رحمت ٿئي.

13. جيڪو ڊڄو الله کان، الله ان جي ڪم ۾ آساني ڪري ٿو. (4:65)

14. جيڪو ڊڄي ٿو الله کان، الله ان کان بڇڙايون دور ڪري ٿو ۽ اجر کي ان لاءِ وڏو ڪري ٿو. (5:65)

15. ڊڄندا رهو الله کان، بيشڪ الله بخشڻهار آهي.

16. عقل وارا الله کان ڊڄندا آهن ۽ پري جي حساب کان خوف رکندا آهن.

17. پوءِ جيڪي الله کان ڊڄن، انهن واسطي جنت جون ماڙيون آهن ۽ انهن جي مٿان ٻيون ماڙيون ٺهيل آهن، انهن جي هيٺان نهرون جاري آهن. (20:39)

18. اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن الله کان ڊڄندؤ تہ اوهان کي اهو ڪجهہ ڏيندو جنهن سان حق کي باطل کان جدا ڪري سگهو ۽ اوهان جون برايون ميٽيندو ۽ توهان کي بخشي ڇڏيندو. الله وڏي فضل وارو آهي. (29:8)

19. نصيحت پرائيندو اهو جيڪو ڊڄي ٿو. (10:87)

20. جيڪي پنهنجي پالڻهار کان پريٺ ڊڄندا آهن، تن لاءِ بخشش ۽ وڏو اجر آهي. (35:50)

21. ڊڄو الله کان بيشڪ الله توبهہ قبول ڪندڙ مهربان آهي.

22. ڊڄو الله کان متان اوهان تي ٻهڻ وسندڙ واءُ نہ موڪلي.

23. ڊڄو الله کان تہ ڪامياب ٿيو.

24. الله کان ڊڄندا رهو، ڄاڻو تہ الله ڊپ وارن سان گڏ آهي. (2:194)

25. ڊڄو الله کان بيشڪ اهو ٻڌي ۽ ڄاڻي ٿو.

26. الله کان ڊڄندا رهو تہ اهو توهان لاءِ آسمانن ۽ زمين جون برڪتون کولي ڇڏيندو.

27. الله کان ڊڄندا رهو ۽ ڄاڻو تہ اوهان کي ان سان ملڻو آهي. (223:2)
28. ڊڄو الله کان ۽ ڄاڻو تہ بيشڪ الله توهان جا ڪم ڏسي رهيو آهي. (233:2)
29. الله کان ڊڄندا رهو. بيشڪ الله کي حساب ڪندي دير نہ لڳندي آهي. (4:5)
30. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ سڌي ڳالهہ چئو. توهان جا عمل توهان لاءِ نيڪ ڪري ڇڏيندو ۽ توهان جا گناهہ بخشي ڇڏيندو. (71:33)
31. الله کان ڊڄو. جنهن تي توهان جو ايمان آهي. (6:11)

# نـ غم آهي ۽ نـ ڊپ آهي (ڪنهن کي؟)

1. اهي جن چيو تـ اسان جو رب الله آهي، پوءِ ان تي ثابت قدم رهيا، انهن تي ملائڪ لهندا آهن. انهن کي نـ خوف آهي ۽ نـ غم. توهان کي خوشخبري هجي جنت جي. اسان توهان جا دوست آهيون دنيا ۽ آخرت ۾. (41:30)
2. بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون ۽ نماز قائم ڪيائون ۽ زڪوات ڏنائون، انهن جو اجر سندن رب وٽ آهي ۽ نـ انهن کي ڪو غم آهي ۽ نـ خوف. (277:2)
3. جيڪي پنهنجو مال خرچ ڪندا آهن رات ۽ ڏينهن ۾ لڪل ۽ ظاهر، انهن جو اجر سندن رب وٽ آهي. انهن کي نـ ڊپ آهي ۽ نـ ڪو غم. (274:2)
4. اسان رسول نـ ٿا موڪليون مگر خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري، پوءِ جن ايمان آندو ۽ سڌريا انهن کي نـ خوف آهي ۽ نـ غم. (48:6)
5. الله جي ولين تي ڪوبـ ڊپ نـ آهي ۽ نـ ڪو غم. (10:62)
6. اي بني آدم! جيڪڏهن توهان وٽ اچن اوهان مان رسول ۽ اوهان وٽ منهنجون ڳالهيون بيان ڪن، پوءِ جنهن پاڻ بچايو ۽ اصلاح ڪيائين، انهن کي نـ خوف هوندو ۽ نـ اهي غم ڪائيندا. (7:35)
7. جيڪو ماڻهو پنهنجي منهن کي الله ڏانهن جهڪائي ۽ هو نيڪي ڪندڙ هجي، پوءِ ان لاءِ الله وٽ وڏو اجر آهي. نـ انهن تي ڪو خوف آهي ۽ نـ غم ڪائيندا. (112:2)
8. جيڪي الله جي واٽ ۾ ماريا ويا، تن کي هرگز مئل خيال نـ ڪر. بلڪ اهي پنهنجي مالڪ وٽ زنده آهن. روزي ملين ٿي. جيڪي الله پنهنجي فضل سان ڏنو ان تي خوش آهن، انهن تي نـ ڪو ڊپ ۽ نـ غم آهي. (169:3)
9. بيشڪ اهي جن سان اسان جو ڀلائي جو واعدو ٿي چڪو آهي، سي

جهنم کان پري رکيا ويا آهن. دلپسند خواهشن ۾ هوندا. انهن کي غم ۾ نہ وجهندي سيني کان وڏي گهٻراهٽ (آخري ڦوڪ). فرشتا انهن جي استقبال لاءِ ايندا. (21:103_102_101)

10. اسان فرمايو توهان سڀئي (آدم ۽ حوا) بهشت مان لهي وڃو. پوءِ جڏهن توهان وٽ منهنجي طرفان هدايت اچي پوءِ جيڪو منهنجي هدايت جي پيروي ڪري تہ ان کي ڪو ڊپ ۽ خوف نہ آهي. (2 :38)

11. بيشڪ ايمان وارن مان يهودين، نصارن ۽ ستارا پوڄيندڙن مان جنهن سچيءَ دل سان الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا، انهن جو اجر سندن پالڻهار وٽ آهي. نہ انهن کي ڪو ڊپ هوندو ۽ نہ اهي غمگين ٿيندا. (2:62)

12. جنهن الله لاءِ پنهنجو منهن جهڪايو ۽ اهو نيڪوڪار آهي تہ ان جو عيوض سندس پالڻهار وٽ آهي ۽ انهن کي نہ ڪو ڊپ ۽ نہ غم آهي. (2:112)

13. جيڪي ماڻهو پنهنجو مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪندا آهن. پوءِ ڏني پٺيان نہ ٿورو جتائن ۽ نہ تڪليف ڏين، انهن جو اجر سندن رب وٽ آهي ۽ انهن کي نہ ڪو ڊپ هجي ۽ نہ ڪو غم. (2:262)

14. اعراف وارا چوندا ڪافرن ۽ مشرڪن کي ڇا هي ماڻهو آهن (نيڪ عمل وارا) جن بابت توهان قسم کڻندا هئا تہ الله انهن تي ڪجهہ بہ رحمت نہ ڪندو. هنن کي چيو ويو جنت ۾ داخل ٿيو توهان کي نہ ڪو خوف آهي ۽ نہ ڊپ. (7:49)

15. الله پرهيزگارن کي ڇوٽڪارو ڏيندو سندن ڪاميابيءَ جي جاءِ تي، نہ انهن کي عذاب رَسي ۽ نہ وري غم ٿئي. (39:61)

# ڳالھ ڪريسي ڪيھي - ايھي عجب جيھي

1. بيبي مريم سلام عليها جڏهن حضرت عيسيٰ ﷺ کي جنم ڏنو پوءِ گھر ڪٺي آئي تہ ڪيس گھروارن گهڻو ڳالهايو تہ تنھنجي شادي بہ ڪانہ ٿيل هئي تہ پوءِ هن ٻار کي ڪيئن ڄڻيو؟ پوءِ ان تازي ڄاول ٻار حضرت عيسيٰ ﷺ ڏانھن اشارو ڪيو. ماڻھن چيو تہ اهو اسان سان ڪيئن ڳالهائيندو، جيڪو اڃان پينگھي ۾ آهي. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "ٻار فرمايو مان آهيان الله جو ٻانهو ان مون کي ڪتاب ڏنو ۽ مون کي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ نبي ڪيائين ۽ ان مون کي برڪت وارو ڪيو... بيشڪ الله رب آهي منهنجو ۽ توهان جو. پوءِ ان جي بندگي ڪريو ۽ اها سڌي وات آهي. (19:31 کان 36)
2. حضرت موسيٰ ﷺ طورِ سينا تي پاڪ ڪتاب توريت وٺڻ لاءِ ويو. الله تعاليٰ سان ڪيل واعدي مطابق اتي 40 راتيون ترسيو. الله تعاليٰ کيس ٻڌايو تہ تنھنجي قوم کي مصيبت ۾ وڌو آهي. سامري ان کي گمراھ ڪيو آهي. سامري نالي هڪ شخص هو، جنھن سون جو گابو ٺاهي ماڻھن کي ٻڌايو تہ هي سون جو گابو آواز بہ گابي وانگر ڪري ٿو. تنھنڪري ان جي پوڄا ڪريو. پوءِ جڏهن حضرت موسيٰ ﷺ ڪاوڙ ۾ پھتو. تنھن سامريءَ کي گھرايو ۽ ان کان گابي بابت پڇيائين. سامريءَ ٻڌايو "چيائين مون اهو ڏٺو جيڪو ڪنھن نہ ڏٺو (حضرت جبرئيل ﷺ کي ۽ ڪيس سڃاڻي ورتو. اهو اسپ حيات تي سوار هو. منهنجي دل ۾ اها ڳالھ آئي تہ سندس گھوڙي جي قدم جي مٽي کڻان) پوءِ هڪ مٺ ڀري ورتم ملائڪ جي نشان وٽان، پوءِ اڻ مٽي کي سون جي گابي ۾ وڌم تہ رنڀڻ لڳو."
3. حضرت ابراهيم ﷺ جڏهن ڪافرن جي ٻتن کي ڀڳو. ڪافرن کي اها خبر پئي تہ انهن جي گهڙيل خدائن کي حضرت ابراهيم ﷺ ڀڳو آهي، پوءِ ان وقت جي بادشاھ نمرود پنھنجن قوم جي ماڻھن سان

صلاح ڪري بتن جي پلاند ونڻ لاءِ هڪ جاءِ نهرائي ۽ ان ۾ هزارين مڻ ڪاٺيون گڏي باهه ڏئي وڏو اوڙاهه ناهيو. حضرت ابراهيم ﷺ کي ڪنهن به طريقي سان ان متل باهه جي وچ ۾ اڇلايو. انهن سمجهيو ته ان باهه جي تپش ايتري هئي جو حضرت ابراهيم ﷺ جو ڪو نشان نه هوندو. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "اسان (الله) فرمايو اي باهه! ابراهيم تي ٿڌي ۽ سلامتي واري ٿي وڃ. انهن هن جي برائي سوچي، پوءِ اسان انهن کي سڀني کان وڏيڪ نقصان وارو ڪيو." پوءِ حضرت ابراهيم ﷺ چيو ته مان بيزار آهيان توهان (مشرڪن) کان ۽ انهن کان جن جي الله کان سواءِ توهان پوڄا ڪريو ٿا.

4. حضرت عزير ﷺ بيت المقدس شهر مان لنگهيو. ڏٺائين ته اهو سڄو شهر ويران هو. ڇتيون پٽ ڪريل هو. ٻڌائن ٿا ته ان کي بخت نصر بادشاهه تباهه ڪيو. گڏهه تي سوار هو پاڻ سان گڏ کجور ۽ هڪ پيالو انگورن جي رس جو هو. ان ويران شهر ۾ هڪ هنڌ آرامي ٿيو. دل ۾ سوچيائين ته هنن ماڻهن کي ڪير جياريندو سندن مري وڃڻ کان پوءِ. پوءِ ان جو روح قبض ٿي ويو ۽ سندس گڏهه به مري ويو. هن جي مرڻ کان پوءِ ستر سالن بعد اهو ڳوٺ ٻيهر آباد ٿيو ۽ پاڻ جتي هيو اهو هنڌ ماڻهن جي نظر کان لڪل هو. الله تعاليٰ کيس 100 سالن بعد جيئرو ڪيو. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو: "پوءِ الله ان کي مئل رکيو سؤ سال، پوءِ جيئرو ڪيائين. فرمايائين ته ڪيترو وقت رهين؟ عرض ڪيائين ڏينهن يا ان کان گهٽ. الله کيس ٻڌايو ته توکي 100 سال گذريا. پنهنجي کاڌي ۽ پاڻيءَ ڏي ڏس ته اڃان خراب نه ٿيا آهن ۽ پنهنجو گڏهه ڏس ته ان جا هڏا به سلامت نه رهيا. اهو هن ڪري ته اسان ماڻهن لاءِ توکي نشاني ڪريون. هنن هڏن کي ڏس، ڪيئن انهن کي اسان اوٿپ ڏيون ٿا (جيئرو گڏهه ٿيو)" حضرت عزير ﷺ چيو مان خوب ڄاڻان ٿو سمجهي ويس. (265:2)

5. حضرت موسيٰ ﷺ پنهنجي خادم سان گڏ سمنڊ جي ڪناري حضرت خضر ﷺ سان ملڻ لاءِ مسافري ڪئي. هن کي خضر ﷺ جي رهائش جي خبر ڪانه هئي، پوءِ رستي ۾ ڪجهه وقت آرام ڪيو ۽

وري اڳتي هليا. حضرت موسيٰ ؑ پنهنجي خادم کان ماني گهري جيڪا گهران پچائي کنئي هوائون. خادم کيس ٻڌايو ته ماني هو پوئتي جتي ڪجهه وقت ترسيا هئا، اتي وساري ۽ وڏيڪ عجيب ڳالهه ڪري ٻڌايائين ته توهان آرام ۾ هيؤ ته پڪل مڇي جيئري ٿي پئي ۽ اها سمنڊ ۾ پاڻيءَ ۾ هلي وئي ۽ اتي پاڻي محراب جي شڪل ۾ ٿي پيو. مون تو سان ڳالهه نه ڪئي جو مون کان شيطان اها ڳالهه ڪرڻ وسارائي. پوءِ پوئتي موٽيا ته ان هنڌ کين خضر ؑ مليو. (62:18)

6. حضرت موسيٰ ؑ حضرت خضر ؑ سان مليو. کيس ٻڌايائين ته مان توکان علم حاصل ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. حضرت خضر ؑ هن کي ڏسي کيس ٻڌايو ته تون مون سان رهي نه سگهندين، جو تون جيڪي ڏسندين ان تي صبر ڪري نه سگهندين. حضرت موسيٰ ؑ کيس ٻڌايو ته الله گهريو ته تون مون کي صبر وارن مان ڏسندين. پهريائين وچ درياهه ۾ خضر ؑ ٻيڙي ۾ سوراخ ڪيو. پوءِ وري مسافري ڪندي هڪ ننڍي ڇوڪري کي قتل ڪيائين ۽ ٽيون دفعو هڪ شهر ۾ ويا. ماني گهريائون پر ڪنهن به نه کاراين. ان شهر ۾ هڪ پٽ ڪرڻ واري هئي، حضرت خضر ؑ ان جي مرمت ڪئي. هر دفعي حضرت موسيٰ ؑ اسرار ڪندو رهيو ته ائين ڇو ٿو ڪرين. حضرت خضر ؑ کيس ٻڌايو ته توکان صبر هر دفعي نه ٿو ٿئي. ڇاڪاڻ ته انهن ڳالهين ۾ تنهنجو علم شامل نه هو. پوءِ کيس ٻڌايائين ته ٻيڙي مسڪين جي هئي ۽ ان جي پويان بادشاهه اچي پيو جيڪو ثابت ٻيڙي بنان عيب واري پڪڙي پيو. ڇوڪري جي قتل لاءِ ٻڌايائين ته ان جا پيءُ ماءُ مؤمن هئا. کيس خوف ٿيو ته اهو وڏو ٿي پنهنجي پيءُ ماءُ کي ڪفر ۽ سرڪشي تي نه اياري. الله مهربان آهي، جلد انهن کي نيڪ اولاد ڏيندو. پٽ بابت ٻڌايو ته اها ٻن يتيم ڇوڪرن جي هئي ۽ انهن جو پيءُ صالح ماڻهو هو. پٽ جي هيٺان خزانو پوريل هو الله گهريو ته اهي ڇوڪرا ڪڍندا. آخري لفظ خضر ؑ جا هئا ته اهو سڀ ڪجهه جيڪي تو ڏٺو مون پنهنجي مرضيءَ سان نه ڪيو. (18:82)

7. مصر جي بادشاهه چيو "اي عورتون! توهان جو ڇا مطلب هو جڏهن

توهان يوسف جي دل لالچائڻ (بري ڪم لاءِ) گهري ٿي. چوڻ لڳيون الله جي پاڪائي، اسان ان ۾ ڪابه برائي نه ڏٺي. عزيز جي گهرواري (زليخا) (جنهن جي گهر ۾ حضرت يوسف ﷺ رهندو هو) چيو مون ان جي دل لالچائڻ گهري هئي، پر اهو بيشڪ سچو آهي. (51:12) حضرت يوسف ﷺ ٻڌايو ته مون بادشاهه کي عورتن کان پڇڻ لاءِ چيو هو. جيئن عزيز کي خبر پوي ته ان ان جي پرپٺ ڪابه خيانت نه ڪئي. (51:12)

8. سبا جي راڻي بيبي بلقيس جڏهن حضرت سليمان ﷺ جي خدمت ۾ پيش ٿي، جيڪا ڪافر قوم مان هئي، ان کي حضرت سليمان ﷺ پنهنجو محلات گهمڻ لاءِ چيو ۽ جڏهن محلات جي صحن کي ڏٺائين ته ان کي گهرو پاڻي گمان ڪيائين ۽ پنهنجون پنيون کولڻ لڳي. حضرت سليمان ﷺ کيس ٻڌايو ته هيءُ هڪ لسو صحن آهي شيشن مان جڙيل. عورت عرض ڪيو ته اي منهنجا رب! مون پاڻ تي ظلم ڪيو ۽ هاڻي سليمان سان گڏ الله تعاليٰ جي حضور ڪنڌ جهڪايان ٿي. جيڪو سموري جهانن جو رب آهي." (27:44)

9. حضرت يونس ﷺ پنهنجي قوم جي نافرمانيءَ ڪري انهن لاءِ الله تعاليٰ کان عذاب گهريو. جڏهن عذاب اچڻ ۾ دير ٿي ته پنهنجي قوم کي ڇڏي وڃي هڪ ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو. بار گهڻي هجڻ ڪري ٻيڙي ٻڏي پئي. ملاح چيو ته هڪ ماڻهوءَ کي ٻيڙيءَ مان لاهي درياهه ۾ ڦٽو ڪرڻو آهي. پوءِ ڪڻان وڌائون ته ڪڻو حضرت يونس ﷺ جو نڪتو، جنهن کي درياءَ ۾ ڦٽو ڪيائون. پوءِ ان کي هڪ وڏي مڇي ڳهي ڇڏيو جتي سندس ساهه منجهڻ لڳو. پوءِ اتي چيائين: تو الله کان سواءِ ڪوبه معبود نه آهي ۽ توکي پاڪائي جڳائي بيشڪ مان ظالمن مان آهيان. پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان مڇيءَ ان کي ڪناري تي اڇلايو ۽ بيمار رهيو. آخر ۾ وري پنهنجي قوم ڏانهن رسول ٿي ويو.

# ڳالهه نه پڇ ان وقت جي

1. حضرت آدم ﷺ ۽ سندس زال بيبي حوا کي الله تعاليٰ بهشت ۾ رهايو. کين هوشيار ڪيو ويو تہ شيطان توهان جو دشمن آهي. ائين نہ ٿئي جو توهان کي بهشت مان ڪڍي. بهشت ۾ جيڪي ميوا چاهن اهي کائن پر هڪ وڻ جي ميوي کائڻ کان سختيءَ سان منع ڪئي. شيطان ٺڳيءَ سان ٻنهي کي ان وڻ جو ميوو کارايو. ميوي کائڻ سان ٻنهي جي بهشتي پوشاڪ لاٿي وئي جو ان جي اڳيان اگهاڙا ٿي پيا ۽ کين شرم وارا عضوا نظر آيا. ان وقت جي پشيماني ۽ شرمساري جي ڳالهہ نہ پڇ تہ انهن ڇا محسوس ڪيو هوندو جڏهن ٻنهي کي بهشت ڇڏڻ جو حڪم ڏنو ويو زمين تي رهڻ لاءِ.
2. معصوم پٽ آهي کير پياڪ ۽ ٻي سندس ماءُ آهي. اهڙي غير آباد علائقي ۾ جتي نہ پاڻي آ، نہ کاڌو آ، نہ وڻ آ ۽ نہ ڪا آبادي يا رهائش، رڳو جبل آ. ننڍڙو معصوم اُڃ ڪري دانهون ڪري. سندس ماءُ پاڻيءَ لاءِ پريشان. ان وقت ان ماءُ جو پنهنجي ٻچي لاءِ پاڻيءَ لاءِ ڊوڙڻ، تلاش ڪرڻ، ڏسڻ ڪنهن ماڻهوءَ کي مدد لاءِ، حال نہ پڇ تہ ڪيتري پريشان ۽ غمگين هوندي اهو معصوم حضرت اسماعيل ﷺ هو ۽ سندس ماءُ بيبي هاجره سڳوري. زم زم جي پاڻيءَ جو چشمون نڪتو جيڪو اڄ تائين قائم آهي. الله تعاليٰ انهن جي مدد فرمائي.
3. پيءُ آهي ۽ ان جو اڪيلو پُٽ اٺن ڏهن سالن جو آهي. پٽ سهڻو سلڇڻو سباجهو آ. پيءُ پُٽ کي چوي تہ خواب ڏٺو آ تہ توکي ڪهڻو آ. تنهنجي ڪهڙي صلاح يا مرضي آهي؟ پُٽ چوي پيءُ کي: ٻلي ڪهو الله گهريو تہ مون کي صبر وارن مان ڏسندين. پيءُ پٽ کي منهن پر ليٽائي ۽ مٿان زور سان ڪا· هلائي. ان وقت پيءُ جي شفقت، محبت، هيبت جو حال نہ پڇ. الله جي مليل نعمت جو امتحان ڪيڏو نہ ڪٺن هوندو. معصوم پٽ جو صبر، فرمانبرداري، دليري بي انتها هئي. ڳالهہ نہ

پڇ ان وقت جي. الله تعاليٰ جو حڪم خواب ۾ آيو حضرت ابراهيم خليل الله کي. جيڪو ان پورو ڪيو. ڪاتي هينان ڪنڌ سندس فرزند. حضرت اسماعيل ؑ جو هو جنهن کي الله تعاليٰ بچايو ۽ ان جي جاءِ تي دنبو ڪسجي ويو. (37:103_102)

4. پيٽ پنهنجي ننڍڙي ڀاءُ کي جيڪو تمام سهڻو آ ۽ پيءُ کي حد کان وڌيڪ پيارو آهي. پيءُ کان ايلاز ڪري اجازت وٺي کيڏڻ بهاني هڪ اهڙي هنڌ وٺي وڃن ٿا. جو ننڍڙي حسين ڀاءُ کي خبر به نه پوي ۽ پنهنجي ڀائرن جي منصوبي کان اڻ ڄاڻ هجي. پوءِ ان کي ڪنهن کنڌائتي کوهه ۾ اڇلائن ٿا. ان وقت ننڍڙي ڀاءُ جي خوف. ڀائرن تي ڏک جي ڳالهه نه پڇ. آخر اهو ننڍڙو مصر جو بادشاهه ٿيو. ملڪ ۾ ڏڪار پيو. اهي ڀائر هن وٽ محتاج ٿي اَنُ وٺڻ آيا. کين ٻڌايائين ته مان توهان جو اهو ننڍڙو ڀاءُ آهيان. جنهن کي توهان کوهه ۾ اڇلايو هو. ان وقت انهن ڀائرن جي پشيماني جو حال نه پڇ. اهو ننڍڙو هو حضرت يوسف ؑ ۽ سندس پيءُ حضرت يعقوب ؑ هو.

5. جڏهن ڪو جوان هجي. خوبصورت هجي. ڪاڏا سنا هجن ۽ ان کي ڪا حسين عورت جيڪا بادشاهزادي آ. پنهنجي گهر ۾ رهائي پرورش ڪري. هڪ ڏينهن ان کي محلات ۾ اندر وٺي وڃي دروازا بند ڪري وڃي اندران ۽ آخر کيس ميلاپ لاءِ چوي ۽ نوجوان به سندس جسم ڏسي تيار ٿئي. اهو وقت ڪهڙو نه مستيءَ ۽ جوانيءَ جي نشي وارو هوندو. ان وقت جي ۽ انهن ٻنهي جي حال جي ڳالهه نه پڇ. ان وقت الله تعاليٰ ان نوجوان کي فاحش ڪم کان بچايو. وري دروازا کوليندو ٻاهر پهتو. ان خوبصورت عورت جو مڙس مليو. ان ٻنهي کي ڏٺو ۽ ٻڌو ان وقت سيني جي پريشاني جي ڳالهه نه پڇ. نوجوان بيگناهه ثابت ٿيو اهو هو حضرت يوسف ؑ! عورت عزيز جي گهرواري جيڪو بادشاهه هو.

6. جڏهن هڪ ماءُ پنهنجي کير پياڪ ننڍڙي معصوم پٽ کي ڪنهن ظالم بادشاهه جي خوف ڪري ته متان ان کي قتل نه ڪري ڇڏي. هڪ ڪاٺ جي پيتيءَ ۾ بند ڪري درياهه ۾ لوڙهي ڇڏي ٿي. ان وقت ماءُ

جي ڪهڙي حالت هوندي. ڪيترو پريشان ۽ غمگين هوندي جو ان پيٽيءَ کي پنهنجي هٿن سان درياء ۾ لوڙهي ان نيت ۽ اميد سان تہ من بچي، ان جي آنڌ مانڌ جو حال نہ پڇ. اهو ننڍڙو حضرت موسيٰ ﷺ هو ۽ سندس والده کي الهام ٿيو هو فرعون جي ڏاڍائي ۽ ظلم جو تہ متان ان کي قتل ڪري. پوءِ اها پيٽي لڙهندي فرعون جي محلات پرسان وهندڙ نهر ۾ آئي، جنهن کي فرعون ۽ ان جي زال ڪڍيو جيڪي اتي بيٺا هئا.

7. جڏهن ٻيڙي ماڻهن سان ڀريل هئي، وچ درياھ ۾ آئي تہ ٻڏڻ لڳي. ٻيڙيءَ وارن چيو تہ بار گهڻو آ. هڪ ڄڻي کي ٻيڙي مان لاهي پاڻيءَ ۾ اڇلڻو آ. جڏهن ڪڻا وڌا ويا تہ هرهڪ کي ساھ جي ڳڻتي ورائي وئي تہ الائي ڪير پاڻيءَ ۾ ڪِرندو. جنهن مهل ڪڻو ظاھر ٿيو تہ حضرت يونس ﷺ جو نالو نڪتو. ان وقت ۾ سندس پريشاني ۽ ڳڻتيءَ جو حال نہ پڇ. جڏهن ڪيس پاڻيءَ ۾ اڇلايائون تہ اتي ڪيس هڪ وڏي مڇي ڳهي وئي. الله تعاليٰ جنهن تي رحم ڪري بچائي. ان مڇيءَ ڪيس ٻاهر سڪيءَ تي ڦٽو ڪيو. بيمار هو. آخر پنهنجي قوم ڏانهن ڏيچاريندڙ ٿي آيو الله جي حڪم سان. (37:137_136)

8 هڪ عورت آ، پاڪدامن آ. شادي ڪونہ ڪئي اٿس. اها حامله (پيٽ سان) ٿي وئي. گهر جي ڪنهن بہ ڀاتيءَ کي ان جي خبر نہ آهي. آخر گهر کان نڪري ڪنهن جاءِ تي وئي ۽ ان کي ويم ٿيو پٽ ڄائو. هاڻي ان لاءِ مسئلو ٿيو تہ ان کي ڪٿي ڪاڏي وڃي. نيٺ گهر آئي، ان وقت ان جو حال نہ پڇ تہ ان کي گهروارن ۽ ٻين کان ڇا ڇا ٻڌڻو پيو. طعنا ٻڌندي ڪيترو تہ اداس ۽ ارمان ۾ هوندي. پر اهو ڪم سمورو الله تعاليٰ طرفان هو. ان جاول ٻار ڏانهن اشارو ڪيو. اهو هو حضرت عيسيٰ ﷺ جيڪو بنان پيءُ جي پيدا ٿيو. ان ٻار ڳالهايو تہ مان الله جو ٻانهو ۽ رسول آهيان. سندس ماءُ بيبي مريم سلام عليها هئي.

9. جڏهن حضرت موسيٰ طور جبل تي الله تعاليٰ سان ڪلام ڪيو تہ الله سائين کي عرض ڪيو تہ مون کي پنهنجو ديدار ڪراءِ، جيئن مان توکي ڏسان! رب فرمايو تہ تون مون کي هرگز ڏسي نہ سگهندين. پوءِ جڏهن رب پنهنجو نور جبل تي چمڪايو تہ جبل ذرا ذرا ٿي ويو. ان

وقت موسيٰ ﷺ جو حال نہ پڇ. اهو بجلي ڏسڻ سان بيهوش ٿي ويو.(143:7)

10. جڏهن ڪافرن جي شرارت سبب رسول ڪريم ﷺ حضرت ابوبڪر ﷛ سان گڏ رات جي وقت مڪي معظم ڇڏيو ۽ ٻاهر هڪ غار ثور ۾ الله جي حڪم سان پناهہ ورتي ۽ مڪي معظم جي ڪافرن سندن پيڇو ڪيو ۽ تلاش ڪندي غار ثور وٽ اچي بيٺا. حضرت ابوبڪر صديق ﷛ انهن جو آواز ٻڌو. سمجهيائين تہ انهن اسان کي ڳولي لڌو آهي، هاڻي، جاڻ اندر آيا. الائي ڇا ٿيندو. خوفزده ٿيو ان جي خوف ۽ پريشاني جو ان وقت ۾ حال نہ پڇ. الله جي رسول ڪريم ﷺ ان کي دلداري ۽ تسڪين ڏني تہ ڊڄ نہ. بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي. ڪافر اندر اچي نہ سگهيا. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ٻڌايو "الله رسول جي انهن فوجن سان مدد ڪئي، جيڪي توهان نہ ڏٺيون. (40:9)

11. احد جي لڙائي ۾ رسول پاڪ ﷺ پنهنجي اصحابن جي هڪ جٿي کي هڪ مٿاهينءَ واري حصي تي بيهاريو ۽ کين تاڪيد ڪيو تہ سندس اجازت کان سواءِ ڪڏهن بہ اها جاءِ نہ ڇڏن. جنگ ۾ ڪافر مايوس ٿيا ۽ اتان وڙهندي ڀڳا. پوءِ جن کي رسول پاڪ ﷺ بيهاريو هو اهي مالِ غنيمت جي حرص ۾ لهي آيا. ڪافرن جي تير اندازن اهو موقعو سمجهي واپس ٿي وڙهيا، جنهن ۾ مسلمان ڀڄڻ لڳا. ٿئي ٽولي ۾ رسول پاڪ ﷺ کين سڏي رهيو هو. ان وقت انهن ڀڄندڙن جو حال نہ پڇ جو کين موت جو خوف ورائي ويو ۽ رسول ڪريم ﷺ جن جو خيال بہ وسري وين.

12. ڳالهہ نہ پڇ ان وقت جي نظاري جي، جڏهن فرعون جادوگر سڄي ملڪ مان چونڊي گڏ ڪيا حضرت موسيٰ ﷺ جي مقابلي لاءِ. هزارين ماڻهو ڏسڻ لاءِ آيا. جڏهن جادوگرن پنهنجون رسيون ۽ لٺيون وچ ميدان تي اڇلايون تہ اهي چرندڙ نندا وڏا نانگ ٿيا ۽ حضرت موسيٰ ﷺ کي بہ خوف محسوس ٿيو. ان وقت الله طرفان حضرت موسيٰ ﷺ کي لٺ ڦٽي ڪرڻ لاءِ چيو ويو. اها لٺ وڏو نانگ ٿي انهن جادوگرن جي بناوتن کي ڳهي وئي. ان وقت جادوگرن جي حيرت، اچرج جي ڳالهہ نہ پڇ. هنن

کي پنهنجي علم ۽ ڪرتب تي ناز هو پر ڏٺائون تہ اهو جادو نہ آهي. جڏهن وڏي بلا ۾ موسيٰ ﷺ هٿ وڌو تہ اها لٺ ٿي پئي. پوءِ سجدي ۾ ڪِري پيا، ايمان آنڌائون، مسلمان ٿيا. (26:46_45)

13. ڊڄڻ، خوف ڪرڻ انسان جي جبلت ۾ سمايل آهي. اهو وقت جو ماڻهو اڪيلو هجي، چوڌاري جبل هجي، هٿ ۾ لٺ هجي ۽ اها لٺ ڪنهن جي چورڻ سان هيٺ اڇلائي. جنهن چيس ان کي بہ نہ ڏسي، پوءِ اها هيٺ اڇلايل لٺ نانگ ٿئي ۽ نانگ چرندڙ هجي تہ ان وقت ۾ ان ماڻهوءَ ۾ پيدا ٿيل خوف جي ڳالهہ نہ پڇ ۽ وري جڏهن ان غيبي آواز کيس چيو تہ ان نانگ کي ڪڻ، ان ۾ هٿ وجهہ تہ ڪيڏو نہ اڻ ٿڻ وارو نظارو هوندو. آخر ان نانگ ۾ هٿ وڌو تہ ساڳي لٺ ٿي پئي. اهو هو حضرت موسيٰ ﷺ جنهن کي پهريون دفعو الله کيس باهہ ڏيکاري ويجهو ڪيو طور سينا تي ۽ کيس نبوت ملي ۽ سڌو وحي وسيلي ڪلام ٿيو.

# اٺر

## الله تعاليٰ جي مختلف شين ۾ رکيل حڪمت

الله تعاليٰ پنهنجي رحمت، حڪمت جي اٺر جو بيان ٻڌايو آهي، جنهن تي اسان کي غور ۽ فڪر ڪري فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. الله تعاليٰ انسان کي عقل عطا ڪيو آهي ۽ خاص طرح حواس جيڪي مشاهدو ڪري شين جو اثر ڏسندا آهن.

مقدس ڪتاب قرآن شريف ۾ ٻڌايل ڪن شين جي اٺر جو بيان عرض رکجي ٿو.

1. **ڳئون:** بني اسرائيل جي قوم مان ڪنهن کي قتل ڪيو ويو. ان جا عزيز حضرت موسيٰ عليه السلام وٽ آيا ته الله تعاليٰ کان معلوم ڪري ته هن کي ڪنهن ماريو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ جي وحي وسيلي کين ٻڌايو ته ڦڪي رنگ جي ڳئون جنهن جون وصفون به ٻڌايون، ان کي ڪُهي ان جي گوشت جو ٽڪر قتل ڪيل کي هڻو ته اهو جيئرو ٿيندو ۽ پاڻ ٻڌائيندو ته کيس ڪنهن قتل ڪيو آهي. انهن ائين ڪيو ته اهو مئل جيئرو ٿيو ۽ قاتل جو نالو ٻڌايو. الله تعاليٰ کيس جياري سگهي پيو پر اسان جي غور ۽ فڪر لاءِ ڳئون جي گوشت ٽڪر ۾ رکيل اٺر ٻڌايو.
2. **لٺ:** طور سينا تي جڏهن الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي گهرايو رسالت ڏيڻ لاءِ ته ان وقت ان جي هٿ ۾ لٺ هئي. الله تعاليٰ کيس لٺ هيٺ اڇلائڻ لاءِ فرمايو. جڏهن ان لٺ اڇلائي ته اها چرندڙ نانگ ٿي پئي ۽ کيس ڊپ ٿيو. الله تعاليٰ کيس فرمايو ته ڊڄ نه. ان کي کڻ. جڏهن ان نانگ ۾ هٿ وڌائين ته اها ساڳي لٺ ٿي پئي. اها لٺ هميشه حضرت موسيٰ عليه السلام کڻندو هو پر سندس خواهش سان لٺ ڪوبه ڪم نه ڪندي هئي. جڏهن الله تعاليٰ کيس حڪم ڪندو هو ته جبل تي هڻ ته ان سان ٻارنهن چشما نڪري پيا جڏهن سندس 12 قبيلن پاڻي گهريو. فرعون جي جادوگرن وڏا رسا ۽ لٺيون گڏ ڪري جادوءَ وسيلي

مقابلي لاءِ چرندڙ نانگ ناهيا. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي حڪم ڪيو تہ لٺ ڦٽي ڪر تہ اها وڏو نانگ ٿي سپني کي ڳهي وئي. وري هٿ وجهڻ سان لٺ ٿي پئي. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام کي حڪم ٿيو تہ درياءَ تي پاڻيءَ ۾ لٺ هڻ تہ اتان سُڪو رستو نڪتو جنهن مان موسيٰ عليه السلام ۽ ان جا ماڻهو بئي ڪناري تي پهتا. پر فرعون ۽ سندس سردار ۽ لشڪر وچ ۾ آيا تہ پاڻي ملي ويو ۽ ٻڏي ويا. هي سڀ الله جي حڪمت جو اثر آهي.

3. **ڪاٺ جي پيٽي (تابوت):** حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ سندس ڀاءُ حضرت هارون عليه السلام جو هن دنيا مان وصال ڪرڻ کان پوءِ سندن ويجهن انهن جون ڪجهہ ڇڏيل شيون حضرت موسيٰ جي لٺ، من سلويٰ (کائڻ جون قدرتي شيون) جا ڪجهہ ٽڪرا، جُتي، حضرت هارون عليه السلام جي پڳ ۽ پاڪ ڪتاب توريت جا حصا ان پيٽيءَ ۾ بند ڪري رکيا. بني اسرائيل جي قوم جا ماڻهو ان پيٽيءَ جي زيارت ڪندا هئا ۽ اڳيان رکي پنهنجي نيڪ مقصد لاءِ دعائون گهرندا هئا. الله تعاليٰ ان ۾ اهو اثر رکيو جو اها پيٽي انهن جي سڪون جو سبب يا وسيلو بني. پوءِ اها پيٽي ٻيو فسادي ٽولو انهن کان کسي ويو. پوءِ بادشاهہ طالوت جي وقت ۾ اها پيٽي ملائڪ هڪ گاڏيءَ تي کڻي آيا ۽ اصل قبيلي کي ملي.

4. **گهوڙو:** حضرت موسيٰ عليه السلام جي وقت ۾ سامري نالي هڪ شخص هو. جنهن ڏٺو تہ ان حضرت جبرئيل عليه السلام کي گهوڙي تي گذرندي ڏٺو. ٻئي ڪنهن بہ ان کي نہ ڏٺو. پوءِ ان سامري گهوڙي جي پيرن جي نشانن مان ڪجهہ مٽي کڻي ورتي. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام طور سينا تي الله سان ڪيل واعدي مطابق توريت وٺڻ لاءِ ويو تہ 40 راتيون اتي رهيو. پرپٺ سامري ماڻهن کان سون گڏ ڪري هڪ گابو ٺاهيو پوءِ سامري ڏٺو تہ هن جي دل ۾ اها ڳالهہ چڱي لڳي تہ ڪنيل مٽي جيڪا سانديي رکي هوائين، اها ان سون جي ٺهيل گابي ۾ وجهي. جڏهن اها مٽي ان ۾ وڌائين تہ گابو ڳئون وانگر رنڀڻ لڳو. جن ماڻهن حضرت موسيٰ عليه السلام تي ايمان آندو هو اهي ان گابي کي سامري جي چوڻ تي الله ڪري

پوڄڻ لڳا ۽ ڏڄن بہ پيا. پر سامري کين چوي پيو تہ جيستائين سائين وڏو موٽي اچي، تيستائين هن ڳابي جي پوڄا ڪريو. الله تعاليٰ طور سينا تي اها ڳالهہ حضرت موسيٰ ؑ کي ٻڌائي تہ سامري ماڻهن کي گمراهہ ڪيو. حضرت موسيٰ ؑ سخت ڪاوڙ ۾ آيو. سون جو ڳابو ساڙيو ويو ۽ سامري سمورو احوال کيس ٻڌايو. پوءِ سامري کي چيائين تہ توکي اها سزا آهي جو چوندو وتين تہ مون کي هٿ نہ لايو. ڪنهن جي هٿ لڳڻ سان کيس تيز بخار ايندو هو.

5. **قميص:** حضرت يوسف ؑ کي پنهنجي پيءُ حضرت يعقوب ؑ کان جدا ٿئي گهڻا سال گذري ويا. وري حضرت يوسف ؑ جو سڳو ڀاءُ بن يامين بہ حضرت يوسف ؑ پاڻ وٽ رهايو. پوءِ انهن جي ڏک ۽ غم ڪري سندس اکين جو نور ختم ٿي ويو. ملڪ ۾ ڏڪر پوڻ ڪري حضرت يوسف ؑ جا ويڳا ڀائر مصر ۾ هن وٽ اَنُ وٺڻ آيا. انهن هن کي نہ سڃاتو. پرر هن پنهنجي ڀائرن کي سڃاتو ۽ کين سندن غلطيون معاف ڪيون. پوءِ پنهنجي قميص ڀائرن کي ڏني تہ هيءَ کڻي وڃو ۽ ابي جي منهن تي وجهو. جڏهن اهي مصر کان شام آيا ۽ قميص پنهنجي پيءُ جي منهن تي وڌي تہ ان جو نور چٽيو ٿيو. الله تعاليٰ پنهنجي رحمت جو اثر ان ۾ رکيو ۽ پنهنجي صالحن جو شان ٻڌايو.

6. **ماکي:** تنهنجي رب الهام ڪيو ماکيءَ جي مک طرف تہ تون جبلن ۾ گهر ٺاهہ ۽ وڻن ۾ ۽ ڇتين ۾. پوءِ هر قسم جي ميوي مان کاءُ ۽ پنهنجي رستن تي هل جيڪي تنهنجي واسطي نرم ۽ آسان آهن. ان جي پيٽ مان پيئڻ جي هڪ رنگ برنگي شيءِ نڪري ٿي. جنهن ۾ ماڻهن واسطي تندرستي آهي. بيشڪ ان ۾ نشاني آهي ڌيان ڏيندڙن جي واسطي. (16:79) الله تعاليٰ ان ۾ مِٺاج جو اثر رکيو. الله تعاليٰ ان ۾ هر مرض جي شفا جو اثر رکيو. بهشت ۾ پيئڻ جي شين مان ماکي جا درياءَ هڪ نعمت رکي آهي.

7. **وڻ:** جڏهن الله تعاليٰ حضرت آدم ؑ ۽ ان جي گهرواري (بيبي حوا) کي بهشت ۾ رهايو تہ کين ٻڌايو ويو تہ اتي جنهن بہ وڻ جو ميوو کائڻ کين جهل نہ آهي سواءِ هڪ وڻ جي، جنهن لاءِ کين تاڪيدي حڪم مليو تہ هن جو ميوو نہ کائجو. پوءِ شيطان انهن کي اعتبار ڏياري کارايو

تہ بهشت جو پاتل لباس انهن جي جسم تان لهي ويو ۽ ٻنهي کي سندن شرم جا عضوا نظر آيا. جيڪي اڳ لڪل هئا، ظاهر نہ هئا. اهو ان ميوي جو اثر هو جيڪا الله جي حڪمت هئي.

8. **ڏاچي:** حضرت صالح ﷺ جي وقت ۾ سندس قوم ثمود معجزو گهريو. الله تعاليٰ جبل مان هڪ ڏاچي پيدا ڪئي. جنهن لاءِ ثمود قوم کي ٻڌايو ويو تہ هڪ ڏينهن پاڻي پاڻ پيين (کوه يا چشمي مان) ۽ هڪ ڏينهن ڏاچيءَ جي پيٽ جو وارو رکن. اها ڏاچي ايترو تہ پاڻي پيئندي هئي جيترو سمورا شهر وارا پريندا هئا. وري ان ۾ کير بہ ايترو هوندو هو جو سمورا شهر وارا ڏهندا هئا. اهو الله تعاليٰ طرفان ان ۾ اثر ۽ برڪت رکي وئي. آخر ڪن بدبخت ماڻهن ان ڏاچيءَ جون ڪچون ڪپيون پوءِ انهن ماڻهن تي عذاب آيو.

9. **پاڻيءَ جو قطرو:** پهريائين الله تعاليٰ آدم ﷺ کي مٽيءَ مان ناهي پوءِ پنهنجي طرفان روح ڦوڪيو تہ حضرت آدم ﷺ وجود ۾ آيو. (2) وري هلندي حضرت عيسيٰ ﷺ کي پنهنجي حڪم سان بنايو بنان پيءُ جي پيدا ڪيو. "ڪُن" چوڻ سان "فيڪون" پوءِ تي پيو. (3) حضرت آدم ﷺ ۽ بيبي حوا جو بهشت مان نڪري هيٺ زمين تي اچڻ کان پوءِ الله تعاليٰ نهيل نسخو ڏنو جيڪو انسانن توڙي حيوانن جو نسل وڌائي. اهو نسخو آهي مرد ۽ عورت جي مني جا جزا جن جي ملڻ سان مخلوق جي پيدائش شروع ٿي. الله تعاليٰ انهن جزن ۾ اهڙو تہ اثر رکيو آهي جو هڪ انسان جون خوبيون، خصلتون، مهانڊا، رجحان، لاڙا.... پيدا ٿيندڙ ۾ منتقل ٿيندا پيا اچن ۽ اهو هڪڙو سلسلو آهي.

10. **زيارت= ڏسڻ جو اثر:** زيارت ۾ قلبن جو سڪون آهي، اجر آهي، عقيدو آهي، جنهن ۾ فائدو ملي دنيا ۽ آخرت ۾. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي "بيشڪ نيڪن جي لکت (اعمال نامان، ڪيل ڪم) عليين ۾ آهي ۽ توکي ڪهڙي خبر تہ عليين ڇا آهي. اها هڪ مهر لڳل لکت آهي (نيڪ ڪمن جو لکيل تفصيل) جو مقرب (ويجها ملائڪ – اعليٰ درجي وارا) ان جي زيارت ڪندا آهن." (18:83)
نيڪ ڪمن جو اثر آ. رسول ڪريم ﷺ جن ٻڌايو تہ پيءُ ماءُ جي

**زيارت ڪرڻ انهن جو منهن ڏسڻ ۾ الله تعاليٰ اجر رکيو آهي.** ڪعبة الله جي زيارت ڪرڻ ۾ الله تعاليٰ اجر رکيو آهي. رسول پاڪ ﷺ جي روضي پاڪ کي ڏسڻ، اتي ادب سان ويهڻ وارن لاءِ بيشمار اجر آهي. اتي الله جون رحمتون ورهائجن ٿيون. قرآن پاڪ جي زيارت ۽ صبح جو پڙهڻ وقت ملائڪ موجود هوندا آهن. جيڪي پڙهندڙ جي زيارت ڪندا آهن. نيڪ ماڻهو، صالح ٻانها جيڪي مخلوق کي الله تعاليٰ وٽ مان وارو ڪن. انهن وٽ هلي وڃڻ، انهن جي زيارت ڪرڻ، انهن جي صحت ۾ رهڻ جو اثر سنو ۽ سهڻو آهي. انهن جي وصال کان پوءِ به اهي هنڌ مقبوليت جا ٿين ٿا. انهن ۾ اثر ڇو آهي؟ ان لاءِ حضرت شاهه عبداللطيف رحمة الله عليه ٻڌايو:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو
انهن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مانُ
ڪوڙين ڪن سلام، آسڻ اچيو ان جي

ان جاءِ تي ڪيترا ئي ماڻهو سڄو ڏينهن قرآن پڙهن ٿا، ذڪر ڪن ٿا، نفل پڙهن ٿا، پوءِ حاجتمند اتي اچي سڪون لهن ٿا ۽ مرادون ماڻن ٿا. اهو به ان جاءِ جو اثر ۽ زيارت جو سبب آ جو حضرت زڪريا عليه السلام بيبي مريم وٽ اڻ منداڻتا ميوا الله طرفان موڪليل ڏٺا ۽ اتي ان جاءِ تي پٽ لاءِ دعا گهريائين، جيڪا الله قبول ڪئي.

11. **پٿر:** الله تعاليٰ زبردست حڪمت وارو آهي. جنهن پنهنجي پيدا ٿيل شين مان پٿرن ۾ خاصيتون، فائدا ۽ اثر رکيا آهن. اهي الله جو ذڪر ڪندا آهن. پٿر مختلف رنگن جا آهن. انهن جون خاصيتون ۽ اثر به رنگ جي لهاظ کان آهن ۽ نالا به رنگ جي لحاظ کان رکيا ويا آهن. جيئن پکراج، ياقوت، زمرد، نيلم..... جن کي اڪثر ماڻهو مُنڊيءَ ۾ ٻڌي جي صورت وجهي پائيندا آهن. صحت لاءِ، بخت لاءِ، تنگ دستيءَ کان بچڻ لاءِ، ڪي پٿر ڪنٺا ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن. ڪيترا پٿر دوائن طور ڪم اچن ٿا. ڪي پٿر عزت ۽ احترام لائق پيدا ٿيا، جيئن حجرِ اسود (ڪارو پٿر) جيڪو بيت الله جي ديوار ۾ لڳل آهي، جنهن کي ماڻهو ڪعبة الله جي طواف وقت چمندا ۽ هٿ لائيندا آهن سڪون لاءِ.

ثواب لاءِ يمن جي بادشاهہ ابرهہ جڏهن هاٿين جي لشڪر سان ڪعبة الله ڊاهڻ لاءِ آيو تہ ان وقت ڪعبة الله جو سنڀاليندڙ حضرت عبدالمطلب هو. ان جا اُٺ ابرهہ هٿ ڪيا. جيڪي حضرت مطلب هن کان ڇڏايا. باقي ڪعبة الله جو مالڪ الله آهي، ڪيس بڏايائين تہ اهو ڄاڻي ۽ تون ڄاڻ. جڏهن هاٿين جو لشڪر ڪعبة الله جي ويجهو پهتو تہ الله تعاليٰ ابابيل پکي هزارن جي تعداد ۾ موڪليا. جن جي چهنبن ۽ پيرن ۾ ننڍيون پٿريون هيون. اهي ان لشڪر مٿان اڇلائن پيا تہ انهن ۾ الله تعاليٰ اهڙو اثر رکيو جو ابرهہ جي لشڪر يا هاٿين کي سوراخ ڪري وڃهن پيون ۽ انهن جي ايذاءَ ڪري لشڪر ۽ هاٿين ۾ ياج پئي جو چيپاتجي مري ويا.

12. **نصيحت جو اثر:** الله تعاليٰ طرفان رسول پاڪ، ڪتاب انسان ذات جي نصيحت لاءِ آيا تہ جيئن چڱا ڪم ڪن، ڪنهن جي دل آزاري نہ ڪن، فساد کان پاسو ڪن. هڪ الله جي عبادت ڪن. پوءِ جن ماڻهن تي نصيحت جو اثر ٿيو انهن برا ڪم ڇڏيا ۽ ايمان آندو. نصيحت اها آهي جو چڱن ڪمن جو حڪم ڪجي ۽ خراب ڪمن کان روڪجي. نصيحت جو اثر سمجهہ وارن تي ٿيندو آهي، جيڪي الله کان ڊڄندا آهن.

13. **سزا:** اها سزا جيڪا ڪنهن کي سڌرڻ لاءِ ڏجي، ڪڏا ڪم ڇڏڻ لاءِ هجي، الله تعاليٰ طرفان جيڪي بہ قومن ۽ مختلف قسم جي ڏوهارين کي عذاب مليا، انهن جو مطلب الله تعاليٰ اهو بڌايو تہ ماڻهن ۾ ان عذاب کي بڌي، ڏسي سوچ پيدا ٿئي. انهن ۾ خوف جو اثر پيدا ٿئي، جيئن برن ڪمن کان باز اچن.

14. **قول= ڳالهائڻ جو اثر:** الله تعاليٰ ڳالهائڻ لاءِ فرمايو آ تہ سنو ڳالهايو ۽ خراب ڳالهائڻ کان پاسو ڪريو. ڇوتہ خراب ڳالهائڻ سان شيطان فساد پيدا ڪندو آهي. سني ۽ سباجهي ڳالهائڻ جو اثر وڻندڙ هوندو آهي. حضرت شاهہ عبطاللطيف رحمة الله عليه

هو چوني تون مَ چئو واتان ورائي
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو ڪائي
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي

15. **دعا جو اثر:** الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو تہ: "رسول جي دعا قلبن جو سڪون آهي." هيءَ دنيا ۽ آخرت سنواري، پيءُ ماءُ جي جنت ڏياري، الله جي ويجهڙائي جو سبب آهي. استاد جي دعا، ڪنهن صالح بانهي جي دعا ڪامياب ڪري، درجا ڏياري، الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ جي دعا سان گناهہ بخشيندو آهي، مصيبتون تاريندو آهي. الله تعاليٰ ڪان هر وقت انسان ٻاجهہ جي، بخشش جي، خيريت جي، روزي ۾ برڪت جي، دوزخ ڪان بچڻ جي، نيڪ ڪمن ڪرڻ جي، شيطان جي شر ڪان پناهہ جي دعا گهرندو رهي.

وڻندن تہ وڙڪندا، نہ تہ اڳين جو اختيار.

16. **ڦوڪ جو اثر:**

I. ياد ڪريو جڏهن تنهنجي رب ملائڪن کي فرمايو تہ مان انسان کي ٺاهڻ وارو آهيان وڄندڙ مٽيءَ مان جيڪا ڪاري ۽ بوءِ دار گاري مان آهي. پوءِ جڏهن مان ان کي نيڪ ڪري وٺان ۽ ان ۾ پنهنجي طرفان خاص عزت وارو روح ڦوڪيان تہ ان جي واسطي سجدي ۾ ڪِري پئجو. (15:29) مٽيءَ جي ٺهيل بت ۾ ڦوڪ ڏيڻ سان ساهہ پيو. آدم نظر آيو اها الله تعاليٰ جي حڪمت آهي.

II. حضرت عيسيٰ عليه السلام مٽيءَ مان پکيءَ جي شڪل ٺاهيندو هو ۽ ان ۾ ڦوڪ هڻندو هو تہ اهو جلدي پکي ٿي اڏامندو هو الله جي حڪم سان. (3:49)

III. الله تعاليٰ ڪان پناهہ گهرڻ انهن عورتن ۽ مردن جي شر ۽ شرارت ڪان، جيڪي جادوءَ جي علم وسيلي يا ڪنهن ٻئي سيڪاريل ناجائز طريقي سان ڪنهن ڌاڳي وغيره کي ڳنڍ ڏيڻ سان علم ڦوڪن. (4:113)

IV. صور ڦوڪڻ ملائڪ حضرت اسرافيل جو ڪم آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي حڪم جي انتظار ۾ بيٺو آهي ۽ اهو آواز هوندو بيهوش ڪندڙ جمع جو ڏينهن ۽ محرم جي ڏهين تاريخ صبح جو وقت هوندو. "صور ڦوڪيو ويندو تہ بيهوش ٿي ويندا سمورا آسمانن ۽ زمين وارا مگر جنهن کي الله گهري (اهي بيهوش نہ ٿيندا) وري ٻيو ڀيرو صور ڦوڪيو ويندو تڏهن اهي ڏسندي اٿي بيهندا ۽ زمين چمڪي پوندي پنهنجي رب جي نور سان."(68_69:39)

# وسيلو ڳولڻ يا وسيلو وٺڻ

**وسيلو:** اها شيءِ جيڪا پريشاني دور ڪري. اها شيءِ جيڪا ڀلائي ڏئي. جيڪا شيءِ تڪليف ٽاري. وسيلو هڪ قسم جي مدد آهي، واهر آهي. اها ڳالهه جيڪا ڪنهن انعام يا آرام واري جاءِ تي پهچائي. وسيلو هڪ بچاءُ آهي. آسرو آهي. وسيلو هڪ ذريعو آهي. آڌار آهي. وسيلو هڪ معرفت آهي. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "ڇا توهان کي تعجب ٿيو جو توهان وٽ توهان جي رب جي طرفان هڪ نصيحت آئي هڪ مرد جي معرفت جيئن اهو توهان کي ڊيڄاري ۽ توهان ڊڄو مَنَ توهان تي رحم ٿئي." (63:7)

1. اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ ان جي طرف وسيلو ڳوليو ۽ ان جي راهه ۾ جهاد ڪريو. مَنَ ڪامياب ٿيو. (5:35)
2. انسان کي هن دنيا ۾ رهڻ لاءِ جن شين جي ضرورت پوي ٿي. انهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي. ڳولڻيون پون ٿيون. مثال طور: روزگار، صحت، تعليم، زمين جي پيدائش، پنهنجي حفاظت، مسافري وغيره. انهن سڀني لاءِ وسيلن جي ضرورت آهي.
3. الله تعاليٰ طرفان انسانن لاءِ انبياء ڪرام، پاڪ ڪتاب ۽ ڏاهپ وسيلو ٿي آيا، مددگار ٿي آيا هن دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي لاءِ ۽ انهن کان سواءِ عالم ۽ نيڪ ماڻهو چڱن ڪمن جو حڪم ڏيڻ ۽ برن ڪمن کان روڪڻ لاءِ هڪ قسم جو وسيلو آهن. انسان کي سنو بنائن ٿا ۽ آخرت لاءِ تياري ڪرائن ٿا.

ويهه وڃي وٽ تن، قلم جنين جي هٿ ۾
ميٽيو انگ اڳيون، واريو ٻيو لکن
پنو سو پاڙهن، جنهن ۾ پسڻ پرينءَ جو

اهي ماڻهو جن جي صحبت ۾ اچي برا ڪم ڇڏجن ۽ نيڪ ڪم ڪجن.

4. پنهنجي دل جي گهٻراهٽ ۽ پريشاني دور ڪرڻ لاءِ صالح ماڻهن جي

تلاش ڪجي، انهن جون چڱيون ڳالهيون ٻڌجن ۽ عمل ڪجي، جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي "پنهنجو پاڻ کي انهن سان مانوس رک جيڪي صبح شام پنهنجي رب کي پڪاريندا آهن ۽ ان جي رضا گهرندا آهن. تنهنجيون اکيون انهن کي ڇڏي هيڏي هوڏي نه پون."

قاتل ڪمائي ڪري وِهُه ماکي جي ڪن

وٺان ويهي تن، پٽج ڪي پياليون

5. حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ جو اهو رسول هو جنهن سان الله سائين حقيقتًا ڪلام فرمايو. اهو به ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ علم جي تلاش ۾ نڪتو ۽ حضرت خضر عليه السلام کي ڳولي لڌو جنهن ڪيس پنهنجي طرفان حال، ماضي ۽ مستقبل جي ڄاڻ ٻڌائي. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "پوءِ اسان جي ٻانهن مان هڪ ٻانهو ڏٺائون، جنهن کي اسان پنهنجي طرفان رحمت ڏني هئي ۽ ان کي پنهنجو لدني علم عطا ڪيو." (65:8)

6. ماءُ پيءُ جي خدمت ڪرڻ، انهن جي عزت ڪرڻ، انهن جي مدد ڪرڻ خاص طرح پيريءَ جي وقت ۾ جيئن اولاد کي دعائون ڪن، اهي دعائون وسيلو آهن الله تعاليٰ جي ويجهي ٿيڻ جو ان جي قرب حاصل ڪرڻ جو.

7. حضرت يوسف عليه السلام وٽ قيد ۾ ٻن ڄڻن خواب ڏٺو ۽ انهن کي سندن خوابن جي صحيح تعبير ٻڌائي. پوءِ حضرت يوسف عليه السلام وقت جي بادشاهه کي سندس ڏٺل خواب جي تعبير ٻڌائڻ جو وسيلو ٿيو ۽ ملڪ کي ڏڪار کان بچايو ۽ پاڻ به جيل مان آزاد ٿيو.

8. حضرت ذوالقرنين (سڪندرِ اعظم) انهن اوير وارن ماڻهن لاءِ وسيلو ٿي ويو جن کي ياجوج ماجوج جي قوم تڪليف ڏيندي هئي. پوءِ انهن جي عرض ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ تي انهن کي ڇوٽڪاري ڏيڻ لاءِ ٻن جبلن جي وچ ۾ هڪ مضبوط پٽ تعمير ڪئي.

9. سڀ انسان هڪٻئي لاءِ ڪم جي آسانيءَ جو وسيلو آهن. حڪيم، ڊاڪٽر مريضن لاءِ وسيلو آهن. استاد، عالم علم ٻڌائڻ ۽ سيکارڻ لاءِ وسيلو آهن. پيدائش وڌائڻ، ان اُپائڻ لاءِ هاري وسيلو آهن. مرشد وسيلو

آهي مريد جي هدايت ۽ رهبري لاءِ. اهڙي طرح ڪنڀر، موچي، لوهر، ملاح.....

10. نيڪ عمل وسيلو آهن بهشت جون نعمتون حاصل ڪرڻ ۽ الله تعاليٰ جي ديدار ڪرڻ لاءِ. الله جي رحمت حاصل ڪرڻ لاءِ.

11. الله تعاليٰ جنهن کي چاهي ته ڪنهن مصيبت يا تڪليف کان ڇوٽڪاري ڏيڻ لاءِ ان لاءِ ڪو وسيلو پيدا ڪري. جيئن حضرت يوسف ﷺ کي ڀائرن جهنگ ۾ ڪنهن ڪنڌائتي کوهه ۾ اڇلايو. پوءِ الله تعاليٰ هڪ قافلي کي ان کوهه ڏانهن پاڻي ڀرڻ لاءِ موڪليو. جيئن حضرت يوسف ﷺ ٻاهر نڪري.

12. توبهه ڪرڻ وسيلو آهي الله وٽ ڪيل گناهن کان پوءِ بخشش جو.

13. اولاد وسيلو آهي ضعيفي (ڪراڙپ) ۾ سهاري ڏيڻ جو. خدمت ڪرڻ جو. ڪمايل ملڪيت جي وارث ٿيڻ جو مرڻ کان پوءِ خير خيرات ۽ ختمي جي ثواب بخشڻ جو.

14. عبادت ڪرڻ ۽ الله تعاليٰ کي ياڏائڻ وسيلو آهن الله تعاليٰ جي قرب حاصل ڪرڻ جو. گناهن کان بچڻ جو.

15. سڌو رستو اختيار ڪرڻ وسيلو آهي سلامتيءَ واري گهر تائين پهچڻ جو.

16. صدقو ڏيڻ ۽ خيرات ڪرڻ وسيلو آهي مرض ۽ مصيبتن جي دور ٿيڻ جو. گناهن گهٽجڻ جو.

17. الله تعاليٰ جي پيدا ڪيل نشانين ۽ شين زمين. آسمان. سج. چنڊ. تارا. انسان. حيوان. وڻ. ٻوٽا. معدني شين ۾ غور ڪرڻ. سوچڻ. جيڪي سڀ وسيلا آهن انسان جي مشاهدي لاءِ. معلومات لاءِ جو بيشمار ايجادون تخليق ٿيون انسان ذات جي ڀلي لاءِ. ان جي سهولت لاءِ.

18. اسان جو رسول ڪريم ﷺ وسيلو آهي الله تعاليٰ طرفان موڪليل پيغام (قرآن پاڪ) پهچائڻ جو ان جي آيتن جي وضاحت ڪرڻ جو. انسانن مان جيڪي ايمان آڻن. انهن جي حياتي ناهڻ جو. ڪين پاڪ ڪرڻ جو مثالي انسان بنائڻ جو اونداهي مان ڪڍي روشنيءَ طرف آڻڻ جو. نيڪ ۽ پرهيزگار بنائڻ جو آخرت ۾ شفاعت ڪرڻ جو

وسيلو آهي.

19. اڪثر ڪري ڏنو ويو آهي تہ ڪمزور مردن، عورتن ۽ ٻارن تي ظلم ٿيا آهن، ڏاڍايون ٿيون آهن. انهن کي تڪليفون ڏنيون ويون ۽ موجوده وقت ۾ بہ ائين ٿي رهيو آهي. پوءِ اهي ڪمزور الله تعاليٰ کي پنهنجي سورن ۽ تڪليفن جو بيان ٻڌائن ٿا. الله کي ٻاڏائن ٿا تہ انهن ظالمن جي ڪري اسان کي شهر مان ڪڍ يا اسان کي ڪو مدد ڪندڙ يا حمايتي ڏي. الله تعاليٰ مهربان آهي. پوءِ جيڪي طاقت رکندڙ آهن. همت وارا آهن، حوصلي وارا آهن، انهن کي انهن مظلومن جي وسيلي ٿيڻ لاءِ فرمايو آهي "توهان کي ڇا ٿيو آهي جو لڙائي نہ ٿا ڪريو الله جي واٽ ۾ انهن ڪمزور مردن، عورتن ۽ ٻارن جي واسطي. جيڪي دعا گهري رهيا آهن تہ اي اسان جا رب! اسان کي هن ڳوٺ مان ڪڍ جنهن جا ماڻهو ظالم آهن ۽ اسان کي پنهنجي طرفان ڪو حمايتي ڏي ۽ مددگار عطا ڪر." (75:4)

# مقابلو

1. مقابلو ٻن ڄڻن يا ٻن ڌرين ۾ ٿيندو آهي. اهو مقابلو اطاعت لاءِ، عزت لاءِ، ڄاڻ لاءِ، ڀاڻ ميڄائڻ ۽ ناموري لاءِ هوندو آهي. مقابلو حق ۽ باطل جو ٿيندو آهي. مقابلي ۾ طاقت جو اظهار ۽ علم جو اظهار هوندو آهي.

پهريون مقابلو الله تعاليٰ جي موجودگي ۾ حضرت آدم ؑ ۽ ملائڪن جو ٿيو. الله تعاليٰ مختلف شيون ملائڪن اڳيان ظاهر ڪيون ۽ انهن شين جا نالا پڇيا، جيڪي ملائڪ ٻڌائي نہ سگهيا. پوءِ ساڳين شين جا نالا حضرت آدم ؑ کان پڇيا ۽ ان سمورين شين جا نالا ٻڌايا ۽ ان مقابلو کٽيو. ان ڪري ملائڪن سندس اطاعت مڃي ۽ کيس سجدو ڪيو. سندس شان وڌيو.

2. هابيل ۽ قابيل ٻہ ڀائر هئا. حضرت آدم ؑ جا پٽ هئا. قابيل وڏو هو ۽ ان سان گڏ ڄاول ڀيڻ اقليمان تمام سهڻي هئي، جيڪا شاديءَ ڪرڻ لاءِ هابيل جي نالي ٿيل هئي. هابيل جي ڀيڻ لهيودا شادي ڪرڻ لاءِ قابيل جي نالي هئي، پر قابيل ضد پيو ڪري تہ هو شادي اقليمان سان ڪندو. حضرت آدم ؑ جي سمجهائڻ تي بہ هو ضد تان نہ لٿو. آخر ۾ مقابلي لاءِ ٻنهي ڀائرن لاءِ اهو طئي ٿيو تہ ٻئي پنهنجون قربانيون پيش ڪن. پوءِ جنهن جي قرباني آسمان قبول ڪري، اهو اقليمان سان شادي ڪري. قابيل ڪڻڪ جو ڪوڙ پيش ڪيو ۽ هابيل ٻڪري پيش ڪئي. پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان آسمان مان باهہ آئي، جيڪا ٻڪري کڻي وئي. اهڙيءَ طرح قابيل هارايو. پر ان ۾ حسد وڌيو ۽ پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيائين. پاڪ ڪتاب ۾ آهي ”انهن کي پڙهي ٻڌاءِ آدم جي ٻن پٽن جي سچي خبر جڏهن ٻنهي هڪ هڪ قرباني پيش ڪئي، پوءِ هڪڙي جي قبول ٿي ۽ ٻئي جي قبول نہ ٿي. چوڻ لڳو قسم آهي مان توکي ضرور قتل ڪندس. چيائين الله انهيءَ کان قبول فرمائيندو آهي، جيڪو پرهيزگار آهي“ (27:5)

3. حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ فرعون جي وچ ۾ مقابلو ٿيو. جڏهن فرعون حضرت موسيٰ عليه السلام کي جادوگر ڪوٺيو پوءِ مقابلي لاءِ ڏينهن مقرر ٿيو جنهن ۾ فرعون پنهنجي بادشاهي مان وڏا هوشيار جادوگر گڏ ڪيا ۽ هزارين ماڻهو مقابلو ڏسڻ آيا. پهريائين جادوگرن پنهنجون رسيون، لٺيون ۽ ڪامون ميدان ۾ ڦٽي ڪيون ته اهي چرنڊڙ ۽ پجنڊڙ نانگ بلائون ڏسڻ ۾ آيون. حضرت موسيٰ عليه السلام کي پهريائين خوف محسوس ٿيو پوءِ الله تعاليٰ طرفان کيس وحي ٿيو ته پنهنجي لٺ اڇلاءِ. اها لٺ اڇلائڻ سان وڏو نانگ ٿي وئي، جيڪا جادوگرن جي ننڍين وڏن نانگن کي کائي وئي ۽ وري ان ۾ هٿ وڌائين ته ساڳي لٺ ٿي پئي. ان تي جادوگر عجب ۾ پيا. انهن هارايو پوءِ جادوگرن ايمان آندو باقي فرعون جو ڪنڌ هيٺ ٿي ويو پر ساڙان ۾ وڌيو ۽ پنهنجي ڪفر تي قائم رهيو.

4. مقابلو وڏي جنّ ۽ ڪتابيءَ جو: حضرت سليمان عليه السلام وٽ جڏهن سبا جي راڻي بيبي بلقيس اطاعت مڃي ملڻ لاءِ اچي پئي ته ان جي امتحان وٺڻ لاءِ، سڃاڻپ ڪرائڻ لاءِ يا معجزو ڏيکارڻ خاطر سندس دربار ۾ جيڪي به سندس امير يا جنّ وينا هئا، انهن سڀني کي چيائين ته توهان مان ڪو اهڙو آهي، جو سبا جي راڻيءَ جو تخت ان جي اچڻ کان اڳ مون وٽ حاضر ڪري؟ پهريائين هڪ طاقتور جنّ کيس ٻڌايو ته سائين جن دربار مان اٿندا ئي ڪونه ته مان اهو حاضر ڪندس. پوءِ اهو ماڻهو جنهن کي ڪتاب جو علم هو (توريت يا زبور جو) ان عرض ڪيو ته آقا! مان اک ڇنڀ ۾ حاضر ڪندس ۽ اهو تخت پهتو. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "سليمان فرمايو توهان مان ڪير آهي جو ان جو تخت مون وٽ کڻي اچي هن کان اڳ ۾ جو اهي منهنجي دربار ۾ فرمانبردار ٿي ڪري حاضر ٿين. هڪ وڏي جنّ چيو ته مان اهو تخت حضور ۾ حاضر ڪندس هن کان اڳ جو حضور اجلاس کان اٿن ۽ مان بيشڪ ان تي طاقت وارو ۽ امانت وارو آهيان. ان عرض ڪيو جنهن وٽ ڪتاب جو علم هو ته مان ان کي حاضر ڪندس حضور ۾ اک ڇنڀ کان اڳ." (27:40)

5. مقابلو هار ۽ جيت لاءِ هوندو آهي. عمران جي گهرواريءَ حنا پاس باسي

تہ جيڪو اولاد سندس پيٽ ۾ آهي، اهو ڄمندو تہ ان کي بيت المقدس جي خدمت لاءِ پيش ڪنديس. هن جي خواهش پٽ ڄمڻ جي هئي، پر ان کي ڌيءُ ڄائي ۽ ان جو نالو مريم رکيائين، جنهن جي معنيٰ آهي "عابده" پوءِ واعدي مطابق ان کي بيت المقدس جي سنڀال ڪندڙن جن کي احبار چوندا هئا. انهن جي اڳيان رکيو. ان وقت اهي احبار سنڀاليندڙ ڪل ستاويهہ هئا. هاڻي مسئلو اهو پيدا ٿيو تہ ان جي پالنا ڪير ڪري؟ هرهڪ جي تمنا اها هئي تہ اها مريم سنڀال لاءِ کيس ملي. انهن احبار ۾ حضرت زڪريا عليه السلام بہ هو. ان گهر ڪئي تہ اها مريم کيس ملي جو مريم جي ماسي سندس گهرواري آهي. بيين ان ڳالهہ کي بہ نہ مڃيو. آخر فيصلو اهو ٿيو تہ ڪاٺا وجهو جنهن جي ڪاٺي ۾ مريم نڪري اهو ان جي پرورش ۽ سنڀال ڪندو. ڪاٺو حضرت زڪريا عليه السلام جو نڪتو. پوءِ بيبي مريم سلام عليها حضرت عيسيٰ عليه السلام جي والده ٿي. (ڪاٺا وجهڻ بہ قسمت جي مقابلي لاءِ آهي)

6. مقابلو حضرت ابراهيم عليه السلام جي پدري شفقت، پيار، محبت جو ۽ سندس اڪيلي پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي اطاعت، فرمانبرداري ۽ صبر جو: جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام خواب ۾ ڏٺو تہ هو الله تعاليٰ جي حڪم سان پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي، جيڪو ننڍو هو اٽڪل ڏهن سالن جو ڪُهي (ذبح) ڪري رهيو آهي. پوءِ ان حضرت اسماعيل عليه السلام کان راءِ ورتي (مرضي معلوم ڪئي) پنهنجو ڏٺل خواب ٻڌائي. حضرت اسماعيل عليه السلام پنهنجي پيءُ کي چيو تہ جيڪو توکي حڪم ٿيو اهو يلي پورو ڪريو ۽ الله چاهيو تہ مون کي صبر وارن مان ڏسندين. پوءِ جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام ان جي ڳلي تي ڪاتي هلائي تہ اهو ڪنڌ الله جي حڪمت سان نڪري ويو ۽ ان جي جاءِ تي دنبو (گهٽو) ڪسجي ويو. مقابلي ۾ ٻئي پار ڳورا پر الله تعاليٰ ٻڌايو تہ سلام هجي ابراهيم تي (37:109_102_101)

ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهہ، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾
ٻَسي ٻَر عظيم جي، لِڇڪيو وڃي لوهُہ
عاشقن اندوهہ سدا معشوقن جو

7. مقابلو بادشاهہ ابرهہ ۽ ابابيل پکين جو: ابرهہ يمن ۽ حبش جو بادشاهہ هو. هن ڪنيسہ شهر ۾ هڪ عبادت گاهہ ٺهرايو جتي ماڻهو وڃي ڪعبة الله وانگر طواف ڪن ۽ پنهنجي نموني جي عبادت ڪن. پوءِ عرب جي بني ڪنانہ قبيلي جو هڪ ماڻهو اُتي ويو ۽ ان عبادتگاهہ جي بي حرمتي ڪئي، اتي گند وغيره اڇلايو. اها خبر بادشاهہ ابرهہ کي پئي ۽ ان پلاند ۾ هاٿين جي لشڪر سان ڪعبة الله ڊاهڻ لاءِ نڪتو. جڏهن مڪي شريف جي پرسان پهتو تہ ان حضرت عبدالمطلب حضور ڪريم ﷺ جو ڏاڏو ۽ بيت الله جو متولي (محافظ) جا ٻہ سؤ اٺ قبضي ۾ ڪيا. حضرت عبدالمطلب اُٺ ڇڏائڻ لاءِ آيو. ان کي ابرهہ ٻڌايو تہ مان بيت الله ڊاهڻ لاءِ آيو آهيان، ان جي بچائڻ لاءِ ڇو نہ ٿو چوين؟ پاڻ فرمايائون تہ اُنن جو مالڪ مان آهيان ۽ بيت الله جو جيڪو مالڪ آهي، اهو پاڻ ان جي حفاظت ڪندو. پوءِ جڏهن ابرهہ بيت الله جي ويجهو پهتو تہ الله تعاليٰ ابابيل (ننڍا پکي) ابرهہ جي مقابلي لاءِ موڪليا، جن ابرهہ جي لشڪر تي ننڍيون پٿريون اڇلايون، جيڪي انهن جي چنبن ۽ چُهنبن ۾ هيون. انهن ۾ اهڙو تہ اثر هو جو جنهن بہ ماڻهوءَ يا هاٿيءَ کي لڳل پيون تہ ان منجهان آر پار نڪري پيون وڃن. ائين ابرهہ جو لشڪر ختم ٿيو. (105 سڄي)

8. نجران جي نصارن جو هڪ وفد رسول ڪريم ﷺ جي دربار ۾ حاضر ٿيو ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي باري ۾ بحث ڪيو. رسول ڪريم ﷺ کين ٻڌايو تہ اهو الله جو ٻانهو ۽ ان جو موڪليل رسول آهي. ٻانهي هجڻ کي هو نہ پيا مڃن. پوءِ رسول ڪريم ﷺ کين ٻڌايو تہ جي توهان کي ڳالهائڻو آهي تہ توهان پنهنجا عالم، پٽ ۽ عورتون وٺي اچو ۽ مان بہ پنهنجا پٽ، عورتون وٺي اچان، پوءِ ڳالهايون ۽ دعا گهرون جيڪو ڪوڙو ٿئي، ان تي لعنت وجهون. نصاريٰ موٽي ويا ۽ پنهنجن وڏن عالمن سان ڳالهہ ڪئي ۽ بحث ڪرڻ لاءِ چيو. وڏي عالم نصارن جي انهن کي بحث ڪرڻ لاءِ جهليو ۽ کين ٻڌايو تہ جڏهن رسول ڪريم ﷺ دعا گهرندا ۽ امام حسن ۽ امام حسين عليهما السلام ۽ بيبي خاتونِ جنت سلام عليها آمين چوندا تہ ڪوبہ نصارو زنده نہ رهندو. پوءِ اها ڳالهہ

ٻڌي وفد ۾ شامل نصاريٰ وڏيڪ بحث ڪرڻ کان رڪجي ويا. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو: "اي محبوب! جيڪو توهان سان عيسيٰ جي باري ۾ دليل بازي ڪري هن کان پوءِ جو تو وٽ علم اچي ويو انهن کي فرمايو اچو اسان سڏيون پنهنجا پٽ ۽ توهان جا پٽ، پنهنجون عورتون ۽ توهان جون عورتون، پنهنجا ساهه ۽ توهان جا ساهه. پوءِ مباهلو ڪريون. پوءِ الله جي لعنت وجهون ڪوڙن تي. اهو ئي بيشڪ سچو بيان آهي. الله کان سواءِ ڪوئي معبود نه آهي، بيشڪ الله غالب حڪمت وارو آهي. (3:62)

# عجيب ڳالهہ جو تاڪيدي حڪم جيڪا ظاهر ٿي

1. ياد ڪريو جڏهن الله تعاليٰ پڪو واعدو ورتو انهن کان جن کي ڪتاب عطا ٿيو (انجيل ۽ توريت) تہ ضرور اوهان انهن کي ماڻهن سان بيان ڪجو ۽ نہ لڪائجو (رسول ڪريم ﷺ جي نبوت جا دليل ۽ ان جا اوصاف وغيره) ان تاڪيدي حڪم کي پنهنجي پٺيءَ پنيان اڇلائي ڇڏيو ۽ ان جي عيوض بيڪار ملهہ ورتو (ڪتاب جي عالمن) (3:87)
اي ڪتابيو! بيشڪ توهان وٽ اسان جو هي رسول تشريف وٺي آيو جيڪو توهان تي ظاهر فرمائي ٿو اهي ڳالهيون جيڪي توهان ڪتاب ۾ لڪائي ڇڏيون (رسول ڪريم ﷺ جن جون منقول اوصاف) ۽ گهڻيون ڳالهيون معاف فرمايو ڇڏي. بيشڪ الله جي طرفان نور آيو ۽ روشن ڪتاب. (15:5)
2. عورت جي ڇاتيءَ تي بہ اُيريل شيون ظاهر ٿيون جڏهن ان جي سمجهہ ڪامل ٿي. پهريائين رڳو انهن ايريل شين جا نشان هئا. انهن جي حفاظت لاءِ ڪيس تاڪيد ڪيو ويو ڇوتہ اصل اوگهڙ عورت جي اها آهي. اهي ايريل شيون عورت جي سونهن وڌائن ٿيون. اهي نعمت آهن جڏهن ماءُ ٿئي ۽ ان ۾ ٻچي لاءِ کير پيدا ٿئي ۽ الله تعاليٰ فرمايو "ڇا اسان ان (پيدا ٿيندڙ انسان) کي ٻن ايريل شين جو رستو نہ ڏيکاريو." (101:91)
3. اي آدم جي اولاد خبردار! شيطان توهان کي فتني ۾ نہ وجهي، جيئن توهان جي ماءُ پيءُ (حضرت آدم ۽ بيبي حوا) کي بهشت مان ڪڍيائين. لهرايائين انهن جي پوشاڪ جو سندن شرم جون شيون (منع ٿيل ميوي کائڻ سان ظاهر ٿيون) انهن کي نظر اچن. بيشڪ اهو (شيطان) ۽ سندس قبيلو توهان کي اتان ڏسن ٿا, جتان اوهان انهن کي نہ ٿا ڏسو. (27:7)
4. ظاهر ٿيو طعام جو خونچو جيڪو آسمان مان آيو: جڏهن حوارين

(مددگار دين جا) حضرت عيسيٰ ﷺ کي عرض ڪيو تہ پنهنجي الله کان دعا گهر تہ آسمان مان هڪ طعام جو خونچو لاهي تہ اسان ان مان کائون، جيئن اسان جون دليون مطمئن ٿين. حضرت عيسيٰ ﷺ دعا گهري تہ آسمان مان هڪ طعام جو خونچو لٿو (ظاهر ٿيو) (5:114_113) الله تعاليٰ کين تاڪيد ڪيو تہ هن کان پوءِ جيڪو ڪفر ڪندو انهن کي سخت عذاب ڪندس.

5. حضرت خضر ﷺ کي مڇيءَ ظاهر ڪيو: حضرت موسيٰ ﷺ پنهنجي خادم سان گڏ حضرت خضر ﷺ سان ملڻ لاءِ سمنڊ جو ڪنارو ورتو جيئن ان کان علم حاصل ڪري. کيس خبر نہ هئي تہ اهو ڪيئن ملندو. هن پاڻ سان سفر لاءِ تريل مڇي ۾ ماني کنئي. جڏهن کيس بُک لڳي تہ خادم کان ماني گهريائين جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي: "موسيٰ خادم کي چيو تہ ماني کڻي اچ. بيشڪ اسان کي هن سفر ۾ تڪليف آئي آهي. خادم چيو تہ ٻڌا! اسان جڏهن تڪر وٽ ترسيا هئاسين، مڇي تہ مان اتي وساري آيس ۽ مون کان شيطان اها ڳالهہ ڪرڻ وسارائي. مڇي سمنڊ ۾ پنهنجو رستو ورتو عجيب نموني (جئري ٿي سمنڊ ۾ هلي وئي). موسيٰ چيو اهو تہ اسان گهريو ٿي. پوءِ پوئتي موٽيا پنهنجي پيرن جي نشانن تي. پوءِ اسان جي ٻانهن مان هڪ ٻانهو (خضر ﷺ) ڏٺائون، جنهن کي اسان پنهنجي لدني علم سان نوازيو هو. (62:16 کان 65)

6. حضرت صالح ﷺ کان سندس قوم ثمود معجزو گهريو. الله جي حڪم سان جبل مان هڪ ڏاچي ظاهر ٿي، جنهن لاءِ تاڪيد ڪيو ويو تہ هڪ ڏينهن ڳوٺ وارا پاڻي پيرين ۽ ٻيو ڏينهن ڏاچيءَ جي پيڻ لاءِ ڇڏن. ڏاچيءَ کي ڪوبہ تڪليف نہ ڏئي، جي ان کي تڪليف ڏيندؤ تہ توهان تي عذاب ايندو. نہ مڙيا، ڏاچيءَ جون کچون ڪپيائون ۽ دردناڪ عذاب ڏٺائون. (73:7)

7. الله تعاليٰ سيني نبين کان پڪو واعدو ورتو تہ مان توهان کي ڪتاب ۽ حڪمت ڏيان ٿو پوءِ اچي (ظاهر ٿئي) اهو رسول جيڪو توهان جي ڪتابن ۽ حڪمت جي تصديق ڪري تہ ان تي ضرور ايمان آڻجو ۽

ضرور ان جي مدد ڪجو. چيا توهان اقرار ڪريو ٿا ۽ منهنجو وزني بار ڪنيو؟ سيني اقرار ڪيو. (81:3)

8. الله تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام کي تيار ڪري پوءِ جڏهن پنهنجي طرفان خاص عزت وارو ساهه موڪليو ۽ ملائڪن اڳيان سندس حڪم سان سجدي ڪرڻ لاءِ ظاهر ڪيو تہ سمورا ملائڪ ان لاءِ سجدي ۾ ڪِري پيا سواءِ ابليس جي، جنهن وڏائي ڪئي. الله جو حڪم نہ مڃيو ۽ قيامت تائين تڙيل رهيو.

9. قيامت جي ڏينهن اسان جي پاڪ رسول ڪريم ﷺ کي اهڙي مٿاهين جاءِ تي بيهاري ظاهر ڪيو ويندو جو سڀ ڪيس ڏسن ۽ سندس تعريف ڪن. پاڪ ڪتاب ۾ آهي تہ "قريب آهي جو تنهنجو رب توکي اهڙي جاءِ تي بيهاري، جتي سمورا تنهنجي تعريف ڪن. (79:19)

10. جڏهن مصر جي خزانن جي بادشاهہ عزيز پنهنجي گهرواري زليخا کي يوسف لاءِ بڇايل الزام بابت خطاوار نهرايو ۽ معافي گهرڻ لاءِ چيو اها خبر جڏهن مصر ۾ معزز گهر هئا، انهن جي زالن تائين پهتي تہ پرپٺ عزيز جي گهرواريءَ جي ڪم کي سنو نہ سمجهيو. (زليخا اهو ڪيو تہ حضرت يوسف عليه السلام کي پنهنجي محلات جي ڪمرن ۾ بند ڪري ڪيس فاحش ڪم لاءِ چيو پر الله تعاليٰ ڪيس فاحش ڪم کان بچايو) پوءِ جڏهن اها خبر وري زليخا کي پهتي تہ ان انهن معزز عورتن جي دعوت ڪئي. ڪاڏو تيار ڪرايو ميوا اڳيان رکيا. هرهڪ کي هڪ ڇري ميون ڪٽڻ لاءِ ڏنائين. پوءِ يوسف عليه السلام کي تيار ڪري انهن جي اڳيان ظاهر ڪيو. پاڪ ڪتاب ۾ آهي تہ "جڏهن زليخا انهن جي چرپر ٻڌي تہ انهن عورتن کي سڏائي ورتائين. انهن لاءِ مسند (ويهڻ لاءِ جاءِ) تيار ڪرائي ۽ انهن مان هرهڪ کي ڇري ڏنائين. پوءِ يوسف کي چيائين تہ انهن عورتن اڳيان ظاهر ٿي (اچ). جڏهن عورتن يوسف کي ڏٺو تہ چيائون تہ هيءُ بشر جي جنس مان نہ آهي پر عزت وارو ملائڪ. پنهنجا هٿ ڪپي وينيون.

11. ظاهر ٿيو الله جو روح هڪ تندرست ماڻهوءَ جي شڪل ۾ بيبي مريم جي اڳيان جڏهن هوءَ پنهنجي گهر جي ڪنهن حصي ۾ اڪيلي هئي

ان کي چيائين تہ مان الله جو موڪليل آهيان، جيئن توکي هڪ پاڪ صاف پٽ ڏيان. بيبي صاحبہ فرمايو تہ مون کي پُٽ ڪيئن ٿيندو جو مون کي ڪنهن بہ هٿ نہ لاتو ۽ نہ مان بدڪار آهيان. کيس ٻڌايو ويو تہ اهو الله تي آسان آهي. (حضرت عيسيٰ ؑ جائو)

12. ظاهر ٿيو ڪعبة الله (بيت الله) الله جي عبادت لاءِ پهريون گهر جنهن جي تعمير حضرت ابراهيم ؑ ۽ سندس فرزند حضرت اسماعيل ؑ ڪئي. جنهن جاءِ تي قائم آهي، اها جاءِ الله تعاليٰ حضرت ابراهيم ؑ کي ٻڌائي. جنهن لاءِ پاڪ ڪتاب ۾ آهي "جڏهن اسان ابراهيم کي ان گهر جي جاءِ چڱي طرح ٻڌائي ڇڏي" موجوده بيت الله جي تعمير کان اڳ ان جا نشان بہ ڪونہ هئا. ڪعبة الله جو بنياد سڀ کان پهريائين حضرت آدم ؑ رکيو ان ۾ نماز پڙهيائين ۽ طواف ڪيو. حضرت ابراهيم ؑ جي تعمير کان اڳ ڪعبة الله جي ٽي دفعا تعمير ٿي. تعمير ملائڪ، تعمير آدم ۽ تعمير شيث. حضرت نوح ؑ جي طوفان وقت ڪعبة الله مٿي ستين آسمان تي کنيو ويو. حضرت ابراهيم ؑ کي هن جاءِ جي پاڪ ۽ صاف رکڻ جو گهڻو تاڪيد ڪيو ويو. الله تعاليٰ هن جاءِ کي برڪت وارو ۽ امن وارو سڏيو آهي. ماڻهن جي موٽڻ جو ماڳ ڪونيو آهي. الله تعاليٰ هتي هڪ نماز جي پڙهڻ جو ثواب هڪ لک نماز پڙهڻ جي برابر ڏئي ٿو.

# متفرقه

## سهڻي شيءِ

1. جڏهن ڪابه شيءِ الله تعاليٰ طرفان ملندي آهي تہ ماڻهن ۾ شرارت ۽ ڪفر وڌندو آهي، جيئن تہ پاڪ ڪتاب ۾ سڀ کان سهڻو ڪتاب الله تعاليٰ نازل ڪيو ۽ الله سائين فرمايو "اي محبوب! جيڪو تنهنجي طرف تنهنجي رب جي طرفان لٿو ان جي ڪري گهڻن (ڪافرن، مشرڪن) جي شرارت ۽ ڪفر ۾ ترقي ٿيندي" (5:64)
2. حضرت يوسف عليه السلام کي الله تعاليٰ حسين بنايو ۽ پنهنجي پيءُ کي تمام پيارو هو. ان جي حسن ڪري سندس ويجهي ڀائرن ۾ شرارت پيدا ٿي ۽ سازش سٽي پنهنجي پيءُ کان راند ڪرڻ جي بهاني سان اجازت وٺي ويجي هڪ کوهہ ۾ اڇلايو جتان الله تعاليٰ کيس بچايو.
3. هابيل ۽ قابيل حضرت آدم عليه السلام جا پٽ هئا ۽ هڪ سهڻي ڇوڪريءَ تان جنهن سان ننڍو ڀاءُ شادي ڪري پيو وڏي ڀاءُ ۾ دشمني پيدا ڪئي ۽ اها شرارت ان حد تائين پهتي جو وڏي ڀاءُ، ننڍي ڀاءُ کي قتل ڪيو ۽ پوءِ پشيمان ٿيو. مشاهدي مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن جي زال سهڻي آ يا گهر ۾ ڪو بيو فرد حسين آ تہ ماڻهن ۾ ان لاءِ شرارت وڌي ٿي. پوءِ اهي سهڻا فرد يا اهو گهر تڪليف ۾ اچي ٿو ۽ مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو.
4. شيطان بہ ماڻهن کي دنيا جي حياتيءَ ۾ سڌون ڏياري ٿو ۽ شيون سينگاري ، سهڻيون ڪري ڏيکاري ٿو جيئن ماڻهو ان ۾ ڦاسن ۽ گمراهہ ٿين.

## الله تعاليٰ جا پٽ

1. الله جي مارَ پوي انهن يهودين تي جن چيو عزير الله جو پٽ آهي ۽ انهن

نصارن تي جن چيو مسيح (عيسيٰ) الله جو پٽ آهي. (90:30)

2. انسان کي مار پوي ڪيڏو نہ ناشڪر آهي. (80:17)

3. الله جا پٽيل (منافق) گمان ڪندا آهن هر بلند آواز کي پنهنجي خلاف. اهي دشمن آهن پوءِ انهن کان هوشيار رهہ. الله جي انهن تي مار پوي، ڪاڏي اونڌو وڃن ٿا. انهن کي چيو ويندو آهي اچو تہ الله جو رسول توهان لاءِ معافي گهري تہ پنهنجي مٿي کي ڦيري ڏيندا آهن (انڪار ڪندا آهن) (5:63)

4. اهي جيڪي جهالت جي نشي ۾ آخرت کي وساري ويٺا آهن ۽ قرآن کي شعر، اڳين جون ڪهاڻيون ۽ جادو چون ٿا.

5. مار پوي دل جي گهڙيندڙن تي جيڪي نشي ۾ وساري ويٺا آهن. پڇن ٿا تہ انصاف جو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو؟ (12:51_11)

## الله تعاليٰ جي بخشش

1. جيڪڏهن بچندا رهو وڏن گناهن کان جن جي توهان کي منع آهي تہ توهان جا ٻيا گناهہ بخشي ڇڏيندا سين ۽ توهان کي عزت جي جاءِ ڏيندا سين. (4:31)

2. الله تعاليٰ نٿو بخشي جو ساڻس ڪفر (شرڪ) ڪيو وڃي ۽ شرڪ کان هيٺ جو ڪجهہ آهي، جنهن کي چاهي معاف فرمائي ڇڏي. جنهن خدا جو شريڪ ٺاهيو ان وڏو گناهہ جو بهتان گهڙيو. (4:48)

3. الله تعاليٰ توهان کي عذاب ڏئي ڇا ڪندو جيڪڏهن توهان حق مڃو (الله، رسول، قرآن، قيامت) ۽ ايمان آڻيو ۽ الله صلو ڏيندڙ ڄاڻندڙ آهي. (4:147)

4. تون (رسول ڪريم ﷺ) فرماءِ اي منهنجا ٻانهؤ! (جيڪي رسول جي اطاعت ڪن ۽ ڪفر کان باز اچن) جن پنهنجو پاڻ تي زيادتي ڪئي (ظلم ڪيو گناهہ ڪمايا) الله جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو بيشڪ الله سمورا گناهہ بخشي ٿو بيشڪ اهو بخشڻهار مهربان آهي. (ڇا ڪيو؟) (1) پنهنجي رب جي طرف رجوع ڪريو. (2) ان وٽ ڪنڌ جهڪايو.

(3) ان جي پيروي ڪريو جيڪو سني مان سنو تنهنجي رب جي طرفان توهان ڏي نازل ڪيو ويو هن کان اڳي جو توهان تي عذاب اچي، پوءِ توهان جي مدد نہ ٿئي. (39:53 کان 55)

5. جيڪڏهن اهي پاڻ تي ظلم (گناهہ) ڪري ويهن تہ اهي تنهنجي (رسول ڪريم ﷺ جي) دربار ۾ حاضر ٿين، الله کان معافي گهرن ۽ رسول انهن جي شفاعت فرمائي تہ ضرور الله کي گهڻو توبهہ قبول ڪندڙ ۽ مهربان لهندا.

## قرڻ

فائدي وارو — الله تعاليٰ کي پسند آهي.

1. اهي ماڻهو جيڪي ڪعبة الله جي چوڌاري ڦرندا آهن، الله تعاليٰ کي ساراهيندي پنهنجي گناهن جو اقرار ڪندي الله تعاليٰ کان بخشش گهرندا آهن.
2. اهي ايمان وارا جيڪي رسول ڪريم ﷺ جي دربار ۾ ڦرندا آهن جهاد لاءِ، صدقو ڏيڻ لاءِ، دعائون وٺن لاءِ، نيڪ ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ، رسول ڪريم ﷺ جي زيارت لاءِ، پنهنجن قومن ۽ قبيلن کان ڦرندا آهن رسول ڪريم ﷺ تي ايمان آڻڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ.

نقصان وارو — الله تعاليٰ کي ناپسند آهي:

1. اهي جيڪي ايمان آڻي اسلام ۾ داخل ٿيا، پوءِ ڦري ويا.
2. اهي جيڪي الله ۽ سندس رسول ڪريم ﷺ سان واعدو ڪري پوءِ پنهنجي واعدي تان ڦري ويا.
3. اهي جيڪي گناهہ ڪمائڻ لاءِ ڦرن ٿا.
4. اهي جن جي دل ۾ مرض آهي سي يهودين ۽ نصارن ڏانهن ڦرن ٿا تہ متان ڪو چڪر نہ اچي وڃي.

## الله تعاليٰ جي مؤمنن کي غيرت ڏيارڻ

1. جي مؤمن آهيو (ايمان رکو ٿا) تہ انهن سان وڙهو جن رسول ڪريم ﷺ کي پنهنجي شهر (مڪي مڪرمہ) مان ڪڍيو. انهن کان نہ ڊڄو

آڳرائي انهن جي آهي. الله کين عذاب ڏيندو اوهان جي هتان. ايمان وارن جي دل کي سڪون بخشيندو. (14:9)

2. اي آدم جي اولاد خبردار! شيطان توهان کي فتني ۾ نہ وجهي. جيئن توهان جي ماءُ پيءُ (حضرت آدم ۽ بيبي حوا) کي بهشت مان ڪڍيائين. لهرايائين انهن جي پوشاڪ جو سندن شرم جون شيون (منع ٿيل ميوي کائڻ سان ظاهر ٿيون) انهن کي نظر اچن. بيشڪ اهو (شيطان) ۽ سندس قبيلو توهان کي اتان ڏسن ٿا. جتان اوهان انهن کي نہ ٿا ڏسو. (27:7)

3. توهان کي ڇا ٿيو آهي جو الله جي واٽ ۾ لڙائي نہ ٿا ڪريو ڪمزور مردن، عورتن ۽ ٻارن لاءِ. جيڪي دعا گهري رهيا آهن (سڏي رهيا آهن) تہ اي اسان جا رب! اسان کي هن شهر مان ڪڍ. جنهن جا ماڻهو ظالم آهن ۽ اسان کي پنهنجي طرفان حمايتي ۽ مددگار عطا ڪر. (75:4)

4. اي نبيءَ جون بيبيون (گهرواريون)! جيڪا توهان مان صريح حياءَ جي خلاف ڪا جرئت ڪري تہ ان تي ٻين کان ٻيڻو عذاب ٿيندو ۽ اهو الله تي آسان آهي. (30:33)

## نرميءَ سان ڳالهايو

1. ٻارن سان، پوڙهن (پيرسن) سان ۽ سرڪش جي اڳيان تہ من ڏيان ڪن.

2. حضرت علي ﷺ جو قول آهي تہ پنهنجي نفس سان سختيءَ سان پيش نہ اچو پر نرمي ڪريو. جڏهن راهہ تي اچي تہ ان کان نيڪيءَ جو ڪم وٺو.

3. عورتن کي گهرجي تہ غير مردن سان ڳالهائڻ ۾ اهڙي نرمي نہ ڪن جو دل جو مريض لالچ ڳولي. (32:33)

4. پوءِ ڪهڙي نہ مهرباني آهي جو اي محبوب! تون انهن لاءِ نرم ٿيو آهين. جيڪڏهن توهان سخت دل هجو ها (ملڻ ۾، ڳالهائڻ ۾، روش ۾) تہ هو ضرور توهان وٽان ٽڙي پکڙي وڃن ها. تنهنڪري توهان انهن کي معاف

فرمايو ۽ انهن جي شفاعت ڪريو ۽ ڪمن ۾ انهن کان مشورو وٺو. (159:3)

## مجبوري

1. جنهن وقت هجرت فرض هئي ان وقت جن ماڻهن (مسلمانن) جي دل گهري پئي هجرت ڪرڻ لاءِ پر اهي مرد، زالون ۽ ٻار دٻائي رکيا ويا، ڪمزور هئا. انهن کي هجرت ڪرڻ جو ڪو حيلو نظر نه آيو ته الله تعاليٰ معاف فرمائيندڙ مهربان آهي.
2. جيڪڏهن توکي شيطان مجبور ڪري (ڏوهه لاءِ اڀاري) ته تون الله جي پناهه گهر.
3. زڪوات انهن ماڻهن لاءِ آهي، جيڪي محتاج ۽ نادار آهن.
4. ڪو حرج نه آهي ضعيفن تي، بيمارن تي ۽ نه انهن تي جن کي خرچ ڪرڻ جي طاقت نه هجي جو جهاد ۾ شريڪ ٿين پر الله ۽ سندس رسول جا خير خواهه هجن... الله بخشڻهار مهربان آهي.
5. روزا فرض آهن. اوهان مان جيڪو بيمار هجي يا سفر ۾ هجي ته اوترا روزا ٻين ڏينهن ۾ رکي. جن کي روزي رکڻ جي طاقت نه هجي ته اهو هڪ مسڪين جو کاڌو فديي ۾ ڏئي (هرهڪ روزي لاءِ) جي اها به طاقت نه آهي ته پوءِ الله کان معافي گهري.
6. بيشڪ الله توهان تي حرام ڪيو مردار، رت، سوئر جو گوشت ۽ اهو جانور جنهن تي ڪهڻ وقت الله کان سواءِ ٻئي جو نالو ورتو وڃي. پر جيڪو لاچار ٿئي ۽ نه طلب ڪندڙ ۽ نه حد ٽپندڙ پوءِ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.
7. فاسق چون ٿا انهن (مسڪين مسلمانن) تي خرچ نه ڪريو جيڪي رسول الله وٽ آهن، ايستائين جو مجبور (پريشان) ٿي موٽي وڃن. الله جي واسطي آهن آسمانن ۽ زمين جا خزانا پر منافقن کي سمجهه نه آهي.
8. مجبوريءَ جو صبر: جڏهن ظالم کان بدلو وٺي نه سگهجي ته اهو مجبوريءَ جو صبر آهي.

9. جيڪڏهن توهان بيمار هجو يا سفر ۾ هجو يا قضا حاجت کان اچو يا توهان عورتن سان صحبت ڪئي ۽ انهن صورتن ۾ پاڻي نہ لڌو تہ پوءِ پاڪ مٽيءَ مان تيمم ڪريو. پنهنجي منهن ۽ هٿن جي ان مٽيءَ سان مسح ڪريو. الله نٿو چاهي تہ توهان تي تنگي ڪري. هائو چاهي ٿو تہ توهان کي خوب پاڪ ڪري ۽ پنهنجي نعمت توهان تي پوري ڪري تہ من احسان مڃو.

10. جيڪو ايمان آڻي منڪر ٿيو سواءِ ان جي جو ڪيس مجبور ڪيو ويو هجي ۽ ان جي دل ايمان تي جميل هجي، پر اهو جيڪو دل کولي ڪري ڪافر ٿيو، انهن لاءِ الله جو غضب آهي ۽ وڏو عذاب.

11. مجبور نہ ڪريو پنهنجين ٻانهين کي بدڪاريءَ تي جڏهن جو اهي بچڻ چاهن..... ۽ جيڪو انهن کي مجبور ڪندو پوءِ بيشڪ الله ان کان پوءِ جو اهي مجبور ٿي آهن، بخشڻهار مهربان آهي.

12. اسان انسان کي تاڪيد ڪيو پنهنجي ماءُ پيءُ سان چڱائي جو ۽ جيڪڏهن اهي ڪوشش سان توکي مجبور ڪن جو تون مون سان شريڪ ڪرين جنهن جو توکي علم نہ آهي تہ پوءِ انهن جو چيو نہ مڃ.

13. شديد خوف جي حالت ۾ جيڪو مسلمان برداشت جي طاقت نٿو رکي، ان کي ڪفر جي ڪلمي چوڻ جي اجازت آهي جان بچائڻ لاءِ. مخالف جي ظلم ۽ ستم ۾ آهي تہ ان کي ايمان لڪائڻ گهرجي ۽ ڪافرن سان ائين هجي جڻ انهن مان آهي.

14. پاڪ ڪتاب ۾ آهي تہ انسان هيٺو ۽ ڪمزور پيدا ڪيو ويو آهي، ان ڪري الله تعاليٰ جي مدد ۽ فضل ونڻ جو محتاج آهي. الله تعاليٰ ٻڌايو تہ جيترا بہ آسمانن ۽ زمين ۾ آهن، اهي سڀ ان جا سوالي آهن. سوال ڪندڙ محتاج ۽ مجبور هوندا آهن.

15. خساري ۾ پيا اهي جيڪي حرام ناهن تا ان کي جيڪا روزي الله انهن کي ڏني آهي. (40:6) پر اهي شيون جيڪي ڪنهن مرض کي وڌائن، نقصان ڏين ۽ حلال هجن. ماڻهو ان کان پاسو ڪري ٿو پرهيز ڪري ٿو مجبوريءَ جي حالت ۾ ارادي سان نٿو ڪري.

# پڇاڻو

1. جن الله جي ڪلام کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو (ڪن چيو جادو آ، اهو پنهنجي طرفان گهڙيل (لکيل) آ، ڪن چيو اڳين جا قصا آهن) پوءِ تنهنجي رب جو قسم اسان ضرور انهن سمورن کان پڇنداسين جو ڪجهه اهي ڪندا هئا. (15:93_92)
2. بيشڪ ان ڏينهن (قيامت) توهان کان ضرور نعمتن بابت پڇا ٿيندي. (8:102) (جن شين مان لذتون وٺندا هئا، ڪيئن خرچ ڪيو ڪيترو شڪر ڪيو)
3. جن کي الله کان سواءِ پوڄيندا آهن. پوءِ انهن معبودن کي الله فرمائيندو ڇا توهان گمراهه ڪيو منهنجي ٻانهن کي يا پاڻ ڀلجي ويا. اهي عرض ڪندا پاڪائي آهي تنهنجي اسان کي لائق نه هو جو ٻئي کي مولا بنايون پر تو انهن کي ۽ انهن جي ابن ڏاڏن کي نفعو ڏنو ايتري تائين جو اهي تنهنجي يادگيري وساري وينا ۽ اهي ئي هئا هلاڪ ٿيڻ وارا. (16:25)
4. (قيامت ڏينهن) پوءِ اهو جنهن کي اعمال نامو سڄي هٿ ۾ ڏنو ويو ان کان عنقريب سؤلو امتحان (پڇاڻو) ورتو ويندو...... ۽ جنهن کي عمل نامو پٺيءَ پٺيان ڏنو ويو اهو عنقريب موت گهرندو. (7:84 کان 9)
5. جڏهن مجرمن کان گناهن جو پڇاڻو ٿيندو ته اهي گناهن جو انڪار ڪندا ۽ جهيڙو ڪندا. (31:39)
6. جڏهن مجرم شاهدن کي نه مڃيندا ۽ الله تعاليٰ کين پنهنجي علم سان ٻڌائيندو ۽ مجرم ان جو به انڪار ڪندا. پوءِ انهن جي منهن تي مُهر هڻندو ۽ مجرمن جا هٿ، پير ۽ کلون ڳالهائيندا انهن خلاف. (20:41 کان 23)
7. پوءِ بيشڪ اسان پڇنداسين جن وٽ رسول ويا ۽ ضرور پڇنداسين رسولن کان. پوءِ ضرور انهن کي ٻڌائينداسون پنهنجي علم سان ۽ اسان غائب نه هئاسون. (7:7)
8. جيڪي ڪندا آهيو تنهن بابت ضرور اوهان کان پڇبو. (93:16)

9. جنهن ڏينهن الله سمورن پيغمبرن کي گڏ ڪندو ۽ پڇندو تہ اوهان کي ڪهڙو جواب ڏنو ويو (پنهنجن قومن) اهي چوندا تہ اسان کي خبر نہ آهي (ماڻهن جي دلين جي) ڇوتہ تون (الله) غيب جو ڄاڻندڙ آهين. (10_9:5)
10. ۽ بيشڪ ضرور پنهنجا بار کڻدا (ڪافر) ۽ پنهنجن بارن سان گڏ ٻيا بار بہ ۽ قيامت ڏينهن انهن کان پڇا ڪئي ويندي جيڪي بهتان گهڙيندا هئا. (13:29)
11. قرآن بابت پڇا ڪئي ويندي تہ ان جو حق توهان ڪيترو ادا ڪيو ان جي ڪيتري تعظيم ڪئي.
12. بيشڪ ان کان اڳي اهي الله سان عهد ڪري چڪا هئا تہ اهي پٺي ڏئي نہ ڦرندا ۽ الله جي عهد بابت پڇا ڪئي ويندي. (15:33)
13. ضرور توهان کان توهان جي عملن بابت پڇا ٿيندي. (93:16)
14. واعدو پورو ڪريو بيشڪ واعدي بابت پڇا ٿيڻي آهي. (34:17)
15. بيشڪ ڪن، اکيون ۽ دل سمورن کان پڇا ٿيڻي آهي. (36:17)

## مايوسي–نااميدي

مايوسي يا نااميدي اها آهي جو انسان ڪوشش ڪري ۽ ڪامياب نہ ٿئي. بيماريءَ مان صحت نہ ملي، نوڪري يا روزگار نہ ملي، الله تعاليٰ کان ڪنهن نيڪ ڪم لاءِ دعا گهرجي تہ اها قبول نہ پوي يا دير ٿئي، ڪير انعام يا عنايت ڏيڻ جو واعدو ڪري ۽ اهو نہ ملي وغيره.

نتيجو: ڪوشش ڇڏي ڏيڻ، عبادت کان هٽڻ، ڀروسو نہ ڪرڻ، خودڪشي ڪرڻ. پاڪ ڪتاب ۾ مايوسي لاءِ فرمايل آهي:

1. ڪافرن، مشرڪن، يهودين ۽ نصارن سيني رسول ڪريم ﷺ جن جي دينِ اسلام لاءِ شرارتون ڪيون، تڪليفون ڏنيون، جنگيون وڙهيا، سڀ حيلا انهن جا ختم ٿيا. اهي دينِ اسلام تي غالب اچڻ کان مايوس ٿيا، نااميد رهيا جيئن ڪلام پاڪ ۾ آهي "اڄ توهان جي دين جي طرفان ڪافرن جي اميد ختم ٿي وئي. هاڻي توهان انهن کان نہ ڊڄو ۽ مون کان ئي ڊڄو....." (3:5)

2. اي محبوب! جڏهن توهان جي رب ملائڪن کي وحي موڪليو تہ مان توهان سان گڏ آهيان، توهان مسلمانن کي ثابت قدم رکو (مايوس يا نااميد ٿيڻ نہ ڏيو جو همت هارن) عنقريب مان ڪافرن جي دل ۾ رعب وجهندس، پوءِ ڪافرن کي ڪنڌ کان مٿي ڌڪ هڻو... هن ڪري جو انهن الله ۽ رسول جي مخالفت ڪئي. (12:8)

3. جڏهن ملائڪ حضرت ابراهيم عليه السلام وٽ پُٽ اسحاق ٿيڻ جي خوشخبري کڻي آيا تہ ان وقت سندس عمر هڪ سؤ سالن کان مٿي هئي ۽ سندس بي زال بيبي ساره جي عمر اٽڪل نوي سال هئي. ملائڪن جو ٻڌي بيبي صاحبہ چيو "هاءِ ويل (تعجب ۽ مايوسي ڏيکارڻ) مون کي ٻار ڪيئن ٿيندو جڏهن تہ مان پوڙهي آهيان ۽ هي منهنجو تمام پوڙهو مڙس." ملائڪن چيو تہ الله جي ڪم تي حيرت نہ ڪر. (73:11)

4. حضرت يعقوب عليه السلام کي پنهنجي پٽن جي مڪر جي ڄاڻ هئي جو ڪيس ٻڌايائون تہ حضرت يوسف عليه السلام کي بگهڙ کائي ويو. پوءِ صبر ڪيائين ۽ آخر پنهنجي پٽن کي چيائين تہ اي پٽؤ! وڃو يوسف ۽ سندس ڀاءُ (بن يامين) جو پتو ڪريو ۽ الله جي رحمت کان مايوس نہ ٿيو بيشڪ الله جي رحمت کان ڪافر ئي نااميد ٿيندا آهن. (87:12)

5. جڏهن اسان انسانن تي احسان ڪندا آهيون تہ منهن ڦيري ٿو ۽ پنهنجي طرف هٽي وڃي ٿو. جڏهن ان کي تڪليف پهچي ٿي تہ نااميد ٿيو وڃي، مايوس ٿئي ٿو. تون فرماءِ سيڪو پنهنجي ڍنگ تي ڪم ڪندو آهي. پوءِ تنهنجو رب ڄاڻي ٿو تہ ڪير سڌي واٽ تي آهي. (84:7)

6. اي محبوب! تون فرماءِ اي منهنجا اهي ٻانهؤ جن پنهنجو پاڻ تي زيادتي ڪئي (گناهہ ڪيا) الله جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو بيشڪ الله سمورا گناهہ بخشي ٿو. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (53:39)

7. جڏهن قيامت ٿيندي تہ مجرمن جي اميد ٽُٽي ويندي ۽ مايوس ٿيندا جو انهن جا ناهيل شريڪ انهن جا سفارشي نہ ٿيندا ۽ اهي پنهنجي شريڪن جا انڪاري ٿي ويندا. (13:30)

## حق نٿو پهچي- شان نہ آهي

1. الله جو هي شان نہ آهي جو توهان جو ايمان ضايع ڪري. بيشڪ الله انسانن تي نهايت ٻاجهارو ۽ مهربان آهي. (143:2)
2. ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي هيءُ حق نٿو پهچي جو الله ان کي ڪتاب، حڪم ۽ پيغمبري ڏئي، پوءِ اهو ماڻهن کي چوي تہ الله کي ڇڏي منهنجا ٻانها ٿي وڃو. (79:3)
3. مسلمان کي حق نہ آهي جو ڪنهن مسلمان جو خون ڪري مگر خطا ۾. (92:4)
4. ڪنهن نبيءَ جو هيءُ شان نہ آهي جو لڪائي رکي. جيڪو بہ ڪجھ لڪائي رکندو اهو قيامت ڏينهن پنهنجي لڪايل شيءِ کڻي ايندو. (161:3)
5. ڪنهن نبيءَ کي لائق نہ آهي جو ڪافرن کي زندھ گرفتار ڪري جيستائين انهن جو رت زمين تي نہ وهائي. (67:8)
6. مشرڪن جو حق نہ آهي جو الله جون مسجدون نهرائن. اهي شاهد آهن پنهنجي ذات تي ڪفر جا. اهي ئي آهن جن جا سمورا عمل ڇٽ ٿي ويا ۽ هميشہ باھہ ۾ رهندا. (17:9)
7. مديني وارن ۽ آس پاس وارن ٻَوٺاڻن کي لائق نہ هو جو رسول الله کان پٺتي رهجي وڃن ۽ نہ ئي وري پاڻ کي ان جي ذات کان وڌيڪ پيارو رکن. (120:9)
8. هن قرآن جو هي شان نہ آهي جو پنهنجي طرفان ڪو گهڙي وٺي الله جي نازل ڪرڻ کان سواءِ.... ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي رب العالمين طرفان نازل ڪيل آهي. (37:10)
9. توهان جي رب جو شان نہ آهي جو ڳوٺن کي بي وجھہ تباھہ ڪري ۽ ان جا ماڻهو چڱا هجن. (117:11)
10. رحمان جي لائق نہ آهي جو اولاد اختيار ڪري. آسمانن ۽ زمين ۾ جيترا بہ آهن، سمورا سندس درگاھہ ۾ ٻانها ٿي ڪري حاضر ٿيندا. (92_93:19)

11. پوءِ اسان انهن (قومن) مان هرهڪ کي سندن گناهن تي پڪڙ ڪئي. ڪن تي پٿر وسايا، ڪن تي خوفناڪ آواز، ڪن کي زمين ۾ ڳهايو ۽ ڪن کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙيو. الله جو شان نہ هو جو انهن تي ظلم ڪري، هائو اهي پاڻ سان پاڻ ئي ظلم ڪري رهيا هئا. (40:29)
12. ڪنهن بہ مسلمان مرد ۽ مسلمان عورت کي حق نہ ٿو پهچي جو الله ۽ رسول ڪجهہ فرمائن پوءِ انهن کي پنهنجي معاملي جو ڪو اختيار رهي. جيڪو حڪم نہ مڃي الله ۽ رسول جو، اهو بيشڪ پڌري ڪي ويو. (36:33)
13. توهان کي حق نٿو پهچي جو رسول الله کي ايذايو (تڪليف پهچايو) ۽ نہ هيءُ تہ ان کان پوءِ ڪڏهن بہ سندن ٻيبين سان نڪاح ڪريو. بيشڪ اها ڳالهہ الله وٽ سخت ڳري آهي. (53:33)
14. الله جو شان نہ آهي جو هدايت ڪرڻ کان پوءِ گمراهہ ڪري جيستائين جو انهن کي صاف ٻڌائي تہ ڪهڙين شين کان انهن کي بچڻو آهي.

## منهن ۾ موسيٰ جهڙو اندر ۾ ابليس
## (اندر ڪارو ڪانوَ، ٻاهر ٻولي هنج جي)

1. فرعون جي قوم کي الله تعاليٰ مصيبت ۾ مبتلا ڪيو. جدا جدا وقتن ۾ انهن کي جُون، ڏيڏر، سُرو (جيت)، رت وغيره موڪليو ان ڪري تہ ڪڏن ڪمن کان باز اچن ۽ ايمان آڻن. پوءِ اهي حضرت موسيٰ ﷺ وٽ آيا ۽ چيائون "اي جادوگر! اسان جي واسطي پنهنجي رب کان دعا گهر، ان عهد سبب جيڪو تو وٽ آهي. بيشڪ اسان هدايت تي ايندا سين." جڏهن انهن کان مصيبت ٽري تہ ڦري ويا. (45:43)
2. حضرت يوسف ﷺ جا ڀائر جن حسد جي ڪري ان کي کوهہ ۾ اڇلايو پنهنجي پيءُ حضرت يعقوب ﷺ کي چيائون "اي اسان جا ابا! توکي ڇا ٿيو آهي جو يوسف جي باري ۾ اسان تي اعتبار نٿو ڪرين. اسان ان جا خيرخواهہ آهيون. صبحاڻي ان کي ڇڏ تہ اسان سان هلي کائي پيئي، راند ڪري ۽ اسان ان جا نگهبان آهيون." (11:12)

3. جڏهن منافق توهان (رسول ڪريم ﷺ) جي حضور ۾ حاضر ٿين ٿا. چون ٿا اسان شاهدي ڏيون ٿا ته بيشڪ حضور الله جا رسول آهن ۽ الله ڄاڻي ٿو ته بيشڪ تون ان جو رسول آهين ۽ الله شاهدي ڏئي ٿو ته منافق ضرور ڪوڙا آهن. (1:63)
4. جن الله سان عهد ڪيو هو ته جيڪڏهن اسان کي پنهنجي فضل سان ڏيندو ته اسان ضرور خيرات ڪنداسين ۽ چڱن مان ٿينداسين. پوءِ جڏهن الله انهن کي پنهنجي فضل سان ڏنو ته ان ۾ بخيلي ڪرڻ لڳا ۽ منهن ڦيري ڦري ويا. الله انهن جي دلين ۾ نفاق پيدا ڪري ڇڏيو ان ڏينهن تائين جو ان سان ملندا ان سبب جو الله سان ڪوڙو واعدو ڪيائون ۽ ڪوڙا هئا. (77:9)
5. حديبيه جي سال مديني شريف جي ويجهو رهندڙ اعرابي رسول ڪريم ﷺ سان عمري ڪرڻ لاءِ نه نڪتا. پاڪ ڪتاب ۾ آهي "اسان کي مال ۽ گهرٻار روڪي ورتو (اعرابي ٻڌائن پيا رسول پاڪ کي) هاڻي سائين جن اسان لاءِ بخشش گهرن. الله تعاليٰ ٻڌايو پنهنجي زبان سان ڳالهه ڪن ٿا جيڪا سندن دل ۾ نه آهي.... بلڪ توهان جو گمان هو ته رسول ۽ مسلمان هرگز گهرن ڏي واپس نه ايندا (شهيد ٿي ويندا) اها ڳالهه پنهنجي دل ۾ چڱي سمجهي ويٺا هئا ۽ توهان تمام برو گمان ڪيو هو." (12:48)

## ڪجهه "ڇو" ۽ "ڇا لاءِ" سوالن جا جواب

1. الله تعاليٰ پنهنجي سمورن ٻانهن جو رزق ڪشادو (وسيع) ڇو نه ٿو ڪري؟

ان ڪري جو اهي ضرور زمين ۾ فساد پکيڙن ها ۽ اهو انداز سان لاهي ٿو جيترو گهري.

2. انسان کي مصيبتون ۽ تڪليفون ڇو ٿيون پهچن؟

هڪڙيون مصيبتون ۽ تڪليفون انسان لاءِ آزمائش هونديون آهن. صبر ڪرڻ سان اجر ملندو آهي.

جيڪي ڏنائون، سو سِرُ ڏئي سَهہ جندڙا
مَ چئو چنائون، اي پڻ ڳنڍيو سڄڻين (شاھہ)

بيون مصيبتون ۽ پريشانيون انسان کي پنهنجن گناهن ۽ غلطين جي ڪري پهچن ٿيون.

3. ڪافر چون ٿا جي رحمان چاهي ها تہ اسان انهن بتن کي نہ پوڄيون ها - ڇو؟

اهو ان ڪري ٿا چون جو انهن کي ان جي حقيقت ڪجهہ بہ معلوم نہ آهي. ائين اٽڪلون هلائيندا آهن.... اڳ ۾ ڪتاب ۽ رسول آيا تہ انهن جو چيو نہ ورتو ۽ چيائون تہ اسان پنهنجي پيءُ ڏاڏن کي جنهن دين تي ڏٺو اسان انهن جي قدمن تي هلون ٿا. (22:43)

4. شيطان ماڻهن کي سڌي وات کان ڇو ٿا روڪين؟

شيطان جي ايمان وارن سان دشمني آهي. اهي پنهنجي ٽولي کي وڌائڻ گهرن ٿا. شيطان الله تعاليٰ کي حضرت آدم عليہ السلام لاءِ ٻڌايو هو تہ "اهو جنهن کي تو مون کان وڌيڪ عزت وارو ڪيو ان جا ڪم ڏسجانءِ" اها ڳالهہ خيال ۾ رکي جيڪا بہ دشمني پڇيس تي اها ڪري ٿو.

5. اي ايمان وارؤ! پنهنجو آواز رسول ڪريم ﷺ جي آواز کان مٿي نہ ڪريو ۽ ان جي حضور رڙ ڪري نہ ڳالهايو - ڇو؟

رسول ڪريم ﷺ اسان جهڙو بشر نہ آهي. الله تعاليٰ جو حڪم آهي تہ ان جي تعظيم ڪريو ادب سان ڳالهايو. اها ڳالهہ الله تعاليٰ کي ايتري تہ ناپسند آهي جو ڏاڍيان ڳالهائڻ وارن لاءِ پاڪ ڪتاب ۾ آهي "متان اوهان جا نيڪ عمل چٽ ٿي وڃن ۽ توهان کي خبر بہ نہ پوي" (2:49)

6. رسول ڪريم ﷺ کي الله تعاليٰ فرمايو تہ قرآن سان نصيحت ڪندو رهہ. ڪافرن، مشرڪن، سرڪش ماڻهن کان نہ ڊڄ - ڇو؟

چاڪاڻ تہ الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ کي فرمايو تہ تون اسان جي حفاظت ۾ آهين، تنهنجو ڪجهہ بہ نہ بگاڙيندا. (49:52)

7. ماڻهن کي چڱائي طرف سڏيو چڱن ڪمن ڪرڻ جو چئو ۽ برائي کان روڪيو - ڇو؟

ان ۾ توهان جو چوٽڪارو آهي، توهان کي ڀلائي ملندي

8. اي ايمان وارؤ! غيرن کي پنهنجو رازدار نہ بنايو (انهن سان دوستي نہ رکو محبت جا تعلقات نہ رکو) — ڇو؟

ڇاڪاڻ تہ اهي توهان جي بُرائي ۾ ڪمي نہ ٿا ڪن. جيترو ايذاءُ اوهان کي پهچي، اها انهن جي خواهش آهي. انهن جي ڳالهين مان دشمني ظاهر ٿي پئي. جيڪو سيني ۾ لڪايو اٿن، اهو تمام وڏو آهي. توهان انهن کي چاهيو ٿا ۽ اهي توهان کي نہ ٿا چاهن.

9. انهن (منافقن) جي دلين ۾ الله کان وڌيڪ توهان جو ڊپ آهي — ڇو؟

هي ان ڪري جو اهي بي سمجھ ماڻهو آهن..... تون انهن کي هڪ جٿو سمجهندين، حالانڪہ انهن جون دليون جدا جدا آهن. اهو هن ڪري جو اهي بي عقل ماڻهو آهن.

10. منهنجي ٻانهن کي فرماءِ تہ اها ڳالھ چون، جيڪا سڀ کان چڱي هجي (سٺو ڳالهايو) — ڇو؟

خراب ڳالهائڻ سان شيطان انهن ۾ فساد وجهي ٿو. بيشڪ شيطان ماڻهوءَ جو کليل دشمن آهي.

11. قرآن مجيد مان اوهان کي جيترو سؤلو لڳي، اوترو پڙهو — ڇو؟

الله تعاليٰ کي معلوم آهي جو عنقريب توهان مان ڪي بيمار ٿيندا (شفا آهي) ڪي زمين ۾ الله جو فضل تلاش ڪندا (روزيءَ ۾ برڪت) ڪي الله جي راھ ۾ لڙندا (فتح لاءِ — ڪاميابي لاءِ)

12. الله تعاليٰ عذاب ۾ چو ٿو پڪڙي؟

ڇاڪاڻ تہ ڇڏڻ ۽ چوٽ ڏيڻ سان هٿ ڏرمي ڪندا — سڌرڻ ۽ غور ڪرڻ لاءِ.

13. حضرت ابراهيم ﷺ پنهنجي پيءُ ۽ قوم کي چيو تہ هي مورتيون بت آهن، انهن جي اڳيان گوڏا کوڙي چو ٿا جهڪو؟

چيائون تہ اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کي انهن جي پوڄا ڪندي ڏٺو هو. (53:21) ڪن چيو تہ اهي اسان کي الله جي ويجهو ڪندا آهن.

14. جيڪي الله جي واٽ ۾ ماريا ويا (شهيد ٿيا) تن کي هرگز مئل نہ چئو پر مئل جو خيال يا گمان بہ نہ ڪريو — ڇو؟

چاڪاڻ تہ اهي پنهنجي پالڻهار وٽ زنده آهن. روزي ملين ٿي (روزيءَ جو واسطو جسم ۽ روح سان آهي) خوش ٿين ٿا. انهن لاءِ وڏو اجر، بخشش ۽ رحمت آهي. انهن تي الله جو فضل آهي. (169:3)

15. بيشڪ اسان زمين جو سينگار ڪيو جو ڪجھ ان تي آهي — ڇا لاءِ؟

جيئن انهن (رهندڙن) کي آزمايون تہ ڪنهن جا ڪم چڱا آهن انهن مان (18:8_7) دنيا جي حياتيءَ ۾ انسان جو سينگار: زالون، پٽ، پوڪون، باغ، سواري، جايون، چوپايا، خزانا، پوشاڪون وغيره اهي سڀ آزمائش ۽ پرک آهن، خراب نہ آهن. انهن جي هجڻ سان شڪر کي نہ وسارجي، الله جي ذڪر کي نہ وسارجي، الله جي بندن کي نہ وسارجي.

16. حضرت موسيٰ عليه السلام پاڻ پيغمبر هو پوءِ خضر عليه السلام وٽ ڇو ويو؟

الله تعاليٰ پنهنجي علم، فضل، رحمت سان خاص ڪندو آهي جنهن کي چاهي. سيني علمن جي انتها الله وٽ آهي ۽ پاڻ ڪشادگي، گهرائي سان ڄاڻندڙ (واسع عليم) آهي تہ نبوت ڪتي رکي، علم ۽ حڪومت ڪنهن کي ۽ ڪيتري ملي. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو تہ "اسان خضر کي پنهنجي طرفان رحمت ڏني هئي ۽ پنهنجي طرفان لدني علم عطا ڪيو." (66:18) حضرت موسيٰ عليه السلام، خضر عليه السلام کي چيو "مان تو وٽ آيو آهيان نيڪ ڳالهيون سکڻ جنهن جو توکي علم مليو." پوءِ حضرت موسيٰ عليه السلام، خضر عليه السلام کان ٽي ڳالهيون سکيون: (1) مسڪين جي مدد ڪرڻ (2) مؤمن جي مدد ڪرڻ (3) يتيم جي مدد ڪرڻ.

17. اڪثر ڪري ڪافر ڊڄڻا هوندا آهن — ڇو؟

ان ڪري جو انهن الله تعاليٰ جو شريڪ ناهيو جيڪو الله کان نٿو ڊڄي اهو سڀ کان ڊڄي ٿو ۽ جيڪو الله کان ڊڄي ٿو اهو ڪنهن کان بہ نٿو ڊڄي.

18. اسان الله تعاليٰ کي عرض ڪريون ٿا تہ جي عبادت نہ ڪريون، ان ۾ ڪوتاهي ڪريون يا گناهہ ڪريون تہ اسان کي پڪڙ نہ ڪر، سختي نہ ڪر — ڇو؟

ان ڪري جو انسان ويسارو ۽ غلطيءَ جو گهر آهي. وسارائيندڙ شيطان

آهي جو سستي ڏئي ۽ غافل ڪري. جيئن حضرت يوسف عليه السلام سان جيل ۾ رهندڙ بادشاهه جي خادم کان بادشاهه وٽ ان جي بي ڏوهي هجڻ جي ڳالهه وسارائي يا جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي خادم کان ماني گهري ته ان ۾ پڪل مڇي نه ڏنائين. خادم ٻڌايو ته توهان آرام ۾ هئو ته اها مڇي جيئري ٿي سمنڊ ۾ هلي وئي ۽ اها ڳالهه ڪرڻ مون کان شيطان وسارائي.

ٻيو ته اسان ۾ نفس اماره موجود آهي، جيڪو سنها ٿلها ڏوهه ڪرائي ٿو. شيطان اسان وٽ هلي اچي ٿو وسوسا وجهڻ لاءِ. ڏوهه ڪرڻ جي ايارڻ لاءِ ۽ نفس اماره اسان کي وٺي وڃي ٿو غلطيءَ طرف ۽ اسان ڪمزور آهيون. پوءِ ياد اچڻ تي پنهنجي مالڪ کي رحم لاءِ ٻاڏايون ٿا.

19. رسول ڪريم ﷺ جي امت لاءِ جنهن ۾ اسان سڀ آهيون. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ فرمايو "توهان ڀلا آهيو سڀني امتن کان جيڪي ماڻهن ۾ ظاهر ٿيون" — ڇو؟

ان ڪري جو رسول ڪريم ﷺ جن پارس کان وڌيڪ هئا. پارس لوهه کي لڳڻ سان ان کي سونُ ڪندو آهي، پر پاڻ ڪريمن ﷺ جي صحبت ۽ تعليم پارس پيدا ڪيا ۽ اهو ان جي رسالت ۽ مليل قرآن مجيد جو اثر آهي جو مؤمن پاڻ کي بہ سڌاري ٿو ۽ ٻين جي زندگي پاڪ ڪرڻ ۽ سڌارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اڳين نبين ۽ رسولن ڪريمن جي تبليغ سان تمام گهٽ ماڻهن ايمان آندو ۽ جن ايمان آندو اهي ناصح ۽ مبلغ (واعظ ڪندڙ) نه ٿيا. الله تعاليٰ ٻين امتن جي ڪمن کي ڏسي اسان لاءِ تصديق ڪئي آهي ته "توهان ڀلا آهيو" ڇو ته "چڱائي جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائي کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان رکو ٿا." (110:3)

20. برائي کي ڀلائي سان ٽار — ڇو؟

چاڪاڻ ته برائي جو جواب برائي سان ڏيڻ ڪري دشمني وڌندي آهي. فساد جو انديشو هوندو آهي ۽ سڪون گهٽبو آهي. نصيحت:

هو چوندي تون مَ چئو واتان ورائي
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي

پاند ۾ پائي، وبو ڪيني وارو ڪينڪي

پاڪ ڪتاب ۾ آهي تہ جيڪڏهن الله توهان کي برائي تي پڪڙي ها تہ ڪوبہ ساهہ وارو زمين تي نہ ڇڏي ها. بري سان ڀلائي ڪرڻ پيغمبري پيشو آهي. اها معرفت وارن جي وات آهي. ان جو خاص سبب اهو آهي جيڪو پاڪ ڪتاب ۾ آهي "تڏهن اهو (جيڪو برائي ڪري) جو تو ۾ ۽ ان ۾ دشمني هئي، ائين ٿي ويندو ڄڻ گهرو دوست آهي. هيءَ نعمت نہ ٿي ملي مگر صبر وارن کي ۽ ان کي هٿ ڪري نٿو سگهي مگر وڏي نصيب وارو." (41:35_34)

21. الله تعاليٰ انهن ڪافرن ۽ مشرڪن کان پاڻ بدلو ڇو نہ ٿو وٺي جو مؤمنن کي ڇوي تہ انهن جو ڪنڌ ڪپيو. انهن سان وڙهو.

ڪافر ۽ مشرڪ گڏجي مسلمانن کي ڪمزور ڪرڻ گهرن ٿا جيئن دينِ اسلام کي وڌڻ نہ ڏين. ماڻهو دينِ اسلام کي پسند نہ ڪن ۽ ان ۾ داخل نہ ٿين.

الله تعاليٰ اڳين نبين ۽ رسولن ڪريمين جي قومن جن انهن کي ڪوڙو چيو ايذايو ۽ قتل ڪيو کان پاڻ بدلو ورتو. انهن تي مختلف قسم جا عذاب آڻي ختم ڪيو جو بي سمجهہ هئا. پر اسان جي رسول ڪريم ﷺ کي آخري رسول ڪري موڪليو ويو. ٿوري وقت ۾ دين کي پختو ۽ مڪمل ڪرڻو هو ان ڪري الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ معرفت مسلمانن کي همٿايو تہ دين کي قائم ڪرڻو آ. ان جي مدد ڪرڻي آهي، توهان انهن مشرڪن ۽ ڪافرن سان پاڻ وڙهو تہ انهن ۾ خوف پيدا ٿئي، رنڊڪ نہ بڻجن. انهن ۾ مايوسي ۽ نااميدي پيدا ڪرڻي هئي. حق کي هميشہ لاءِ جيارڻو هو ۽ باطل جي مقابلي ڪرڻ جو جذبو ۽ جرئت پيدا ٿئي. باقي الله تعاليٰ جي مدد تہ رسول پاڪ ﷺ ۽ مؤمنن سان هئي. مسلمان ٿورا هئا تہ جنگ ۾ الله تعاليٰ ملائڪ پيو موڪلي ۽ ڪافرن جي دل ۾ رعب پيو وجهي. فتح ڏياري مسلمانن کي ثابت قدم ۽ دل پيو ٻڌرائي. شهيد پيدا ڪرڻا هئا. جن جو درجو نبين کان پوءِ آهي.

## اڳواٽ هوشيار ڪرڻ – خطري کان آگاهه ڪرڻ

1. الله تعاليٰ حضرت آدم ﷺ کي جنت ۾ رهڻ کان اڳ هوشيار ڪيو ته تون ۽ تنهنجي زال جنت ۾ رهو. اتي سڀ ڪجهه کائو سواءِ هڪ وڻ جي ميوي جي. جيڪڏهن ان وڻ جو ميوو کاڌو ته تڪليف ڏسندؤ. شيطان توهان ٻنهي جو دشمن آهي. ائين نه ٿئي جو اهو توهان کي ڪارائي ۽ جنت مان ڪڍي. (117:20)
2. الله تعاليٰ سمورن نبين سڳورن کي انسان ذات جي ڀلائي ۽ سڌاري لاءِ موڪليو. اهي خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ٿي آيا. ايمان آڻي جيڪي چڱا ڪم ڪندا، انهن لاءِ اجر ۽ جنت جا باغ آهن ۽ جيڪي برا ڪم ڪندا، انهن لاءِ عذاب آهي. ڊيڄارڻ به هڪ قسم جو هوشيار ڪرڻ جو طريقو آهي.
3. الله تعاليٰ طرفان مختلف قومن ڏانهن موڪليل عذاب ۽ پڪڙ هوشيار ڪرڻ لاءِ اچن ٿا ته ماڻهو سوچن، سمجهن، ڪڌن ڪمن کان باز اچن.
4. الله تعاليٰ طرفان موڪليل مدد، الهام، دليل به هوشيار ڪندا آهن جيئن حضرت يوسف ﷺ کي بيبي زليخا جي فاحش ڪم کان بچايو.
5. الله تعاليٰ حضرت داؤد ﷺ کي ملائڪ انسان جي صورت ۾ موڪلي ان زيادتي ڪرڻ کان هوشيار ڪيو جو ڪنهن غريب جي زال سان شادي ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ سائين جن وٽ نوانوي (99) زالون اڳ ۾ هيون.
6. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ ﷺ کي فرمايو جڏهن طور جبل تي توريت وٺڻ لاءِ ويو "اي موسيٰ! تو پنهنجي قوم کي ڇڏي هيڏي اچڻ ۾ ڇو جلدي ڪئي.... سامري تنهنجي قوم کي گمراهه ڪيو آهي (ڳابي جي پوڄا ٿا ڪن) پوءِ موسيٰ پنهنجي قوم ڏانهن موٽيو سخت ڪاوڙ ۽ افسوس ڪندي." (20:86-65)
7. الله تعاليٰ سيني انسانن کي خبردار ڪيو ته شيطان جي نقشِ قدم تي نه هلو (ان جي پيروي نه ڪريو) ۽ جيڪو شيطان جي پيرن تي هلندو ته

اهو شيطان بيحيائي ۽ بري ڳالهہ جو حڪم ڏيندو. (21:24)

8. حضرت لوط ﷺ کي ملائڪن انساني شڪل ۾ اچي آگاهہ ڪيو تہ هن شهر مان ٻار وٺي نڪر جو اسان هن شهر کي الله جي حڪم سان تباهہ ڪنداسين ۽ اهو وقت صبح جو ساجهر آهي. تون پوئتي نہ ڏسجانءِ.

9. جڏهن حضرت سليمان ﷺ پنهنجي لشڪر سان ڪولين جي واديءَ ۾ پهتو تہ هڪ ڪِول (اڳواڻ) ٻين ڪولين کي چيو تہ جلدي پنهنجي ٻرن ۾ داخل ٿيو جو متان بي خبريءَ ۾ لتاڙجي وڃو.

10. سبا جي راڻي بيبي بلقيس پنهنجي سردارن کي ٻڌايو تہ حضرت سليمان ﷺ چيو آهي تہ ايمان آڻيو يا جنگ لاءِ تيار ٿيو. سردارن چيو تہ اسان بهادر ۽ ويڙهاڪ آهيون, وڌيڪ تنهنجي مرضي. بيبي بلقيس کين آگاهہ ڪيو تہ بيشڪ جڏهن بادشاهہ ڪنهن ڳوٺ ۾ داخل ٿيندا آهن تہ ان کي تباهہ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ عزت وارن کي ذليل ۽ ائين ئي ڪندا آهن. (34:27)

11. فرعون جي درٻار جو هڪ ماڻهو حضرت موسيٰ ﷺ وٽ ڀڄندو آيو ۽ کيس ٻڌايائين تہ فرعون جي درٻار وارن تنهنجي قتل جو مشورو ڪيو آهي (حضرت موسيٰ ﷺ اڃان رسول نہ ٿيو هو تہ هن هڪ فرعوني کي مُڪ هڻي ماريو هو) پوءِ هن شهر مان جلدي نڪر. مان تنهنجو خيرخواهہ آهيان.

12. شيطان تي لکيو ويو آهي تہ جيڪو بہ ان سان دوستي ڪندو اُن کي دوزخ جو رستو ٻڌائيندو. (4:22)

13. اي ايمان وارؤ! توهان جون ڪي زالون ۽ اولاد توهان جا دشمن آهن, پوءِ انهن کان هوشيار رهو. جيڪڏهن معاف ڪيو درگذر ڪيو ۽ بخشيو تہ بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. (14:64)

14. حضرت ابراهيم ﷺ پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل ﷺ کي ان خطري کان اڳواٽ آگاهہ ڪيو جڏهن کيس ٻڌايائين تہ مان خواب ۾ ڏسان ٿو تہ توکي ڪهان ٿو. هاڻي تون ٻڌاءِ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ ان عرض ڪيو تہ پِلي ڪر جيڪو توکي الله جو حڪم مليو آهي. الله

گهريو تہ تون مون کي صبر وارن مان ڏسندين. (102:37)

## چار عورتون

1. حضرت نوح ﷺ جي زال راهلہ پنهنجي قوم کي چوندي هئي تہ نوح ﷺ چريو آهي. الله تعاليٰ ٻڌايو تہ ان لاءِ جهنم آهي.
2. حضرت لوط ﷺ جي گهرواري راعلہ کي اها پڪ پيل هئي جو جڏهن حضرت لوط ﷺ جا مهمان ايندا هئا تہ ڳوٺ وارن کي، جن کي مردن سان بري فعل ڪرڻ جي عادت هئي، انهن کي ڪنهن بہ طرح اطلاع ڏيندي هئي. ان لاءِ بہ الله تعاليٰ جهنم تيار ڪري رکيو آهي. هن دنيا ۾ بہ ان تي عذاب آيو جو ملائڪن ان ڳوٺ کي اونڌو ڪري پٿر وسايا. هيءَ بہ انهن ۾ هئي.

اهي ٻئي عورتون خيانت واريون هيون، پنهنجي مڙسن سان دغا ڪئي جيڪي نبي هئا.

3. فرعون جي گهرواري آسيہ: جڏهن حضرت موسيٰ ﷺ فرعون جي جادوگرن کي شڪست ڏني تہ ان آسيہ ايمان آندو. جڏهن فرعون کي خبر پئي تہ اهو کيس عذاب ڪندو هو. ان پنهنجي رب کي عرض ڪيو تہ اي منهنجا رب! منهنجي واسطي پاڻ وٽ جنت ۾ جاءِ جوڙاءِ ۽ مون کي فرعون ۽ ان جي ڪم کان ڇوٽڪارو ڏي (11:66)
4. بيبي مريم بنت عمران: جنهن پنهنجي پاڪائي (اوگهڙ) جي حفاظت ڪئي، پوءِ اسان (الله) ان ۾ پنهنجي طرف جو روح ڦوڪيو (حضرت عيسيٰ ﷺ پيدا ٿيو) (12:66)

## ڪوڙين ڪرم ڪريم جا جيءَ جياريو جن (دل لاڳاپي)

1. جيڪو الله جي واٽ ۾ سندس پيغمبر ڏانهن هجرت ڪندو پنهنجا گهر ڇڏي، پوءِ واٽ تي کيس موت پهتو تہ ان جو اجر بيشڪ الله تي لازم آهي. (100:4)
2. (ڪنهن وقت ۾) جڏهن حوارين (12 چيلا دين جا مددگار) کي الهام

ڪيم تہ مون تي ۽ رسول (حضرت عيسيٰ عليه السلام) تي ايمان آڻيو چيائون تہ ايمان آندوسين ۽ شاهد هج اسان مسلمان آهيون. (111:5)

3. بيشڪ الله جون رحمتون متوجہ ٿيون ان نبي ۽ انهن مهاجرن ۽ انصارن تي جن تڪليف جي وقت ۾ ان جو ساٿ ڏنو هن ڪان پوءِ جو قريب هو جو انهن مان ڪن ماڻهن جون دليون ڦرن. پوءِ انهن تي رحمت سان متوجهہ ٿيو. بيشڪ اهو انهن تي نهايت مهربان ۽ رحم وارو آهي.

4. حضرت ابراهيم عليه السلام چيو اي منهنجا رب! مون پنهنجي اولاد مان ڪن کي غير آباد ميدان تنهنجي تعظيم واري گهر (بيت الله) وٽ هن لاءِ رهايو آهي تہ اسان جا رب! اهي نماز پڙهن. پوءِ ڪن ماڻهن جون دليون انهن ڏانهن لڙندڙ ڪر ۽ ميون مان روزي ڏي تہ من شڪر ڪن. (37:14)

5. جڏهن اسان (الله) تنهنجي طرف ڪيترا ئي جن ڦيرايا ڪَنُ لائي قرآن ٻڌڻ جي واسطي. پوءِ جڏهن حاضر ٿيا چيائون ماٺ ڪريو. پوءِ جڏهن پڙهڻ پورو ٿي چڪو تہ موٽيا پنهنجي قوم جي طرف ڊيڄاريندڙ (رسول) ٿي ڪري (28:46)

6. اهي جيڪي تنهنجي بيعت ڪن ٿا اهي تہ الله سان ئي بيعت ڪن ٿا، انهن جي هٿن تي الله جو ئي هٿ آهي. پوءِ جنهن عهد ٽوڙيو ان پنهنجي نقصان لاءِ ئي عهد ٽوڙيو. جنهن پورو ڪيو الله سان عهد، تمام جلد الله انهن کي وڏو ثواب ڏيندو. (10:48)

7. بيشڪ الله راضي ٿيو ايمان وارن کان جڏهن اهي ان وڻ جي هيٺان تنهنجي بيعت ڪري رهيا هئا. الله کي علم آهي جيڪي انهن جي دلين ۾ آهي. پوءِ انهن تي اطمينان لاٿائين ۽ انهن کي جلد ملڻ واري فتح (فتح مڪہ مڪرمہ) جو انعام ڏنائين. (18:48)

8. يقين ڪريو تہ توهان ۾ الله جو رسول آهي. گهڻن معاملن ۾ هي جيڪڏهن توهان جي خوشيءَ جو خيال رکي تہ توهان ضرور تڪليف ۾ پئو پر الله توهان کي ايمان وڻايو آهي ۽ ان کي توهان جي دلين ۾ سينگاريائين ۽ ڪفر ۽ فسق ۽ نافرماني کان توهان کي نفرت پيدا ڪيائين. اهڙا ئي ماڻهو راهہ تي آهن. (7:49)

9. اي محبوب! ياد ڪريو جڏهن توهان صبح جو پنهنجي حجره شريف کان ٻاهر نڪتا مسلمانن کي جنگ (احد) جي مورچن تي بيهاريندي ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. جڏهن اوهان مان ٻن گروهن (جيڪي انصارن مان هئا ۽ لشڪر جا بازو هئا. احد جي جنگ ۾ 300 منافق به هئا جيڪي ڀڄا ۽ انصارن جا ٽولا سست ٿيا) ٻي همت ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ الله انهن ٽولن جو سنڀالڻ وارو ٿيو (مددگار ٿيو – دل ثابت رکي) (122:3)

10. جڏهن الله ۽ رسول جي سڏڻ تي پاڻ کي زخم پهچڻ کان پوءِ به (مجاهد) حاضر ٿيا ۽ انهن نيڪوڪارن ۽ پرهيزگارن لاءِ وڏو ثواب آهي. جن کي ماڻهن چيو ته ڪافرن اوهان لاءِ جٿو (گهڻا ماڻهو) گڏ ڪيو آهي، تنهنڪري انهن کان ڊڄو ته ويتر انهن جو ايمان وڌيو. چيائون الله اسان کي ڪافي آهي ۽ ڪهڙو نه سٺو ڪارساز (ڪم ٺاهيندڙ) آهي. (173:3)

11. (رسول ڪريم ﷺ لاءِ) بيشڪ الله توکي ڪافي آهي. اهو ئي آهي جنهن توکي مضبوط ڪيو پنهنجي مدد ۽ مسلمانن سان ۽ انهن جي دلين ۾ محبت پيدا ڪيائين.... الله انهن جون دليون ڳنڍي ڇڏيون، بيشڪ اهو ئي غالب حڪمت وارو آهي. (63:8)

12. جڏهن رسول ڪريم ﷺ جن مديني طيب ۾ هجرت ڪري آيا ته انصارن (اتي رهندڙ) سندس مدد لاءِ ضرورت واريون شيون گڏ ڪري ان جي خدمت ۾ پيش ڪيون. الله تعاليٰ طرفان وحي آيو ته "اي محبوب! انهن (انصارن) کي چئو ته مان ان تي (جيڪا هدايت ڪيان ٿو يا گمراهي کان بچايان ٿو) توهان کان ڪوبه بدلو نه ٿو گهران سواءِ قرابت (اهلِ بيت) جي محبت جو." (23:42) (الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ جي اهلِ بيت ڏانهن ماڻهن جون دليون لاڙيون)

## گهري پادر ڪائڻ

1. جڏهن انهن (ڪافرن) تي اسان جون آيتون پڙهيون وڃن ٿيون ته چوندا آهن هائو اسان ٻڌو اسان گهرون ها ته اسان به اهڙو ڪلام چئي

ڏيکاريون ها. هي تہ نہ آهن مگر اڳين جا قصا ۽ جڏهن چيائون تہ اي
الله! جيڪڏهن اهو ئي قرآن تنهنجي طرفان حق تي آهي تہ اسان تي
آسمان کان پٿر وساءِ يا اسان تي المناڪ عذاب آڻ. (32:8)

2. ڪافرن مسلمانن کي چيو تہ اسان جي واٽ تي هلو ۽ اسان توهان جي
گناهن جو بار کڻنداسين. حالانڪ اهي سندن گناهن مان ڪجهہ بہ نہ
کڻندا. بيشڪ اهي ڪوڙا آهن. (12:29)

3. سبا هڪ مرد هو يمن ۾ جنهن کي ڏهہ پٽ هئا. ڇهہ پٽ يمن ۾ رهيا ۽ چار
پٽ شام ۾ رهيا. پوءِ انهن جو اولاد وڌيو. حضرت لقمان، ذوالقرنين ۽
بلقيس راڻي بہ ان قوم مان آهن. پهريائين نيڪ هئا. ان ڪري الله تعاليٰ
انهن جي ٻوٽن ۽ آبادي ۾ برڪت رکي. يمن کان شام تائين جيڪي
ماڻهو تجارت ڪرڻ لاءِ سفر ڪندا هئا. انهن کي تڪليف نہ ايندي
هئي. رستي ۾ باغ، پوکون ۽ ٻوٽ هئا. مسافريءَ جو تڪ نہ ٿيندو هو. پوءِ
انهن جا پويان سنا نہ ٿيا. آخر ۾ الله تعاليٰ کان گُهر ڪيائون تہ اسان جي
سفر ۾ دوري وجهہ يعني سفر ڊگهو ڪر. وچ ۾ شهر وغيره نہ هجن. پاڻي
بہ نہ هجي تہ مزو اچي. جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي "انهن شهرن ۾ اسان
برڪت رکي. رستي تي ڪيئي شهر ۽ انهن کي منزل جي انداز تي
رکيوسين. پلي انهن ۾ سير ڪريو راتيون ۽ ڏينهن امن سان. پوءِ انهن
چيو اسان جا رب! اسان جي سفر ۾ دوري وجهہ ۽ انهن پاڻ تي ظلم ڪيو
پوءِ اسان انهن کي ڪري ڇڏيو آکاڻي." (34:19_18)

4. الله تعاليٰ ٻڌايو تہ ڪافر انتظار نہ ٿا ڪن ان واعدي واري ڏينهن جو
جيئن پاڪ ڪتاب ۾ آهي تہ "اهي انتظار نہ ٿا ڪن هڪ خوفناڪ
آواز جو (صور جو) جنهن کي ڪوبہ ڦيري نٿو سگهي ۽ چوڻ لڳا اي
اسان جا رب! اسان جو حصو اسان کي جلدي ڏئي ڇڏ حساب جي
ڏينهن کان اڳ. (16:38)

## ماتحت سيٽ (Subset)

مثال: هڪڙي دڪان ۾ رڳو ڪتاب رکيل آهن ۽ ٻئي دڪان ۾
پهرين دڪان کان وڌيڪ ڪتاب رکيل آهن ۽ ٻيون لک ٻڙهہ جون گهڻيون

شيون موجود آهن. هاڻي پهريون دڪان ماتحت سيٽ (Sub Set) آهي ٻئي دڪان جو ۽ ٻئي دڪان کي بالا سيٽ يا ڪامل سيٽ ڪري چئبو آهي.

1. الله تعاليٰ جيڪي بہ پاڪ ڪتاب ۽ صحيفا پنهنجن رسولن ڪريمين ذاتهن ماڻهن جي هدايت ۽ هوشياري لاءِ موڪليا، انهن سمورن جو علم اسان جي پاڪ ڪتاب قرآن مجيد ۾ آهي. ان ڪري اهي سمورا پاڪ ڪتاب اسان جي پاڪ ڪتاب قرآن مجيد جا ماتحت سيٽ (Sub Set) آهن. اسان جو پاڪ ڪتاب هڪ يونين يا ڪامل سيٽ آهي علم جو.
2. جيڪي بہ انبياء ڪرام الله تعاليٰ طرفان آيا، اهي رڳو پنهنجي قومن ذانهن رسول ٿي آيا. پر اسان جي رسول ڪريم ﷺ لاءِ الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو "تون فرماءِ تہ مان رسول آهيان توهان سيني (جيڪي زمين تي هجن يا پوءِ پيدا ٿين) انسانن لاءِ." تنهن ڪري انهن سمورن نبين سڳورن جون قومون ۽ ٻيا اسان جي رسول ڪريم ﷺ جي امت جا ماتحت سيٽ (Sub Set) آهن. ان جو ٻيو سبب آهي تہ اسان جو رسول ڪريم ﷺ سيني تي قيامت ڏينهن شاهد هوندو.
3. پاڪ ڪتاب قرآن مجيد ۾ ٻڌايل آهي تہ جيڪي بہ نبي سڳورا ۽ رسول ڪريمين موڪليا ويا، انهن کي الله تعاليٰ جيڪي چاهيو اهو علم عطا ڪيو ۽ حڪمت ڏني، پر اسان جي رسول ڪريم ﷺ لاءِ الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو تہ "اسان توکي اهو علم ڏنو جيڪو تون نہ ڄاڻندو هئين (جيڪو لوح محفوظ ۾ لکيل آهي الله تعاليٰ جي رٿ ۽ ارادو — الله تعاليٰ جو علم هڪ غير محدود سيٽ آهي جنهن جي ڪا حد ڪونهي. لوح محفوظ جو علم الله تعاليٰ جي علم جو هڪ جز آهي. جيڪو اسان جو رسول ڪريم ﷺ ڄاڻي ٿو ۽ ڏسي ٿو. قرآن پاڪ لوح محفوظ جو تفصيل آهي)

اسان جو رسول ڪريم ﷺ ٻين کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو (جيئن الله تعاليٰ ڪيس ڏيکاريو) سڀ انبياء اڪرام پارس آهن جيڪي لوهہ (ڪنٽيل، گمراهہ ظالم) کي لڳن تہ سونُ ڪن پر اسان جو رسول ڪريم ﷺ اهو پارس آهي جو ٻين کي سون جي بدران پارس

ڪري اسان جي رسول ڪريم ﷺ جا غلامي ڪندڙ عاشق خود پارس تي ٻين کي سونُ بنائن. اسان جو رسول ڪريم ﷺ تصديق ڪندڙ آهي جيڪو انهن رسولن ۽ نبين سڀني سان گڏ آهي. انهن سمورن کي تاڪيدي حڪم ڪيو ويو هن رسول پاڪ ﷺ تي ايمان آڻڻ ۽ مدد ڪرڻ جو جنهن مان معلوم ٿيو ته ٻين رسولن ڪريمين کي عطا ٿيل علم اسان جي رسول پاڪ ﷺ کي عطا ڪيل علم جو ماتحت سيٽ (Sub Set) آهي.

4. اسان جو دين اسلام سڀني دينن جي مٿان آهي. سڀني دينن جون ڳالهيون، واٽون، عبادتون ۽ احڪام هن دين ۾ شامل آهن. اڃان به وڌيڪ آهي. ان ڪري ٻيا سمورا دين اسان جي دين اسلام جا ماتحت سيٽ (Sub Set) آهن. الله تعاليٰ اسان جي دين اسلام جي تعريف ڪئي آهي ۽ تصديق (Certify) ڪئي آهي. "توهان جي دين اسلام کي توهان لاءِ پسند ڪيم."

## هيءَ حقيقت ٻي آهي

1. الله تعاليٰ جيڪي به انسان خلقيا، اهي سڀ ان کي پيارا آهن. انهن جي بچائڻ لاءِ رسول آيا، پاڪ ڪتاب آيا ۽ عقل ڏنو ويو. پيدا ڪيل سڀ سندس ٻانها آهن. الله تعاليٰ انهن سڀني کي ڏسي رهيو آهي ته ڪهڙا ڪم ڪن ٿا. پوءِ انهن مان ڪهڙا سڌي راهه تي آهن ۽ ٻيا گمراهه ۽ غضب هيٺ.

الله تعاليٰ اسان جي رسول ڪريم ﷺ کي ڏسي ٿو. هيءَ ڏسڻ ٻيو آهي. هيءَ ڏسڻ محبت وارو آهي. هيءَ ڏسڻ ائين آهي جيئن ڪنهن چيو "تنهنجي وئي سري پر منهنجي ڪانه سري" پاڪ ڪتاب ۾ الله تعاليٰ فرمايو "اهو جيڪو توکي ڏسي ٿو جڏهن تون بيهين ٿو (۽ ڏسي ٿو) نمازين ۾ تنهنجي دوري کي بيشڪ اهو ٻڌي ڄاڻي ٿو." (27:219-218) عاشق کي پنهنجي محبوب جي هرهڪ ادا وڻندي آهي. رسول پاڪ ﷺ جو ڪٿي به بيهڻ هجي، رسول پاڪ جو رڪوع هجي، سجدو هجي، قعدو (التحيات ۾ ويهڻ) هجي، سندس قرئت هجي. الله

تعاليٰ کي پسند آهي. سجدي ۾ رسول پاڪ چوي "پاڪائي آهي منهنجي رب وڏي شان واري جي" ته الله تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ لاءِ فرمائي "اسان بلند ڪيو تنهنجي ذڪر کي تنهنجي لاءِ."

2. الله تعاليٰ فرمايو "مان توهان سان گڏ آهيان توهان ڪٿي به هجو" الله تعاليٰ سڀني انسانن سان گڏ آهي، اهو ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي. پر جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت هارون عليه السلام سان گڏ هو اهو ٻيو هو. ان کي معجزا ڏئي فرعون ڏي موڪلي پيو ته چيائين مان ان کان ڊڄان ٿو. الله تعاليٰ سندس چوڻ تي پاءُ حضرت هارون عليه السلام مددگار ڪيو ته ٻه نه پيا وڃن. الله تعاليٰ کين ٻڌايو ته "مان توهان سان گڏ آهيان ٻڌان ٿو ۽ ڏسان ٿو" پوءِ فرعون وٽ ويا. ان ۾ حڪمت اها آهي الله تعاليٰ فرعون وٽ انهن لاءِ نرمي رکي جيڪو ٻڌي پيو ۽ ڏسي پيو. پر ان کان وڏيڪ جيڪو رسول ڪريم ﷺ سان گڏ هو اهو اجان ٻيو هو. غارِ ثور ۾ پاڻ سڳورا ﷺ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سان رهيل هئا ته ڪافرن جو گوڙ ٻڌائون، جنهن تي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه خوفزده ٿيو. پوءِ ان کي چيائين ته "غم نه ڪر، خوف نه ڪر، بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي." (رسول پاڪ ﷺ غيبي مدد ڏسي رهيو هو)

3. ڪافرن ۽ مشرڪن جي جنگ ڪرڻ ان لاءِ هوندي آهي ته سندن طريقو قائم رهي، مسلمانن کي ڪمزور ڪن. انهن کي سندن گهرن کان ٻاهر ڪڍن، جيئن ڪو سندن ڪڌن ڪمن خلاف نه ڳالهائي. پر مسلمانن جو الله جي واٽ ۾ جنگ ڪرڻ، جهاد ڪرڻ ٻي ڳالهه آهي. مسلمان الله جي رضا خاطر وڙهن ٿا، ڪفر جي خلاف وڙهن ٿا، دين اسلام جي بچائڻ ۽ وڌائڻ لاءِ وڙهن ٿا. انهن کي خبر آهي ته جيڪو شهيد ٿيندو ان لاءِ بخشش، انعام ۽ عنايتون اهن.

4. ملائڪ نور جي پيدائش آهن. انهن کي زال يا اولاد ڪونهي، انهن کي خواهش يا سڌ نه آهي، انهن وٽ شيطان نٿو وڃي، فقط پنهنجي رب جي ساراهه ۽ پاڪائي بيان ڪن ٿا ۽ پنهنجي رب جي حڪم جي انتظار ۾ هوندا آهن. پر انسان جي عبادت ڪرڻ جي ٻي ڳالهه آ. هيءَ ڳالهه ذڪي آهي. الله سائين هن دنيا ۾ اسان لاءِ رشتا پيدا ڪيا زال، اولاد، پيءُ،

ماءُ. دنيا ۾ سينگار واريون شيون پيدا ڪيون: مال، ميوا، پوکون. حرص واريون شيون پيدا ڪيون، هر انسان لاءِ ٻن قسمن جا دشمن پيدا ڪيا هڪڙو اندر ۾ جيڪو نفس آهي ۽ ٻيو ٻاهر جيڪو شيطان آهي. هاڻي انهن سڀني کان بچي جيڪو پنهنجي رب پاڪ جي ساراهه ڪري، عبادت ڪري اها الله تعاليٰ کي گهڻي پسند آهي."

مون کي مون پرين ٻڌي وڌو تار ۾
اڀا ائين چون، ته متان پاند پسائين (شاهه)

آهي مشڪل ڪم پر الله تعاليٰ سؤلو ڪري ڏئي ٿو.

5. پڙهڻ پاڪ ڪتاب الله تعاليٰ ۽ رسول ڪريم ﷺ جو حڪم آهي، تمام سنو آهي. ان کان سواءِ جيڪي عالم ۽ عاقل نصيحت آميز ڳالهيون لکن ٿا، انهن جي پڙهڻ سان به لطف اچي ٿو ۽ سمجهه وارا فائدو وٺن ٿا، پر نيڪن جي صحبت، اهل الله وارن وٽ ويهڻ ٻي ڳالهه آهي. جيڪي به قطب، قلندر، اولياء الله پيدا ٿيا، اهي پڙهڻ جي ڪري نه پر صحبت جي ڪري سنواريا ويا. الله تعاليٰ به پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي ته "پنهنجو پاڻ کي انهن سان مانوس رک جيڪي صبح ۽ شام پنهنجي رب کي پڪاريندا آهن، انهن جي رضا گهرندا آهن، انهن مان اک نه ڪڍ."(28:18)

اهڙو عقيدو رکندڙ چون ٿا:

اگها ئي سگها ٿيا جي وينا وٽ ويڄن
ترسي طبيبن، چيني هوند چڱا ڪيا

---

تان کي ساٿن اور جان آهن اوطاقن ۾
ويا جي هنگلور ته ڪرم ملندءِ ڪاپڙي

---

ويهه وڃي وٽ تن، قلم جنين جي هٿ ۾
ميٺيو رنگ اڳيون، واريو ٻيو لکن
پنو سو پاڙهن، جنهن ۾ پسڻ پرينءَ جو

6. الله تعاليٰ زال کي انسان لاءِ سڪون لاءِ پيدا ڪيو ۽ زال ۽ مڙس ۾ پيار

پيدا ڪيو اٿس. اها زال جيڪا مڙس جي پرپٺ پنهنجي پاڪائي جو خيال رکي ۽ مڙس جي ملڪيت جي محافظ هجي. اڄڪلهه زال مڙس جي وچ ۾ اڻبڻت، گهپي، جهيڙا وڏيل آهن. سبب ان جو لالچ رکڻ، حد کان وڌيڪ آزادي، ڪم خاص طرح گهر جو گهٽ ڪرڻ، فرمائش جو پورو نہ ٿيڻ. ڪڏهن تہ مڙس ۾ بہ ڪوتاهيون آهن. پر ماءُ جي محبت بي ڳالهہ آ. جيڪا انسان کي پيٽ ۾ سانڍي ٿي، تڪليف سان ڄڻي ٿي ۽ ان جو نيپاج ڪري ٿي. الله تعاليٰ ان جي دل ۾ پنهنجي اولاد لاءِ اهڙي تہ محبت پيدا ڪئي، جنهن جو ڪو اندازو نہ آهي. اولاد سڌريل هجي يا اڻ سڌريل. سياڻو هجي يا چريو. ڪنهن لاءِ بہ ان جي پيار ۾ ڪمي نہ ايندي آ. ان جي خدمت ڪجي تہ دعائون ڪري. جي ڪو خدمت نٿو ڪري تہ بہ دعائون ڪري. ان لاءِ الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ہدايو ۽ تاڪيد ڪيو تہ پنهنجي پيءُ ماءُ جي خدمت ڪريو ۽ ادب سان پيش اچو تہ اهي دعائون ڪندا ۽ انهن جي دعا الله تعاليٰ جي ويجهو ڪندي آهي. جنت بہ ماءُ جي پيرن هيٺان آهي.

7. ڪافر هجي يا مشرڪ هجي، سيڪو پنهنجي واٽ کي صحيح سمجهي ٿو ۽ نيڪ ڪم ڪن ٿا. خيرات بہ ڪن ٿا، محتاجن جي مدد بہ ڪن ٿا، ٻيا بہ نيڪ ڪم ڪن ٿا. پوءِ انهن مان ڪي الله تعاليٰ کي مڃن ٿا پر رسول کي، قرآن، قيامت کي نٿا مڃن. ان ڪري الله تعاليٰ انهن جا نيڪ ڪم قبول نٿو ڪري جيستائين توبهہ ڪن، بخشش گهرن ۽ ايمان آڻن. پر ايمان وارن جي ڳالهہ ٻي آهي، جن رسول پاڪ ﷺ کي مڃيو پوءِ هڪ الله تي ايمان آندو قرآن ۽ قيامت تي ايمان آندو سڀني آسماني ڪتابن ۽ رسولن کي مڃيو. انهن لاءِ اجر آهي، سڪون آهي، حساب سؤلو قيامت ڏينهن. انهن لاءِ جنت جون نعمتون آهن. اهي بہ ڏوهہ ڪن ٿا، ڪوتاهيون ڪن ٿا، پوءِ پنهنجن ڏوهن کي ياد ڪري الله تعاليٰ کان بخشش گهرن ٿا ۽ الله بخشيندڙ مهربان آهي.

8. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ہدايو تہ فتح مڪي کان پوءِ جيڪي مسلمان خرچ ڪن پيا، جهاد ڪيائون، رسول ڪريم ﷺ جي مدد ڪئي، الله تعاليٰ انهن سان واعدو ڪيو جنت جو. پر جيڪي فتح مڪي کان اڳ

مسلمان هئا. جن خرچ ڪيو ۽ جهاد ڪيو انهن جي ڳالهه ٻي آهي. اهي وڏيڪ آهن پوين کان. انهن لاءِ وڏا درجا ۽ انعام آهن. ان ڪري جو ضرورت جو وقت هو مسلمان ٿورا ۽ ڪافر گهڻا هئا. ڪافر وڙهن پيا. مسلمانن وٽ پئسو گهٽ هو سواري گهٽ هين. هٿيار بہ نہ هئا. ان حالت ۾ بہ جنگ لاءِ نڪتا. خرچ ڏنو رسول پاڪ ﷺ سان سچا رهيا.

9. ڪيترا ئي مرد ۽ عورتون آهن جيڪي بنا نڪاح جي هڪٻئي سان صحبت ڪن ٿا. اهو الله تعاليٰ طرفان ڪبيري گناهہ ۾ شامل آهي. اسان جي معاشري ۾ ڦڏا. فساد. خونريزي ان ڳالهہ تان گهڻي ٿئي ٿي. جيڪا عورت پرڻيل آهي. اها جيڪڏهن ٻئي مرد سان صحبت ڪري ٿي. ان جڻ شرڪ بہ ڪيو جو پنهنجي اصل مڙس اڳيان ظاهر ٿي چڪي ۽ پنهنجي مڙس کي قبولي ان کي بہ ڏسي چڪي. هاڻي جڏهن ڪنهن ٻئي غير مرد اڳيان ظاهر ڪري پاڻ کي ۽ ان کي ڏسي تہ اهو شرڪ برابر ڏوهہ آهي. مرد لاءِ ساڳيو ڏوهہ آهي. نڪاح وارين عورتن وٽ وڃڻ ٻي ڳالهہ آهي. الله تعاليٰ نڪاح لاءِ مرد توڙي عورت کي تاڪيد ڪيو آهي. ان ۾ سڪون آهي. ڀلائي آهي. برڪت آهي. جيڪو خوف بنان نڪاح وارين عورتن ڏانهن وڃڻ ۾ آهي. اهو خوف يا اوسيئڙو نڪاح وارين عورتن ڏانهن وڃڻ ۾ نہ آهي. هوڏانهن پئسي جو زيان آهي. اخلاق تي داغ آ. نڪاح واري جوڙي کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان گهڻو ڪجهہ ڏئي ٿو. ان جو اولاد ٿئي ٿو. جيڪو ورونهہ ۽ وندر آهي. مدد ۽ وارثي آهي.

## ساهہ ڪڍڻ – ساهہ جو نڪرڻ

1. ملائڪ ڪن ماڻهن جو ساهہ ڪڍندا آهن هن حال ۾ جو اهي پنهنجو پاڻ تي ظلم ڪري رهيا (ڌاڙا هڻندي. زنا ڪندي. ڪافرن جي خوف کان انهن جو دين اختيار ڪن....) ملائڪ انهن کي چيو تہ ڪهڙي حال ۾ آهيو. انهن چيو تہ اسان زمين ۾ ڪمزور هئاسين. ملائڪن کين چيو تہ الله جي زمين ڪليل نہ هئي ڇا جو توهان ان ۾ هجرت ڪريو ها. (97:4)

2. جڏهن انهن وٽ اسان جا موڪليل قاصد انهن جو ساهه ڪڍڻ اچن ته انهن کي چوندا ڪاٿي آهن اهي جنهن جي الله کان سواءِ پوڄا ڪندا هئا. چوندا ته اهي اسان کان وڃائجي ويا. پنهنجو پاڻ تي شاهدي ڏين ٿا ته اهي ڪافر هئا. (37:7)
3. الله اهڙيءَ طرح پرهيزگارن کي انعام ڏيندو آهي. اهي جن جو ملائڪ ساهه ڪڍندا آهن سنائي ۽ صفائي ۾ هن طرح چوندي ته توهان تي سلامتي هجي. جنت ۾ وڃو پنهنجي عملن سبب. (32:16)
4. پوءِ ڪيئن هوندو جڏهن ملائڪ انهن جو روح قبض ڪندا انهن جي منهن کان ۽ پنيان ڌڪ هڻندي. اهو هن ڪري جو انهن تعبيداري ڪئي اهڙين ڳالهين جي. جنهن ۾ الله جو ناراضپو آهي ۽ ناپسند ڪيائون ان جي رضا کي. (29:47)
5. جڏهن ساهه نڙيءَ تائين پهچي ۽ توهان ان کي ڏسي رهيا هجو ۽ اسان ان کي وڌيڪ ويجها آهيون توهان کان مگر توهان ڏسو نه ٿا. (85:57)

## انسان جون ڇهه خواهشون

الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي ته انسان جون خواهشون، جن سان محبت ڪري ٿو اهي ڇهه آهن. جيڪي ان لاءِ سينگاريون ويون آهن. جن کي پسند ڪري ٿو ۽ اهي ڇهه ڳالهيون دنيا جي موڙي آهن. اهي ڇهه ڳالهيون هي آهن:

(1) زال جو هجڻ (2) پٽ هجڻ (3) سون ۽ چانڊي (دنيا) هجڻ (4) پلي سواري هجڻ (5) چوپايا (مال) هجڻ (6) فصل (زمين) هجڻ.

زال انسان جو سڪون ۽ سينگار آهي. پٽ انسان جي پيار لاءِ آهن، مدد لاءِ آهن ۽ متي ٻڌايل شين جا وارث آهن. نبين سڳورن به الله تعاليٰ کان گهري ورتا. دنيا سان چار چنڊ لڳي وڃن ٿا. سڀ سهولتون پيدا ڪري، ڇهن ڳالهين کي حاصل ڪري ۽ وڌائي. پاڪ ڪتاب ۾ آهي ته سواري انسان لاءِ زينت آهي. اڳ ۾ ته سواري لاءِ گهوڙا، گڏهه ۽ اُٺ هوندا هئا. پر هاڻي انهن جو شوق هلي ٿو باقي سواري لاءِ اسڪوٽر، ڪار گهڻي تعداد ۾ آهي. چوپايا

جيڪي گهر ۾ پاليا وڃن ٿا. پاڪ ڪتاب ۾ آهي تہ انهن ۾ بہ تمام گهڻا فائدا ۽ سونهن آهي. اهي گهر ۾ هجن يا ٻاهر چرڻ لاءِ وڃن. زمين جو هجڻ بادشاهي آهي، فصل ۽ باغ زمين جو سينگار آهن.

هاڻي انهن ڇهن خواهشن جو ڪجهه بيان ڪجي ٿو.

1. اهي ڇهہ شيون انسان لاءِ پرک يا آزمائش آهن. جن وٽ آهن، اهي الله تعاليٰ جو ڪيترو شڪر ڪن ٿا يعني ان جي زڪوات ڏيڻ، غريبن ۽ يتيمن جي مدد ڪرڻ، جيئن ڪمايل ملڪيت قائم رهي. ناشڪري اها آهي جو بخل ڪري، ٻين کي نہ کارائي رڳو پاڻ کائي ۽ ڪن وٽ وري بخيلي هوندي آهي جو نہ پاڻ کائي ۽ نہ ٻين کي کارائي. جن وٽ اهي شيون نہ هجن تہ انهن کي صبر ڪرڻ گهرجي، جيڪو نصيب وارن کي ملي ٿو.

لطيفو: هڪ مرد جي زال سهڻي هئي ۽ پاڻ ان کان گهٽ هو. هڪ ڏينهن پنهنجي زال کي چيائين تہ اسان ٻئي جنتي آهيون. زال چيس تہ تو ڪهڙا چڱا ڪم ڪيا آهن جو جنت ۾ ويندين. مڙس چيس تہ مان توکي ڏسي شڪر ٿو ڪريان ۽ تون مون کي ڏسي صبر ٿي ڪرين. شڪر ۽ صبر وارن کي الله پسند ڪري ٿو ان ڪري ٻئي جنتي آهيون.

2. اهي ڇهہ شيون الله جون نعمتون آهن ۽ سڪون ڏيندڙ شيون آهن. نعمتن بابت الله تعاليٰ قيامت ڏينهن پڇا ڪندو تہ توهان ڪيئن خرچ ڪيو ڪهڙا چڱا يا برا ڪم ڪيا.

انهن ڇهن شين ۾ ٻئي ڳالهيون آهن. سڪون بہ آهي ۽ سڪون ناهي بہ. نيڪ زال، سڌريل اولاد سڪون آهي، جي نہ تہ پريشاني آهي. ٻيا ماڻهو حسد ڪن ٿا. پوءِ نقصان پهچائن ٿا. سون چاندي سڪون ۽ سينگار آهي، پر جي ان جي زڪوات نہ ڏبي تہ آخرت ۾ عذاب آهي. الله تعاليٰ پاڪ ڪتاب ۾ ٻڌايو تہ توهان ايستائين هرگز چڱائي کي نہ پهچندؤ جيستائين اوهان محبت سان ميڙيل يعني پياري شيءِ الله لاءِ خرچ نہ ڪندؤ. (92:3)

3. دنيا جي زندگي نہ آهي مگر راند روند ۽ آخرت جو گهر ڀلو آهي. (قرآن)

اهي ڇهہ شيون بہ راند روند آهن ۽ فخر ڪرڻ هڪبئي تي.

عورتن جي صحبت هڪ قسم جي راند آهي. پٽ وندر آهن ۽ وندر هڪ قسم جي راند آهي. سواري بہ راند آهي. سواريءَ جا جانور اٺ، گهوڙا، گڏهہ ۽ ڪارون پجائجن ٿيون، جيڪا هڪ وندر ۽ راند آهي. سون ۽ چاندي (دنيا) سونهن ۽ سينگار آهن ۽ دنيا سان جوا وغيره کيڏجي جيڪا راند آهي. چوپايو هڪ وندر ۽ نفعي وارا آهن. فصل ڪرڻ بہ هڪ ورزش جو قسم آهي جيڪا راند آهي.

4. اهي ڇهہ شيون غافل ڪن ٿيون الله جي ذڪر کان. انسان وساري ويهي ٿو پنهنجي رب کي جنهن پيدا ڪيو پاليو ۽ اهي ڇهہ شيون عطا ڪيون. انهن جي ڪري انسان کان خطائون ٿين، ڏوهہ ٿين، فساد ٿين، ان ڪري پنهنجي رب سائين کان هر وقت اها دعا گهرجي تہ اي اسان جا رب! اسان کي پڪڙ نہ ڪر جيڪڏهن اسان وساريون يا خطا ڪريون.

5. اهي ڇهہ شيون (زال، پٽ، سواري، سون چاندي، مال، پوک۔زمين) سونهن آهن جيڪي عزت وڏائي ٿيون.

زال انسان جي عزت آهي. اها برڪت واري آهي جو ان مان اولاد ٿئي ۽ اولاد سونهن آهي جيڪا عزت وڏائي ٿي. پٽ بہ سونهن آهن، طاقت آهن ۽ سگهہ سان عزت وڌندي آهي. سواري بہ سونهن آهن ۽ سونهن عزت وڏائي ٿي. سون ۽ چاندي ملڪيت آهن. ملڪيت هر ڪم آسان ڪندي آهي. ملڪيت واري ماڻهو کي عزت ملندي آهي. پرهيزگاريءَ کي نئو ڏنو وجي، مال بہ زينت آهي. گهر جي زينت، ٻاهر چرڻ لاءِ وجن تہ زمين جي زينت آهي. اهو بہ عزت وڏائي ٿو. فصل مان ان پيدا ٿئي، جيڪو حياتيءَ جي جياپي جو سبب آهي. چوندا آهن تہ ”جنهن جي گهر ۾ ٻلي (ان رکڻ لاءِ ڪانئين مان نهيل شيءِ) تنهن جي ذات ٻلي.“ ان ڪري فصل بہ عزت وڏائي ٿو.

## انڪل سان الله ڪڏهن ملندو ڪينڪي

1. حضرت دائود ﷺ جي وقت ۾ يهودين کي ڇنڇر جي ڏينهن مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ کان الله تعاليٰ منع ڪئي، جيئن الله جي عبادت ڪن.

مڇيون بہ ڇنڇر ڏينھن ظاھر ٿينديون ھيون ۽ ٻين ڏينھن تي نہ ايندين ھيون. پوءِ انھن اٽڪل ڪئي. مڇين واري پاڻيءَ مان ھڪ واھہ ڪڍي ھڪ وڏي ڪڏ ۾ پاڻي ڇڏيائون. مڇيون ان ڪڏ ۾ گڏ ٿينديون ھيون. پوءِ اھي يھودي ڇنڇر ڏينھن شڪار نہ ڪندا ۽ انھن مڇين جو آچر ڏينھن شڪار ڪندا ھئا. آخرڪار انھن تي اھو عذاب نازل ٿيو جو باندر ٿي ويا.

2. ڳالھہ ڪندا آھن ھڪ شاھوڪار کي زڪوات ڏيڻي ھئي. پوءِ ھڪ ڳالھہ ھن کي پلي لڳي جيڪا سوچيائين. زڪوات جا پئسا ھڪ ٽوپي (ان مابڻ جو ٿانو) ۾ وجھي انھن پئسن مٿان اَن وڌائين. پوءِ ھڪ فقير کي اھو پريل ٽوپو ڏنائين تہ ھيءُ منھنجو خير قبول ڪر. ان کي چيائين تہ ٽوپي مان اَن نہ لاھجانءِ. ٽوپي سوڌو توکي آيو. فقير ٻاھر نڪتو تہ ڪمدار کي پنج رپيا ڏئي ڳالھہ سمجھائي. ڪمدار تڪڙو فقير کي پھتو ۽ ان کان پنجن رپين عيوض ان سوڌو ٽوپو گھريو. فقير تہ ان سمجھيو ھو. تنھن ڪري اھو ڪمدار کي ڏنائين. ڪمدار کي بہ خبر نہ ھئي تہ ان ۾ ھينان ڇا آھي ۽ ان اھو ٽوپو شاھوڪار کي ڏنو.

3. الله تعاليٰ فرمايو تہ جيڪڏھن رسول ڪريم ﷺ توھان کي ڪنھن ڪم لاءِ سڏي ۽ توھان اتي گڏ ٿيو ايستائين اتان نہ نڪرو جو رسول ڪريم ﷺ توھان کي اجازت ڏئي. پر (اٽڪل سان) جيڪو اتان ڪسڪي ڪنھن شيءِ جي آڙ وٺي نڪري وڃي تہ بيشڪ الله ڄاڻي ٿو. پوءِ ڊڄڻ گھرجي انھن کي جيڪي رسول جي حڪم جي ابتڙ ڪن. متان ڪا انھن کي آزمائش پھچي يا دردناڪ عذاب. (63:24)

4. اھڙيون ڳالھيون ٻين کي چئو ٿا. جيئن توھان کي نيڪ چون. ٻيا توھان جي تعريف ڪن. پر انھن تي توھان عمل نٿا ڪريو.

5. جن شھرن ۾ رسول ھدايت ڪڻي ويا تہ اتان جي آسودن ماڻھن انھن کي چيو تہ اسان توھان جي ڳالھين کي نہ ٿا مڃون. چوڻ لڳا تہ اسان رزق ۽ اولاد ۾ گھڻا آھيون. تنھنڪري الله اسان تي عذاب نہ ڪندو. الله تعاليٰ فرمايو تہ توھان جو مال ۽ اولاد ھن لاءِ نہ آھي جو توھان کي اسان جي قريب پھچائي. مگر جنھن ايمان آندو ۽ نيڪي ڪئي. (37:34)

6. ڪنھن شخص جا پنھنجي ھڪ معزز مائٽ ڏي اڌارا ورتل پئسا رھيل

هئا. گهڻا دفعا پئسا گهريا، پر رڳو هائو هائو. نيٺ ان شخص کنهن حاڪم وٽ فيصلو رکايو. فيصلي جي ڏينهن ان جو مائٽ آيو ۽ هٽ ۾ هڪ لکڻ هو. پڇڻ تي ان جي مائٽ ٻڌايو ته هن جا پئسا هيا مون ڏئي ڇڏيس. آخر فيصلو قسم کڻڻ جو آيو. ان شخص کي پنهنجي مائٽ چيو ته هيءُ منهنجو لکڻ تون جهل ته مان قسم کڻان. پوءِ ان قسم کنيو ته مان هن شخص کي سندس رقم ڏئي ڇڏي آهي. اٽڪل اها هئي ته لکڻ ۾ جيترا پئسا ورتا هئا، اوترا لکايا هئا.

7. جن الله سان عهد ڪيو ته جيڪڏهن اسان کي پنهنجي فضل سان ڏيندو ته اسان ضرور خيرات ڪنداسين ۽ اسان ضرور چڱا ماڻهو ٿينداسين. پوءِ الله جڏهن انهن کي پنهنجي فضل سان ڏنو ته ان ۾ بخيلي ڪرڻ لڳا ۽ منهن ڦيري پنتي ڦري ويا... ڪوڙا هئا الله انهن جي دلين ۾ نفاق وجهي ڇڏيو. (77:9)
8. جن الله کان سواءِ ٻيا دوست (مددگار) ڪري ورتا (سي چوندا آهن ته) بتن وغيره کي رڳو هن ڪري پوڄيندا آهيون ته اسان کي الله ڏانهن مرتبي ۾ ويجهو ڪن. (3:39)
9. جهاد جي وقت ۾ مجاهد جلد تيار ٿي ٻاهر نڪرن ٿا، پر منافق سعيو ڪري دير ڪن ٿا، جيئن ٻيا نڪري وڃن ۽ هي پوئتي رهجي وڃن ۽ ڪو عذر ڏين. پوءِ جڏهن جنگ ۾ مجاهدن کي تڪليف پهچي ته اهي چون ته چڱو ٿيو جو اسان نه وياسين ۽ مجاهدن کي جڏهن غنيمت ملي ته چون جيڪر اسان به انهن سان هجون ها ته مال ملي ها. (4:73_72)
10. بيشڪ منافق ماڻهو پنهنجي گمان ۾ الله کي فريب ڏيڻ چاهن ٿا ۽ اهو ئي کين غافل ڪري ماريندو. جڏهن نماز تي اٿندا آهن ته ڍڳل دل سان. ماڻهن کي ڏيکاريندا آهن ۽ الله کي ياد نه ڪندا آهن مگر ٿورو. وچ ۾ لڏي رهيا آهن نه هن طرف ۽ نه هُن طرف." (143:4)

## الائي چا ٿيندو

1. رسول ڪريم ﷺ کي ڪافرن جي شرارت سبب مڪي مڪرم کان هجرت ڪرڻي پئي. مديني ڏانهن وڃڻ لاءِ پاڻ سان حضرت ابوبڪر

صديق ﷜ گڏ ڪنيو. غارِ ثور ۾ ٽي ڏينهن رهيا. ڪافرن ۽ مشرڪن ڳولڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي. ڪافرن جا ڪجهه ماڻهو غارِ ثور وٽ پهتا ۽ اهي پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا تہ انهن جو آواز حضرت ابوبڪر ﷜ ٻڌو ۽ کيس گهڻو خوف محسوس ٿيو. پوءِ رسول ڪريم ﷺ کين دلجاءِ ڏيندي چيو تہ خوف ۽ ڏک نہ ڪر. الله اسان سان گڏ آهي. الله تعاليٰ ان جي اهڙين فوجن سان مدد ڪئي، جن کي ڪنهن نہ ڏٺو. (40:9)

2. جڏهن سورة توبہ نازل ٿي، جنهن ۾ هو تہ الله ۽ ان جو رسول مشرڪن کان بيزار آهن. پوءِ اهو اعلان رسول ڪريم ﷺ الله تعاليٰ جي رضا سان حضرت علي ڪرم الله کان حج اڪبر جي ڏينهن مڪي مڪرم ڏانهن موڪلي ڪرايو اها ڳالهہ اتي جي ماڻهن کي چوڻ هڪ وڏي دليري هئي. حضرت علي ﵇ انهن ڪافرن، مشرڪن کي ٻڌايو تہ اهو الله ۽ ان جي رسول جو حڪم آ تہ هن سال کان پوءِ ڪوبہ مشرڪ مسجد الحرام (ڪعبة الله) جي ويجهو نہ اچي. اتي جي رهندڙ واپارين (مسلمان — کي پيا) اهو ٻڌي چيو تہ هاڻي اسان جي واپار جو الائي ڇا ٿيندو. ڇوتہ حج واري ڏينهن ۾ انهن جو واپار مشرڪن جي گڏ ٿيڻ ڪري گهڻو ٿيندو هو. پوءِ الله تعاليٰ کين ٻڌايو "جيڪڏهن توهان کي محتاجيءَ جو انديشو هجي تہ عنقريب الله توهان کي دولتمند ڪري ڇڏيندو پنهنجي مهربانيءَ سان جيڪڏهن گهري." (28:9)

3. منافق مسلمانن ۽ رسول ڪريم ﷺ لاءِ دل ۾ دشمني ۽ برا خيال ۽ تدبيرون رکندا هئا ۽ ظاهر نہ ڪندا هئا. انهن کي اهو خوف هو تہ متان ڪا اهڙي آيت لهي جو اسان جون لڪل ڳالهيون ظاهر ٿين. پوءِ اسان جو الائي ڇا ٿيندو ۽ رسول ڪريم ﷺ کين ٻڌايو تہ "بيشڪ الله ظاهر ڪندو جنهن جو توهان کي خوف آهي." (64:9)

4. جڏهن حضرت موسيٰ ﵇ کي وحي ٿيو تہ پنهنجا ايمان وارا ٻانها وٺي رات جي وچ ۾ مصر ڇڏ ۽ درياءَ جو ڪنارو وٺ. فرعون کي صبح جو خبر پئي تہ مؤمن ڀڳا ٿا وڃن. ان ڪري پنهنجي سردارن ۽ لشڪر سان انهن جي پٺيان پيو. حضرت موسيٰ ﵇ جي ماڻهن فرعون ۽ ان جي لشڪر کي پري کان ڏٺو پوءِ چوڻ لڳا تہ سائين! فرعوني پهچي ويا،

هاڻي اسان جو الائي ڇا ٿيندو. (فرعون جا عذاب انهن جا ڏٺل هئا) پوءِ وحي ٿيڻ تي حضرت موسيٰ ﷺ درياء تي لٺ هڻئي ته سڪو رستو نڪتو جنهن مان مؤمن ٽپي ويا ۽ فرعوني لٿا ته وچ درياءَ ۾ پاڻي ملي ويو. اهي فرعون سميت ٻڏي ويا. (26:61_61)

5. جڏهن بيبي مريم پنهنجي گهر کان جدا ٿي اڪيلي عبادت لاءِ ڪنهن جاءِ تي ويٺي ۽ پردو ڪيائين ته ان وقت هڪ نامعلوم تندرست نوجوان سندس اڳيان ڏسڻ ۾ آيو ۽ خوف زده ٿي وئي ته الائي ڇا ٿيندو. پوءِ ان کي الله جو واسطو وڌائين. اهو ته جبرئيل ﷺ هو جيڪو الله جي حڪم سان کيس پٽ حضرت عيسيٰ ﷺ عطاڪرڻ لاءِ آيو هو. وڏيڪ پاڪ ڪتاب ۾ آهي ته "جدا ٿي پردو ڪيائين. پوءِ اسان ان جي طرف پنهنجو روح موڪليو. اهو ان جي اڳيان هڪ تندرست ماڻهوءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. چيائين ته مان تو کان رحمان جي پناهه گهران ٿي جيڪڏهن توکي خدا جو خوف آهي." (18:19)

6. جنهن ارادي سان بيبي زليخا حضرت يوسف ﷺ کي اندر وٺي وئي ۽ حضرت يوسف ﷺ ان جو جواب ڏئي ڀڳو ته پويان پڪڙڻ لاءِ بيبي زليخا لڳي. ٻاهرين دروازي وٽ سندس مڙس عزيز مليو ته گهٻرائجي وئي ته هاڻي الائي ڇا ٿيندو. پر عورت جو مڪر مرد کان وڌيڪ آهي. ان پنهنجي مڙس کي چيو "ان جي ڪهڙي سزا آهي جنهن تنهنجي زال سان برائي جو ارادو ڪيو هجي." وري ان جو جواب به پاڻ پئي ڏئي "جيل ۾ وجهيس يا سخت سزا ڏجيس." (25:12)

7. جڏهن صور ڦوڪيو ويندو ته مئل انسان قبرن مان اٿندا، عجب ۾ پوندا، پوءِ پنهنجي پالڻهار طرف ڀڪندا (فيصلي واري جاءِ تي پهچڻ لاءِ ڀڪائڻ لاءِ هر هڪ سان هڪ ملائڪ گڏ هوندو) چوندا ته هاڻي الائي ڇا ٿيندو. ملائڪ انهن کي ٻڌائيندا ته واعدي وارو ڏينهن اچي ويو جنهن کي ڪوڙو سمجهندا هئا.

8. جڏهن وچ درياءَ ۾ ٻيڙيءَ وارو ڪٽا پيو وجهي ته پربل ٻيڙي مان ڪنهن کي درياء ۾ اڇلايان جو ٻيڙي ٻڏي پئي. سيني جو ساهه مٺ ۾ اچي ويو ته الائي ڇا ٿيندو. الائي پاڻيءَ ۾ ڪٽي سان ڪير پوندو. ڪٽو حضرت يونس

عليه السلام جو نڪتو جيڪو ٻيڙي مان لاهي پاڻيءَ ۾ اڇلايو ويو. (141:37)

9. جڏهن رسول ڪريم ﷺ جن مديني منور پهتا ته اتي رهندڙ توريت جي عالمن کي خوف ورتو ته هاڻي الائي ڇا ٿيندو جو ماڻهو رسول پاڪ ﷺ کي ڏسندا ته ان تي ايمان آڻيندا, ڇاڪاڻ ته ان رسول پاڪ ﷺ جون وصفون اسان جي ڪتاب توريت ۾ لکيل آهن, انهن مان ڪيس سڃاڻي وٺندا. پوءِ اسان جو ڇا ٿيندو؟ ان ڪري پاڪ ڪتاب توريت مان اهي نشانيون تبديل ڪري ٻيون لکيون جيئن اسان جي پاڪ ڪتاب ۾ آهي: "پنهنجي هٿن سان ڪتاب لکن ٿا. پوءِ چون هيءُ الله وٽان آهي, جيئن ان جي عيوض ٿورو ملهه وٺي سگهن." (79:2)

## بي قدرا تو قدر نه ڪيو ڪوءِ

1. فرعون کي الله تعاليٰ ان وقت جي ماڻهن کان ڇاڻي واڻي چونڊيو, بادشاهه ڪيو سڀ ڪجهه ڪيس ڏنو پوءِ هو هڪ ظالم, فاسق ۽ ڏوهي بڻيو. پنهنجو هڪ ٽولو ناهيو جنهن ۾ هامان ۽ قارون به هئا, جيڪي بني اسرائيل قوم تي ظلم ڪندا هئا. پوءِ الله تعاليٰ ان فرعون ڏانهن حضرت موسيٰ عليه السلام کي معجزا ڏئي سندس ڀاءُ حضرت هارون عليه السلام سان موڪليو جيئن ايمان آڻي, سڌري ته ڪيس ڪيل گناهه معاف ڪري, پر فرعون انڪار ڪيو. الله جي حڪمت سان فرعون ۽ ان جا سردار حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ان جي مڃيندڙن کي ختم ڪرڻ لاءِ درياءَ ۾ لٿا, جتان بچي نه سگهيا. جڏهن ٻڏڻ جي ويجهو ٿيو ته فرعون چوڻ لڳو "مان ايمان آندو ته ڪوبه سچو معبود نه آهي سواءِ ان جي جنهن تي بني اسرائيل ايمان آندو ۽ مان مسلمان آهيان." الله تعاليٰ ڪيس فرمايو ته جڏهن تو وٽ اختيار هو ته تو قدر نه ڪيو ۽ هاڻي عذاب ڏسي ايمان ٿو آڻين. هاڻي تنهنجو لاش عبرت لاءِ بچائي رکنداسين. (90:10)

2. ناشڪري ڪرڻ نعمتن جي به بي قدري آهي. الله تعاليٰ جي ڏنل روزي, رزق, سڪون جي جيڪو ناشڪري ڪري اها بي قدري ۽ بي انصافي آهي. سبا جي قوم جڏهن نيڪ هئي, ايمان وارا هئا ته الله تعاليٰ انهن لاءِ سندن ڳوٺن جي رستن جي ٻنهي پاسن باغ بڻايا. سرسبز علائقو هو

امن ۽ سڪون هو. پوءِ انهن جي پوين وڏن جو رستو ڇڏي ڪفر اختيار ڪيو. نافرماني ڪئي، نعمتن جي بي قدري ڪئي، قدر نہ ڪرڻ ڪري انهن جا باغ تباهہ ٿي ويا، امن ۽ سڪون نہ رهيو ڳوٺ ڦٽي ويا.

3. احد جي جنگ ۾ رسول ڪريم ﷺ مشرڪن جي روڪڻ لاءِ هڪ جٿو مٿاهين واري ٽڪريءَ تي بيهاريو ۽ انهن کي تاڪيد ڪيو ويو تہ ان مرڪز کي نہ ڇڏن، جيستائين پاڻ سڳورا ﷺ حڪم نہ ڏين. جنگ ۾ جڏهن مشرڪ ڀڄڻ لڳا تہ مرڪز وارا گهڻا مرڪز ڇڏي غنيمت جي لالچ ۾ هيٺ لٿا تہ پوئتان مشرڪن وري حملو ڪيو، جنهن ۾ گهڻا مجاهد شهيد ٿيا ۽ رسول ڪريم ﷺ کي پڻ تڪليف پهتي. سبب ان جو خاص اهو ئي هو تہ انهن حڪم جو قدر نہ ڪيو مال هٿ ڪرڻ سٺو سمجهيو.

4. جڏهن رسول ڪريم ﷺ هڪ راز جي ڳالهہ پنهنجي هڪ بيبي سڳوري حفصہ بنت حضرت عمر ؓ سان ڪئي تہ ان اهو راز نہ رکيو پر اها ڳالهہ بيبي عائشه بنت حضرت ابوبڪر صديق ؓ سان ڪئي. راز جي ڳالهہ ڪهڙي هئي، اهو الله ۽ ان جو رسول بهتر ڄاڻن ٿا. پوءِ انهن کان رسول ڪريم ﷺ جي شان ۾ ڪا ڪوتاهي ٿي، جيڪا الله تعاليٰ کي پسند نہ آئي. الله تعاليٰ انهن جون خبرون رسول پاڪ ﷺ کي ٻڌايون ۽ رسول پاڪ ﷺ پنهنجي بيبي حفصہ کي ٻڌايون جيڪا عجب ۾ پئي. پوءِ انهن ٻنهي بيبين لاءِ الله تعاليٰ طرفان حڪم آيو تہ توهان رسول پاڪ ﷺ جو اهو قدر نہ ڪيو جيڪو ڪرڻ کپي، ان ڪري معافي گهرو ۽ آئنده لاءِ سڌرو. ڇوتہ رسول پاڪ ﷺ کي مدد لاءِ الله، جبرئيل، صالح ٻانها ۽ ملائڪ آهن. وڌيڪ لاءِ خبردار ڪيو تہ جيڪڏهن اهو توهان کي طلاق ڏئي وجهي تہ توهان کان وڌيڪ ايمان واريون، ادب واريون ۽ فرمانبردار عطا ڪندو.

5. ڪافرن، مشرڪن وٽ مختلف وقتن ۾ الله تعاليٰ طرفان رسول ڊيڄاريندڙ ٿي آيا ان عذاب کان، جيڪو برن ڪمن ۽ ڪفر ڪري ملندو. انهن رسولن کي ڪوڙو سمجهيو، وڏائي ڪئي ۽ ڪو قدر نہ ڪيو مسخري سان پيش آيا. پوءِ جڏهن عذاب ڏنو تہ چون ٿا "اي اسان

جا پالڻھار! اسان کي جھنم جي عذاب مان ٻاھر ڪڍ تہ چڱا ڪم ڪريون.“ انھن کي چيو ويندو تہ توھان کي ايتري عمر نہ ڏني سين نصيحت وٺڻ لاءِ. اوھان وٽ ڊيڄاريندڙ آيا پر توھان قدر نہ ڪيو جو انھن کي ڪوڙو چيو. ھاڻي پنھنجي ڪمائي جو مزو چکو. (37:35)

6. جڏھن انسان کي ڏک پھچندو آھي تہ اسان (الله) کي سڏيندو آھي. جڏھن اسان طرفان ان کي نعمت ملندي آھي، تڪليف ختم ٿيندي آھي تہ وساريندو آھي ۽ الله لاءِ شريڪ ٺاھيندو آھي. ان الله جو شڪر نہ ڪيو، ان جو قدر نہ ڪيو جو نعمت بہ ٻين کان ٿو سمجھي. (8:39)

7. ڪنھن سٺي ڳالھ کي پسند نہ ڪرڻ بي قدري آھي، جيئن حضرت موسيٰ ؑ جي قوم کي الله تعاليٰ کائڻ لاءِ مفت جو سنو کاڌو ”من ۽ سلويٰ“ ڏنو پوءِ انھن گھري ورتو تہ ان جي بدران اسان کي ڪڪڙ، بصر، ثوم، ونگا گھرجن جيڪي پاڻ پوکيون يا حضرت لوط ؑ جي وقت ۾ مردن سان بدفعلي ٿيندي ھئي ۽ انھن کي عورتون آڇيون ويون نڪاح لاءِ پر انھن کي پسند نہ پيا ڪن. اھڙيءَ طرح ڪافر ۽ مشرڪ قرآن مجيد کي پسند نہ پيا ڪن جيڪو اوّل کان آخر تائين ھڪ سھڻو ڪتاب آھي ۽ اھڙن ماڻھن جا نيڪ عمل الله تعاليٰ ختم ڪري ڇڏيا. رسول ڪريم ﷺ سان مسخري ڪرڻ ۽ ايذائڻ سڀ بي قدري آھي جو سنيءَ ڳالھ کي پسند نہ ٿا ڪن.

## ڪمزور يا ضعيف

1. پاڪ ڪتاب ۾ آھي تہ ”شيطان جي دوستن سان وڙھو. بيشڪ شيطان جي سازش ڪمزور آھي.“ (76:4)

2. انسان کي ھيٺو ۽ ڪمزور پيدا ڪيو ويو آھي. جيڪڏھن الله تعاليٰ جو فضل ۽ رحمت ان تي نہ ھجي ھا تہ گھڻا شيطان جي پٺيان لڳي پون ھا. (83:4)

3. جن الله کان سواءِ ٻيا مالڪ ٺاھي ورتا آھن، ڪوريئڙي وانگر آھن جنھن ڄاريءَ جو گھر ٺاھيو. بيشڪ سمورن گھرن ۾ ڪمزور گھر ڪوريئڙي جو آھي جيڪر ڄاڻن ھا. (41:29)

# هر شيءِ ۾ موجود محمد (ﷺ)

## ابجد جي حساب سان

| 90 | 80 | 70 | 60 | 50 | 40 | 30 | 20 | 10 | 9 | 8 | 7 | 6 | 5 | 4 | 3 | 2 | 1 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ص | ف | ع | س | ن | م | ل | ک | ي | ط | خ | ز | و | هـ | د | ج | ب | ا |

ابجد - هوز - خطي - ڪلمن - سعفص

| 1000 | 900 | 800 | 700 | 600 | 500 | 400 | 300 | 200 | 100 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| غ | ظ | ض | ذ | خ | ث | ت | ش | ر | ق |

قرشت - ثخذ - ضظغ

1. ڪنهن بہ اکر يا لفظ يا نالي جي عددن کي ابجد جي حساب سان چوڻون ڪري 2 جوڙ ڪريو پوءِ ان کي پنجوڻون ڪري ويهن سان ونڊ ڪريو. جيڪو پاڇي بچي، ان کي نائوڻون ڪري 2 جوڙ ڪريو تہ نالو ايندو محمد (ﷺ)

1. محمد $= 40 + 8 + 40 + 4 = 92$

مثال طور: ارسلان $= 1 + 200 + 60 + 30 + 1 + 50 = 342$

$342 \times 4 = 1368 + 2 = 1370 \times 5 = 6850 \div 20$ پاڇي 10 بچيا.

2. $10 \times 9 = 90 + 2 = 92$

2. ڪنهن بہ اکر يا لفظ يا نالي جي عددن کي ابجد جي حساب سان چوڻو ڪري 5 جوڙ ڪريو پوءِ ان کي پنجوڻون ڪري 20 سان ونڊ ڪريو. جيڪو پاڇي بچي، ان کي ڏهوڻون ڪري 3 جوڙ ڪريو تہ نالو ايندو احمد.

1. احمد $= 1 + 8 + 40 + 4 = 53$

مثال طور: مُصدق $= 40 + 90 + 4 + 100 = 234$

$234 \times 4 = 936 + 5 = 941 \times 5 = 4705 \div 20$ پاڇي 5 بچيا.

2. $5 \times 10 = 50 + 3 = 53$

# تعارف

محترم سلطان احمد عباسي منهنجو هم ڪلاسي ۽ تمام ويجهو دوست رهيو آهي. اسان ٻئي گهڻو وقت هاءِ اسڪول راڏڻ ۾ استاد رهياسين. سندس پيدائش فريدآباد شهر تعلقہ ميهڙ ضلع دادو 10 مئي 1939ع ۾ ٿي. ابتدائي تعليم فريدآباد ۾ ورتي ۽ فائنل جو امتحان پاس ڪيو. پوءِ ميهڙ هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ جو امتحان 1958ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيو. پاڻ ايم-اي، ايم-ايڊ آهن. اٽڪل 25 سال ميٽرڪ ڪلاس کي انگريزي ۽ رياضي پڙهائي. شروعات ۾ سائنس ٽيچر به رهيو. اسان جو محترم دوست پنهنجي وقت جو هڪ بهترين استاد هو. هيڊ ماستر به رهيو ۽ آخر ۾ 1999ع ۾ پرنسيپال جي عهدي تان ريٽائرڊ ٿيا. شروعاتي وقت پنهنجي سڌارڻ ۽ پوءِ پنهنجي اولاد جي سڌارڻ ۾ صَرف ڪيو. سندس اڻ ٿڪ ڪوشش ۽ الله تعاليٰ جي فضل سان سندس سمورو اولاد تعليم يافتہ ۽ برسر روزگار آهي.

پاڻ 40 سالن کان پٿري جا مريض ۽ 20 سالن کان شگر جا مريض هئڻ باوجود سندس همت ۽ حوصلي کي داد ڏجي جو هن عمر ۾ به لکندا رهن ٿا. ديني تعليم ڏانهن سندس رجحان ننڍ پڻ کان موروثي رهيو آهي.

دعا آهي تہ الله تعاليٰ کيس صحت جي سلامتي ڏئي ۽ نيڪ ڪمن ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

**حاڪم علي ڳورڙ**

ريٽائرڊ پرنسيپال

راڏڻ

Times Graphics Hyd. 0333-2755980
Salam Printers & Publishers Hyd. 0333-3222430

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.
جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.
ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.
ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَہ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)